

# گرو نانڪ ديو

## جيوني ۽ گيان

لوڪرام ڏوڏيجا

# گرو نانڪ ديو

## جيوني ۽ گيان



الک ڏاري اوتار، سامي آيو سنت جو،
ڪيو پريم پرتيت سان، دردوندن ديدار،
سدائي گلزار، ڪليا وتن حيال ۾

ملهه ٠٠-٧٦

چاپو ٽيون- ١٩٩٨

لوڪرام ڏوڏيجا

# مددگار پستڪن جي لسٽ

पुरातन जनम साखी, पंजाब सरकार
श्री गुरु ग्रन्थ कोश, " "
जनम साखी, मनी सिंह
जनम साखी, भाई बाले वाली
आधुनिकजनमसाखी, डा. जगजीतसिंह
गुरु ग्रंथ साहिब दी साहितक विशेषता, गोपाल सिंह
गुरु ग्रंथ साहिब, शि. गु. प्र. क.
गुरु ग्रंथ साहिबजो दा साहित्यक इतहास, शि. गु. प्र. क.
करांतकारी गुरु नानक, डा. विश्वनाथ तिवारी
जनम साखियां दा तार्किक अध्ययन, जगजीत सिंह
अनहद शबद गरमत करम फिलासाफी सन्त रणधीर सिंह
Adi Granth (Dr. Ernest Trumpp)

The Sacred Writings of Sikhs, (S. Radhakishinan)
Naam or Word, Kripalsingh (Ruhani Satsang, Delhi 6)
The Gospel of Guru Granth Saheb, Duncan Greenless.
Early History of Kamrup, Barua, K. L.
Babur's Memoirs, Erskine.
Guru Nank & the Sikh Religion Dr. W. H. Mcled
गुरु नानक, डा. त्रिलोचन सिंह
गुरु नानक, डा. जयराम मिश्र
गुरु नानक, गुरुबचन सिंह तालिब
गुरु नानक निरंकारी, डा. कालासिंह
नानक वाणी, डा. जयराम मिश्र
नानक रचनावली, पंजाब सरकार
गुरु नानक प्रकाश कवि संतोश सिंह
नाथ सम्प्रदाय, हजारी प्रसाद द्विवेदी

١. **نوبل:** روهت چيمبرس، جنم ڀومي مارڳ، فورٽ، ممبئي ٤٠٠٠٠١
٢. **نوبل:** شوگنگا چيمبرس: اپا بلوونت چوڪ، ٻڌوار پٺي ٤١١٠٠٢
٣. **جگديش بوڪ ڊيپو،** جاپاني بزار، اُلهاس نگر ٤٢١٠٠٢
٤. راج بوڪ ڊيپو، سنت غريبداس مارڳ، ڪبيرنگر ٣٨٢٣٤٠
٥. گورڌن بوڪ اسٽال، پراڻي منڊي، اجمير - ٣٠٥٠٠١

## ↑ ڪتاب ملندا ↓

Printed and Published byHaresh G. Dodeja. at
**NOBLE PRINTERS,**
Shivganga Chambers, Appa Balwant Chowk.
**Pune** 411002
{F-0212-453437- 022-2873697}

# فهرست

**ورهاڱي جون لڱ ڪانڊاريندڙ ڪهاڻيون،** وڏي سائيز ٢٢٥ صفحا، قيمت -/٣٢ رپيا. ١٩٤٧ع ۾ ڀارت ماتا کي وڍي ٽي ٽڪر ڪيو ويو. انهن وقت اسان جهڙا ڪروڙين بيگناهه بي گهر دربدر ٿيا. لکين هندو مسلمانن جو ڪوس ٿيو. ظالمن پنهنجو ست بچائڻ لاءِ ٻارن سميت پاڻ جلائي ماريو يا کوهن ۽ ندين ۾ ٽپا ڏيئي انت آندو. اهي حقيقتون لکن ۾ سيسرات ٿيون پيدا ڪن. دنيا جي اتهاس ۾ اهڙن غضب جي قهرن جو ڪو مثال ڪونهي. مٿان وري اهو پرچار ته آزادي اهنسا ۽ شانتيءَ سان ملي. اهـــي اکين ڏٺل ڀيانڪ داستان هن ڪتاب ۾ ڏنل آهن ته ا، سچيءَ تاريخ تي ڪوڙ جو ڍڪڻ قائم ٿيندو رهندو. پر ته تاريخ جي اوک ڊوک ٿئي ۽ نفاق جي هيبتناڪ نتيجن مان سبق پرايون ته نيمهن جا نعرا لڳن ۽ هندو مسلم محبت ۽ ميلاپ جا مينهن وسن.

سنڌي ڳوٺن ۾ جتي نه پوليس نه پهرو، اتي سؤ ڏيڍ سؤ مسلم گهرن ۾ صرف هڪ هندوءَ جو دڪان، جتي هو باعزت بي ڊپو ٿي رهندو هو. ڇا نه پاڙي جو ننگ ۽ سک ڏک ۾ سات هوندو هو! سو خوش طبع ماحول سياسي اڳواڻن جي ڪهڙين غلطين ڪري سخت مولمار نفاق ۾ بدلجي ويو ۽ اڃا ڇو هلندو رهيو؟ وطن دوستيءَ ۾ مسلمان هندن کان گهٽ نه هئا، اهڙا ڪيترين مثال هن ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن، ته پوءِ انهن جهيڙن جنگين جو بـــڻ بنياد ڪهڙو آهي؟ ديش جي ان وڏي ۾ وڏي مسئلي جـــو ٻي رنگيءَ سان نچوڙ هن ڪتاب ۾ ڪيل آهن.

پوءِ هند ۾ چاول سنڌين کي چاڙ پوندي ته ڪيئن سنڌن ٻي ڏوهي، ديوس ۽ بيڪس بزرگن نيڻن ٻارن ٻچن ڏيئرن ڀينرن سميت گهر مان بي گهر ٿي ڪهڙا نه ڏک ڏولاوا ڏٺا. هتي هتي ٽنگيندي عبرت خيز وارداتن کي سر جون سٽون ڏيئي ٻار ٻيا ۽ ٿانئيڪا ٿيا. اهڙيون حيرت انگيز ڳالهيون سنسني خيز ناولن ۾ به نه پڙهيون هونديون.

**شري لوڪرام ڏوڏيجا**

ॐ

# جپ صاحب

گرو نانڪ ديو جدا جدا موقعن تي، مهاتمائن، سنت يوگين ۽ پنڊتن وغيره سان وارتالاپ ڪندي جيڪي اَمولڪ وچن چيا هئا، سي سندس شردالو ڀڳتن جدا جدا ڪاغذن تي لکيا هئا. گروجن اهي شبد ڪٺا ڪري هڪ پوٿي تيار ڪرائي. گروجن، سنت يوگين سان جيڪو مباحثو ڪيو هو، سو گرنٿ صاحب ۾ "سڌ گوشٽيءَ" نالي وڏا اڌياءَ آهن، ان مان ۽ ڪي ٻئي پوٿيءَ ۾ ورتا ويا. ان آوائلي پوٿي، جو سار تت ڪڍي "جپ صاحب" تيار ڪرايائون ۽ چيائون ته جنهن پراڻيءَ کي پرڀو ملڻ جي پياس هجي، سو نت نيم سان جهونجهڪري جو هڪ مدو ٿي، ان جو جاپ ڪندو ۽ مطلب ويچاريندو ته ان جي اندر گيان جو پرڪاش ٿيندو ۽ موکش پراپت ڪندو.

نانڪ ديو جڏهن پاڻي لهڻي تي انگد صاحب جو
گرنٿ صاحب ته ڀڳتي، گيان، ويراڳ
جي اَملهه وچنن جو ڀنڊار آهي، پر ان مهان گرنٿ جو هر روز مڪمل اڀياس ۽ مٺن ڪرڻ مشڪل آهي، تنهنڪري اسان سنساري جيون جي سهوليت لاءِ ان جي نچوڙ سار تت، هن جپ صاحب سان ان پوتر گرنٿ صاحب جي شروعات ڪيل آهي، جنهن جو هر روز جاپ ڪري سگهجي ٿو.

نانڪ ديو جي سکيا جو سار هيءَ "جپ صاحب" ۾ اسان گرهستين لاءِ خاص معقول ۽ نهڪندڙ آهي،

# ڀومڪا

سوا پنج سؤ سال اڳ، نانڪ ديو جو اوتار ٿيو. اُن وقت هندن جي ڏاڍي دردشا هئي. ننڍا ننڍا راجائون هئا، جي پاڻ ۾ لڙندا رهندا هئا ۽ هزارين پنٿ ۽ ديويون ديوتائون هئا جن هندو جاتيءَ کي ڇڙوڇڙ ڪري ورڇا وڌائي ڇڏيا هئا. هو مدي خارج رسمن ۽ ڪرمڪانڊ ۾ ڦاسل هئا ۽ ڌرم، پوڄائن ۽ مندرن ۾ بند هو. ديا، ڌرم ۽ تياڳ جي بدلي رڳو وهم، پاکنڊ ۽ آڏمبر هو.

١٤ صديون اڳ عربستان ۾ به انيڪ قبيلا هئا جي جدا جدا ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا ۽ پاڻ ۾ لڙندا رهندا هئا. پيغمبر محمد صاحب سندن سڀ ديوتائون منسوخ ڪري کين هڪ الله جي عبادت ۾ آندو ۽ پاڻ ۾ لڙايون بند ڪيائون. هو اهڙي شڪتي شالي قوم بڻجي پيا جو دنيا جي ڪابه طاقت سندن مقابلو ڪري نه سگهي. هنن آفريڪا، اڌ يورپ، ترڪستان، خراسان، ايران، عراق ۽ هيڏانهن ملايا، انڊونيشيا، سيام وغيره ملڪ فتح ڪري اسلام ۾ آندا ۽ رڳو هندستان ۾ مڪمل ڪامياب ٿي نه سگهيا. هندن جي رهيل کهيل سناتن ڌرم ۾ اڃا به اهڙي سگهه هئي جو ان گهور مذهبي طوفان اڳيان اڏول بيهي سگهيا. پر گهڻا راجائون نابود ٿي ويا ۽ مسلمان حاڪم ٿيا.

هندستان جي انهن مسلم حاڪمن کي سدائين اسلامي خليفي جا ڏورايا، دپناما ۽ فرمان ايندا هئا ته هو هندن کي اسلام ۾ آڻين. پوءِ ته هو چتا ٿي پيا ۽ اسلام اختيار ڪرڻ لاءِ هندن سان اهڙيون جنهون ۽ ظلم ڪيائون جنهنجو الهاس ۾ ڪو مثال ڪونهي. اهڙن ڪاسائي حاڪمن کان سواءِ، هندو پنهنجي پوڄارين، جاگيردارن ۽ بانيڻن جا به شڪار ٿي رهيا هئا. چوطرف بيوسي

۽ تماشا هئي. اهڙي ڪٺن ڪال ۾ نانڪ ديو هندو جاتيءَ کي ستنام جي سنجيوڻي پيئاري ننڊ مان اُٿاريو، آتم وشواس ۽ آتمسنمان ڏنو. ڏهين نانڪ گرو گوبند سنگهه هندن کي ٻاولي اهنسا جي پاکنڊ مان ڪڍي، جهرڪيءَ مان شڪاري باز بڻايو. هندو ڌرم جي رکيا لاءِ سکن جهڙي دل ڪاندارينديڙ قربانيون ڪيون آهن تن سان اتهاس ڀريل آهي. نانڪ ديو جيڪا ڀڳتيءَ ۽ سداچار جي روحاني بادشاهي قائم ڪئي، سا اڄ به ٻڌي ۽ وڌنديڙ آهي. ان وچ ۾ پٺاڻن، مغلن، انگريزن ۽ نهرو خاندان جون بادشاهتون ڪيترا ڀيرا ٺهيون ۽ ڊٺيون، ڪال جي گربهه ۾ غرق ٿي ويون، پر نانڪ ديو اڄ به ڪروڙين دلين تي راڄ ڪري رهيو آهي.

اهڙي الوڪڪ ڌرم رکيڪ مهاپرش جي هيءَ جيوني ۽ سکيا انلاءِ پيش ڪري رهيو آهيان، جو هندو جاتيءَ جي هاڻي ڪنديڙ رسمون، وهم ۽ سمسا اڄ تائين چالو آهن. پراڪرم بدلي آهي جيڙتو اهنسا. پرشارٿ ۽ محنت بدلي آهي نغاري بازي ۽ ٺٺ جي ٻول ٻالا. پوڄدان، شرم دان، اَن دان وغيره، جو اڄ ڀارت دنيا جي گهڻن ديشن کان پٺيان وڃي آهي. ڌرم جي دڪانداري اڳي کان وڌيل آهي. مثلن ۳-۱-۱۹۷۷ع جي انڊين ايڪسپريس ۾ ڏنل آهي ته مدراس طرف هڪ مشهور مندر ۾ ايڪادشيءَ جي ۲۰ ڪلاڪن اندر مندر کي ۵۴۶،۰۰۰ رپيا مليا، جن مان ۱۵۰،۰۰۰ رپين جون درشن ٽڪيٽون وڪاميون، ۲۷۵،۰۰۰ جي روڪ پيٽا چڙهي، ۱۶۶،۰۰۰ رپيا پرساد جا مليا، ۴۰ هزار ياتري آيا جن مان ۱۰ هزارن وار ڏنا. وارن جي وڪري مان مندر کي ساليانو وڏي رقم ملندي آهي جو انهن مان وگس (Wigs) وارن جي ٽوپين جو ڪارخانو هلندو آهي. ساڳئي وقت لکين يتيم بار ۽ محتاج، روٽيءَ ٽڪر لاءِ جتي ڪٿي لتاڙيا نيڻ ڪڍي ٻاڏائي رهيا آهن. اهو آهي اسانجو ڌرم ۽ ديا!

نانڪ ديو ٻچي ٻچي لئي دنيا ۾ پريم جي مهما ٻڌائي. هن سدائين ڀيٽ ۽ پاکنڊ جي خلافت ڪئي جو پاڻ ڪڙميءَ جي ڪرت ڪري، اڄ جي اڳوانن ۽ ڌرم گورن لاءِ عظيم مثال قائم ڪيائين. سدائين چوندو هو، ”ڪرت ڪرو، نام جپو اور ونڊ ڇڪو“- محنت جي ڪمائي ڪريو، نام جپيو ۽ ونڊي ورهائي کائو. گروجن جي ان سکيا جي اڄ سخت ضرورت آهي جو انتي جيترو عمل ٿيندو، اوترو پيارو ڀارت ترقي ڪندو ۽ جنتا جو سک وڌندو.

**جنم ساکيون**:- نانڪ ديو جو ڪو پرمارٿڪ جيون چرتر ڪونهي. انيڪ جنم ساکيون آهن جن ۾ گهڻا فرق آهن ۽ ڪراماتي ڪمن سان ڀريل آهن. انهن ناهي ته گروجن ۾ خدائي توفيق ڪانه هئي. هو ته ايشور جو ڌيان ڪندي ايشور سروپ ۽ سمرٿيءَ وارا ٿي ويا هئا پر تنهن هوندي به ڪراماتن ڏيکارڻ جي خلاف هئا. هن ڀڳوت جو پاٺ ملو ڪري پاڻ جنڊ پيتا، پوڄها ڪيا ۽ ڪشٽ سهي ترجل، بيابان، خوفناڪ جهنگل ۽ برفيلا پربت ڪاٽيا پر ڪرامات نه ڏيکاري. ڀڳوان جو قول آهي ته اُن جي رنگ ۾ رتل ڀڳت، هنکي سڀ ڪان وڏيڪ پيارا آهن ۽ هو سدائين نانڪ ديو جي پٺڀ ۾ رکندو آيو. گروجن جي جيونيءَ مان معلوم ٿئيٿو ته هن رڳو ڪڏهن الترامي پڻي جي سڏي ڪم آندي هئي.

انهن جنم ساکين ۾ ڪٿي ٻين مت متانترن جي ڏاڍي سخت ٽڪته چيني ۽ عيب جوئي ڪئي وئي آهي، پر گروجن جي ڪلام مان معلوم ٿئيٿو ته هو اهڙي ته پريم، دئيا، ميلاپ ۽ نمرتا سان ڀريل هئا جو ڪڏهن ڪنهنجي دل نه ڏکوئيندا هئا ۽ ڪنهن به ڌرم يا مذهب جو کنڊن نه ڪندا هئا، رڳو ڌرم جي نالي هلندڙ پاکنڊ، ڏيکاءَ ۽ وهمن کي ٽوڙيندا رهندا هئا ۽ سداچار کي سهارو ڏيندا هئا.

انهن جنم ساکين ۾ ڪرامان کي ڇڏي گروجن جي جيڪا
جيوني مليتي، سا به ڏاڍي من ڀاوڻي، سکياداڪ ۽ حيرت انگيز
آهي. نانڪ ديو جو سچو درشن ته گرنٿ صاحب منجهان ٿئي ٿو.
اُنجي ڀڳتي، گيان ۽ ويراڳ ڀريل شبدن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو
ڪهڙو نه اديت، موهيندڙ ديوتا پرش هو! انهيءَ گرنٿ صاحب
کي گروءَ جو سروپ ڪري پوڄيندا آهن سو بلڪل برابر آهي.
پارسيءَ ۾ هڪ سالڪ چيو آهي -

در سخن پنهان شدم مانند بو در برگ گل،
هرکي ديدن ميل دارد در سخن بيند مرا.

منهنجو ديدار چاهيندڙ، منهنجي سخن-شبدن ۾ مونکي
ڏسن جيئن ته گل ۾ سمايل خوشبوءِ وانگر مان پنهنجي ٻاڻيءَ ۾
موجود آهيان. اُن موجب مان به هيءَ جيوني گرنٿ صاحب جي
آڌار تي لکي آهي. پرسنگن جي پرماڻ ۾ گروجن جا شبد ڏنا
اٿم. نانڪ ديو جي پنجين صديءَ جي موقعي تي پنجاب
سرڪار جيڪي کوجنا ڪتاب ڇپايا آهن، تن جو به وسيلو
ورتو اٿم ۽ پڇاڙيءَ ۾ انهن ڪتابن جا نالا به ڏنا اٿم.

**اسلامي اثر-** ڪن ليکڪن جو، خاص ڪري انگريزن ۽
مسلمانن جو اهو رايو آهي ته نانڪ ديو تي اسلامي اصولن جو
اثر ٿيو هو جو هن هندن جي مورتي پوڄا، جٽتي ڇوتيءَ شراڌ
۽ برهمڻن جي ڪرمڪانڊ کي مٽائي، هندن کي اسلامي عقيدن
تي آندو. سر محمد اقبال ته ايتري قدر لکيو آهي ته گرو نانڪ
جو "جپ صاحب"، قرآن شريف جو سار تت آهي ۽ مذهبي
مولوين کان وڌيڪ چڱيءَ طرح گرو نانڪ، اسلام جي بنيادي
اصولن کي سمجهايو آهي. ان رائي جي تائيد ۾ ڪيترن ليکڪن،
جدا جدا مسلمان عالمن کي نانڪ ديو جو هادي مرشد لکيو
آهي، پر انهيءَ کي ثابتيون نه ٿيون ملن. هوڏانهن اها حقيقت

آهي ته گروجن هندو پنڊتن کان برهم وديا پڙهي هو ۽ سنتن
ساڌن جو گهڻو سنگ ڪيو هو. هو اسلامي عيد روزا وغيره جو
پابند نه هو، پر هندن جا ڏڻ وار هولي ڏياري وغيره اڄ بـــ
سنڌس پوئلڳ سک ڏاڍي پريم سان ملهائيندا آهن.

گروجن جي باڻيءَ مان گهڻيئي پرمان ڏيئي سگهجن ٿا، جنهن
هن اسلامي اصولن خلاف جيوَ ۽ برهم ۾ ڪو فرق نه رکيو آهي
۽ ويدانت سڌانت موجب هن سڄيءَ سرشٽيءَ کي برهم سروپ
ليکيو آهي، آتمان سرشٽي پيدا ٿئيٿي ۽ آتم سمائجي وڃيٿي.
گوڙي راڳ اشٽپدي ۵ ۾ آهي:- ”سڀ مهه ايڪ نرنجن سوئي.“
جي مسلمان کي چئبو ته رسول جي الله ۽ انسان ۽ جانورن ۾
ساڳيو خدا لعلاءِ آهي ته هو انکي ڪفر ڪوٺيندا. گروجن مارو
راڳ سوهلي (۱۰-۷) ۾ چيو آهي:-

पच ततु मिलि काइया कीनी, तिनि महि राम रतनु लै चीनी।
आतम राम राम है आतम, हरि पाईऐ सबदि बीचारा है ॥

پنج تت ملي هيءُ سرير ٺهيو آهي، تنهن ۾ رام رتن کي ڳولڻو
آهي. گروءَ جا شبد ويچارڻ سان ڄاڻ ٿئيٿي ته آتما (اسان پاڻ)
آهي رام = پرماتما ۽ رام آهي آتما.

خلق منجهه خالق، خلق سڀ خالق ۾،
سمجهي ڪو سامي چئي، ورلو هرجن هڪ،
مهر ڪري مالڪ، جنهنتي پرچي پانهنجي.

**هندو شاسترن جو اثر:-** مان اول گروجن جي باڻيءَ
سان گڏ ويدن ۽ اپنشدن جا سنسڪرت شلوڪ لکيا ته ثابت
ٿئي ته صاحبن جي سکيا، اسلام جي اصولن موجب ناهي پر
ويدن جي تتوَ گيان انوسار آهي. پر انهن پستڪ ڏاڍو وڏو ٿي
پيو. آهي سنسڪرت جا حوالا عام ماڻهن لاءِ ڏکيا ٿي پون ها،
تنهنڪري ساميءَ جي سلوڪن جا پرمان ڏنا اٿم جو ته اها

ويدن جي واڻي سپڪ سلوڪي ٻوليءَ ۾ چيل آهي. انهن اها مراد ٻڌي تہ سامي صاحب جي گيان جو جيڪو املهہ خزانو اسان سنڌين کي ورثي ۾ مليو آهي تنهنجي پروڙ پوي ۽ پرچار ٿئي. سامي صاحب پنهنجي عمر جو وڏو حصو امرتسر ۾ گذاريو هو ۽ هنن تي گرو ٻاڻيءَ جو ڏاڍو اثر ٿيل آهي جو هنجا ڪيترا سلوڪ ڄڻ تہ نانڪ ديو جي ٻاڻيءَ جا سنڌي ترجمو آهن.

نانڪ ديو جو گيان ۽ ويدن جا ويچار ڪيئن نہ سريکا آهن، تنجا هتي ٿورا مثال ڏيڻ بيجاءِ نہ ٿيندو. گروجن چيو،—

"سهس سياڻپا لک هوءِ تہ اِڪ نہ چلي نال."

ڪٺو اُپنشد جو شلوڪ (٢٣-٢-١) آهي،

नायम आत्मा प्रवचनेन लभ्य: न मेधया न बहुना श्रुतेन ।

اُن آتما جو، اُپديش سان، سياڻپ سان يا ودوتا سان پتو نٿو پوي.

ڪٺو اُپنشد (١٥-١-٢) ۾ لکيل آهي تہ اُهو جوتي سروپ آهي ۽ سڄو برهمانڊ اُن جوت سان ئي روشن ٿي رهيو آهي.

نانڪ ديو بہ راڳ ڌناسريءَ ۾ چيو آهي،—

"سڀ ۾ جوت، جوت آهي سوئي،
تس دي چانڻ سڀ ۾ چانڻ هوئي."

تيترِيہ اُپنشد (١-٨-٢) جو شلوڪ آهي،

भिया अस्मत वात: पवते । भियोदेति सूर्य: भियऽस्मग्नि श्चेन्द्रश्च: ।।

"اُن جي ڀؤ ۾ هوا هليتي، سج اُڀريتو، اگني ٻريتي ۽ اِندر (بادل ٻجلي وغيره) ڪاريہ ڪن ٿا." نانڪ ديو بہ ساڳي ڳالهہ چوي ٿو.

ڀيہ وچ پون بهي سدواءِ ڀيہ وچ چلهہ لک درياهہ،
ڀيہ وچ اگن ڪڍي ويگاڙ، ڀيہ وچ اِندر ڦري سر ڀار،
ڀيہ وچ سورج، ڀيہ وچ چند، ڪوهہ ڪروڙي چلت نہ انت.

**خاص لفظ**: نانڪ ديو کي چڱيءَ طرح سمجهڻ لاءِ هتي اُنهن
خاص شبدن جي وياکيا ڏجي ٿي، جيڪي هن گهڻو واپرايا
آهن. "اوم" جي معنيٰ هن بنارس جي پنڊتن کي ابتدائي هئي
سا اُن اڌياءَ ۾ ڏني آهي.

**ست نام**- جيئن چئبو آهي "رام نام"، "هري نام" تيئن
گرو جن چيو آهي "ست نام". **ست** شبد لاءِ شنڪر آچاريه لکيو آهي:-

यद्रुपेण यन्निश्चित तद् रुपं न व्मभिचरति यत् सत्यम्।

جيڪو سدائين سڀني حالتن ۾ پنهنجي هڪ سروپ ۾ استٿت
رهندو تنهنکي **ست** چئجي.

تيترين اُپنشد جو (۱-۱-۲) شلوڪ آهي:-

तदेषभयुक्ता सत्य ज्ञानमनन्तं ब्रहम।

اهو برهم **ست**، بي انت ۽ گيان سروپ آهي.

ڇاندوگيه اُپنشد (۱-۲-٦) جو شلوڪ آهي:-

सदेव सोम्येदमग्र आसीद् एकमेव अद्वितीयम्।

سدائين مڊ ۾، هاڻي ۽ آئينده، اهو هڪ ست ئي آهي ۽
ٻيو ڪو ڪونهي.

ساڳي ڳالهه نانڪ ديو چئي آهي:-

آد سچ، جڳاد سچ، هئه ڀي سچ، نانڪ هوسي ڀه سچ."

مطلب ته ويدن ۾ جيئن **ست** لفظ پر برهم پرماتما لاءِ ڪم
آندو ويو آهي، جنهن کانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي. اُن ئي سرجڻ
ڪيو آهي ۽ اُن ۾ ئي سڀ لين ٿي ويندو، تيئن نانڪ ديو به **ست**
اکر ساڳئي ارٿ ۾ ڪم آندو آهي:- (مارو راڳ سولهي ۱-۱)

साचा सचु अवरु न कोई। जिनि सिरजी तिनकी फुनि गोई।

رگ ويد جي ناسديه سوڪت ۾ سرشٽي رچنا جو ورڻن ان
ريت آهي ته اُن وقت نه ڪو استول هو نه سوکشم. اُن وقت
نه رات هئي نه ڏينهن. تڏهن هن پنهنجي شڪتيءَ سان هوا
کانسواءِ واتاورڻ ۾ پئي ساهه کنيو. اُن بنا ۽ اُن کان اڳتي ڪجهه

نه هو. سڀ ديوتائون برهمانڊ جي رچنا ڪالپوءِ ٿيا.

گرونانڪ به سرشٽي رچنا جو بيان ساڳيءَ ريت ڪيو آهي،-

अरबद नरबद धुधूकारा, धरनि न गगना हुकमु अपारा।
न दिनु रैनि न चन्दु न सूरज, सुन्न समाधि लगाइदा।
करता आप अगोचर, आपे अलख लखाइदा॥

گيتا جا مشهور شلوڪ آهن ته سک دک، سردي گرمي، سنجوڳ ويوڳ، سم ڀاونا سان سهن ڪجي. نانڪ ديو به ساڳي ڳالهه ڪيتري نه مٺي نموني سان چئي آهي،-

سک دک دئي در ڪپڙي ڀوڳي جاءِ مڪ،
جنه ڪوٽڻ هاوئي، ٽوي چنگي چپ،
ڏوپ ڇانو جي سم ڪر سهي، تا نانڪ آکي گر ڪڻ لهي،
ليرا جن کهي السا دل درويش،
شادي غمي لمڪ لهي غصا خودي هئي لهين ايس.

سنسڪرت جو پراڻو شلوڪ آهي ”گرو برهما، گرو وشڻو، گرو ديوو مهيشورا“ لکهڪي نانڪ ديو هيءُ ريت چيو آهي، ”گرو ايسر، گرو گورک برهما، گرو پاربتي مائي.“

اهڙيءَ طرح گرنٿ صاحب جي هرهڪ شبد لاءِ ويدن جا پرماڻ ڏيئي سگهجن ٿا، پر وستار جي ڀپ کان اهو ڏيان.

گرو،- گرباڻي ۾ گرو لفظ ڏايو آيو آهي. سنسڪرت ۾ گ معنيٰ اونده، رو معنيٰ مٽائڻ وارو. نانڪ ديو به گرو لفظ انهيءَ معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي. گروءَ جي مهما ۾ ته ويد شاستر ڀريا پيا آهن. يوگ وشسٽ ۾ (٦-١٤١-٦١) لکيل آهي،-

गुरुपदेश शास्त्रार्थै बिना ह्यात्मा नबध्यते।

گرو اپديش کانسواءِ آتما جو پورو-ڄاڻ نه ٿيندي آهي. هٺ يوگ پرديپڪا ۾ (٤-٩) هيءُ سلوڪ آهي،-

दुर्लभो विषय त्यागो, दुर्लभं तत्व दर्शनम्।
दुलभा सहजावस्था, सद्गुरोः करुणा विना॥

وشم واسنائن کان ڇڏي سگهڻ ڏورلڀ آهي، آتم گيان-ڀاڻ کي ڄاڻڻ ڏورلڀ آهي، سهج اوستا ٿيڻ به ڏورلڀ ۽ اهي ڏورلڀ پدارٿ گروءَ جي ڪرپا بنا پراپت نٿا ٿين. سامي صاحب به گروءَ جي مهما ۾ سوين سلوڪ چيا آهن-

ٽيڪيو جنهن مٿو، ستگر اڳيون سڪ ٿي،
سهجي تنهن سيوڪ جو، سنسو دک لٿو،
موٽي اوديا ڦاس ۾، سامي ڪين ڦٿو،
اوڙي ڪري ڪٿو، نه ٻي راجا رانول ڏيس جو۔
جدهنکي درسن ذات، سامي ڏني سمت گروءَ،
مٽي تنهن جي من مان، سڀ پراڻي تات،
جاڳي ٿيو جگديش جي، جوت سروپي جات،
جالي ڏيهن نه رات، تت ڪماڻين ٽڪيو.

گرو نانڪ به ساڳي ڳالهه لکي آهي (رامڪلي سد گوشٽ ٧٠)

बिनु सतिगुर सेवे जोगु न होई। बिनु सतिगुर भेटे मुकति न कोई।
बिनु सतिगुर भेटे नाम पाइआ न जाई। बिनु सतिगुर भेटे महा दुख पाई।
बिनु सतिगुर भेटे महा गरबि गुबारि। नानक बिनु गुर मुआ जनमु हारि।

ستگر بنا ڀوڳ نٿو ٿئي ۽ نڪي موڪش ٿئيٿو ۽ نڪي نام وٺي سگهجي ٿو. بنا ستگروءَ جي ڏاڍن ڏکن ۾ پوڻو. بنا ستگروءَ، اهنڪار ۽ جگت جي جنجال ۾ ڦيرو جنم وڃائي آخر مري وڃي ٿو.

**گروءَ جو گرو**- سياڻڪ سوال اٿيٿو ته جنهن مهاتما گروءَ جي ايڏي مهما ڳائي آهي، تنهنجو گرو ڪير هو؟ ڀائي ٻالي جي جنم ساکيءَ ۾ لکيل آهي ته گروجن جڏهن ڀاڙن ۾ ٿي وڃي رهيا هئا ته مرداني ساڳيو سوال ڪيو ته گروجن چيو ته بابا زنده سندن گرو آهي. اُن زنده پير جا مکيه چار چيلا هئا، هڪ روهداس چمار، ٻيو ڪبير ڪوري، ٽيون بابا نانڪ ۽ چوٿون هندال. ڀائي ڪانهسنگهه لکيو آهي ته زنده پير جو استان، سکر ۽ روهڙيءَ

جي وچ ۾ هڪ ٻيٽ تي آهي، جنهن لاءِ هندو مسلمانن کي ڏاڍو
صدق آهي. هيءَ ليکڪ به اُن رمڻيڪ استان تي گهڻيئي دفعا
ٻيڙيءَ تي چڙهي ويندو هو. ٻيا گهڻيئي لوڪ پنهنجون مرادون
پورائڻ لاءِ اُتي ايندا هئا ۽ اُتان جا مجاور هر گهڙ پيسا گهري
هلاڪ ڪندا هئا. اُتي هڪ غفا ۾ جوت پئي ٻرندي هئي. اُن ۾
اندر وڃڻ لاءِ هڪ سوڙهيءَ سرنگهه مان رڙهي وڃبو هو، جنهن
۾ ڪو ٿلهو ماڻهو ڦاسي پوي. آدي گرنٿ جي انگريزي ترجمي
جي ڀومڪا ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ لکيو آهي ته خواجا خضر يا زنده
پير هڪ ئي شخصيت جو نالو آهي جنهنکي سنڌو نديءَ جو
ديوتا ڪري پوڄيندا آهن.

پراڻ جنم ساکيءَ ۾ زنده پير کي گرو نانڪ جو مريد ليکيو
ويو آهي. کوجنا ڪندڙن ڀائي ٻالي جي جنم ساکيءَ جي گهڻن
پرسنگن جي تصديق نه ڪئي آهي ۽ پراڻ جنم ساکيءَ کي پرماڻيڪ
مڃيو آهي. گرو نانڪ ديو پاڻ گهڻن هنڌ چيو آهي ته پرماتما ئي هنجو
گرو آهي. شريمد ڀاڳوت ۾ (٢٠-٧-١١) شري ڪرشڻ اوڌو کي چوي ٿو،-

आत्मनो गुरुरात्मैव पुरुषस्य विशेषत:।
यत् प्रत्यक्षानुमानाभ्यां श्रेयोऽसावनुविन्दते ।।

سڀني جيون ۾، خاص ڪري ماڻهن ۾ اندر جي آتما، سندس
چڱائيءَ مدائيءَ ٻڌائڻ وارو گرو آهي، ڇو ته منش پنهنجي
آزمودي، انومان ۽ پرتڪا سان سريشٽ اُنتا سمجهي سگهي ٿو.
ڇو ته آتما پرماتما جو ئي انس آهي ۽ اندر جو آواز ئي پرماتما
گروءَ جو شبد آهي. نانڪ ديو سدائين مرداني کي چوندو هو،
”هلاءِ رٻاب، خصم جي ٻاڻي آئي آهي.“ وئي نديءَ مان، ٽن
ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن نانڪ ديو نڪتو ته چوائين،-

ततु निरंजन जोति सबाई सोहं भेदु न कोई जीउ।
अपरंपर पार ब्रहमु परमेसरु नानक गुरु मिलिआ सोई जीउ।
(सोरठ, पदे ११-५)

انمان ظاهر آهي ته اپرمپار پارٻرهم پرميشور ئي نانڪ ديو جو گرو هو جنهن هن کي نام جي امرت جو پيالو پيئاري نرنجن جوت جو لُت ۽ سوهم جو ڀيد ٻڌايو هو.

**نرنجن:-** نانڪ ديو پنهنجي ٻاڻيءَ ۾ ايشور لاءِ "نرنجن" شبد ڏاڍو واپرايو آهي. ان جي معنيٰ آهي داغ کانسواءِ، جنهن ۾ ڪجهه نه لڳل هجي، نرلپ، مايا رهت، نرويڪار، اروپ وغيره. اهو ويدن جو هڪ پراچين شبد آهي. شويتا شوتر اُپنشد (١٩-٦) جي منتر ۾ چيل آهي:-

निष्कलं निष्क्रयं शांत निरवद्यं निरंजनम्

اڪال، ڪنهن ڪريا کانسواءِ، شانت، جنهن ۾ ڪو آواز ناهي ۽ نڪو داغ آهي. جنهن کي شونيه، جنهن جي معنيٰ نراڪار، نرگڻ، الک، اپرمپار، پراپر برهم جنهن جي جوت هر هنڌ آڪاس وانگر وياپڪ آهي. ساڳي ڳالهه نانڪ ديو 'نرنجن' شبد لاءِ چوي ٿو:- (بلاول راڳ پد ٢-٢).

اگم اگوچر الک اپارا چنتا ڪرهُ هماري،
جل ٿل مهي ال پوريو ليٽا گهٽ گهٽ جوت تماري.

**ڪرتار پرک:-** منڊڪ اُپنشد (٣-١-٣) ۾ سلوڪ آهي:-

कर्तारमीशं पुरुषं ब्रह्मयोनिम्। ڪرتار ايشور پرش برهما ساڌ سرشٽي اُپائي. نانڪ ديو به بلڪل ساڳي ڳالهه ٿو چوي:-

आपे करता पुरख बिधाता پاڻ ئي ڪرتار پرک وڌاتا- برهم سرشٽي اُپائي. ڪٺ اُپنشد (١١-٣-١) ۾ لکيل آهي:-

पुरुषान्न परं किंचित् پرش (پربرهم) کان پري ڪجهه ڪونهي.

**حسم:-** نانڪ ديو پريما ڀڳتيءَ سان پرماتما کي پاتو هو. ڀڳتي مارگ ۾ داس ڀاونا (هنومان واري)، متر ڀاونا (ارجن واري) پتا ڀاونا (ڌرو پرهلاد واري)، متر ڀاونا (رامڪشن پرمهنس واري)، پتي ڀاونا (ميرا وانگر) وغيره جدا جدا ساڌنائون آهن، تن مان گروجن سداءِ پتي ڀاونا کي اڳرائي ڏني. پين سيڌي

رشتن کان وڇڙي ۾ وڇڙو ٿالو آهي ڏال مڙس جو. هڪ ٻئي جو اڌ سرير، جنهن ۾ ٻيائيءَ جا ٻنڌڻ لٿا رهن. گروجن پنهنجي گهٽن شبدن جو پوڳ آئين پالو آهي نه خسم جي رضا موجب هلو.

आदि जुगादी अपर अपारे । आदि निरंजन खसम हमारे ।

آد جڳاد کالولي آهو هري کان ٻري ٻي انت ٿولڄن پريو اسان جو کهوٽ آهي. انجي مرضيءَ موجب هلڻ سان ۽ رجهائڻ سان گرمکه ساڌڪ کي سڀ ڪجهه پراپت ٿئي ٿو. ان ٽتيءَ لاءِ گروجن ٻرين اکر کي به ڪم آندو آهي:-

पिर बिनु तिसु धन सीगारा पर पिर राती खसमु बिसारा ।

ٻرينءَ کالسواءِ ـــ ساج سينگار ڪهڙي ڪم جو؟ پرائي پتيءَ (واسنائن سان پريل من) سان دل لڳائي، پنهنجي پتي پرماتما = خسم کي وساريائين ٿا. سامي صاحب به ساڳئي مطلب جا گهڻيئي سلوڪ چيا آهن ۽ سنتن کي سهاڳڻ ڪوٺيو آهي:-

سامي ساڻي جاڻ، سهاڳڻ سچ جي،
جنهن پرچايو پرينءَ کي، اڀي پالهنجو پاڻ،
سنسي ري سيوا ڪري، سڪ صبوريءَ سان،
پوري لهنجو پاڻ، خاوند خالي نه ڪري. (پاڻ = گهر، در)

**واهگرو:-** ٽانڪ ڏيو جي هن جيونيءَ ۾ "واهگرو" لفظ نه آيو آهي. مان ور ور گروجن جي ٻاڻيءَ جو ابياس ڪيو پر ڪٿي به اهو سندر شبد نه لڌو. جيتوڻيڪ گرنٿ صاحب ۾ ڀٽن گرن اهو شبد واپرايو آهي. انجي معنيٰ آهي "ڏن-گرو." ڪن لکيو آهي ته وا = واسديو، هـ = هري، گو = گوبند، ر = رام. جڻ تـــ "واهگرو" چوڻ سان ڀڳوان جا چار نالا جپجن ٿا. ڪو به سچو ان شبد جي ٻي معنيٰ ڏيندو ته شڪرگذار ٿيندس.

**پريم ڀڳتي رس:-** سڀني شاسترن ۾ لکيل آهي ته ٻرڀوءَ سان ميلاپ جو آڌار ڪٿن ڪري لئو سگهجي. لـــارڊ ڀڳتي

سوتر (٥٢) ۾ لکيل آهي:- मूका स्वादनवत् يعني گونگي جي سواد سمان. ساڳي ڳالهه گروجن سورٺ راڳ، اشٽپديءَ ٦-١ ۾ چئي آهي سو شبد نه ڄڻ سنڌي ٻوليءَ جو ٿو لڳي:-

جن چاکئا سيئي سواد جاڻن، جئين گونگي مٺيائي،
اَکٿي کا ڪيا ڪٿيئي، پائي چالئه سدا رضائي.

سامي صاحب به چيو آهي:-

گرمک ٻڌ پائي، ڪنهنکي سلي ڪينڪي،
اُنڌي اُهر اندر ۾، ٻيو سامي سلاهي،
جيئن گونگو ڳڙ کائي، مشکي ڪڇڪي ڪينڪي.

آتم سمرپڻ يعني اُنجي رضا تي هلڻ ۽ اندر ۾ سالڌهه سک ۽ سراهڻ = (گڻ گان) جي ڏور سان ٻڌيوءَ کي ٻڌڻو ڪرڻ آهي نانڪ ديو جي ساڌنا.

**انقلابي سڌارڪ**:- نانڪ ديو هڪ نبي، ستگرو، مهاڪوي، آدرش گرهستي ۽ وڏو سنياسي هو، پر سڀکان وڌيڪ هو هڪ آزاد خيال انقلابي سڌارڪ هو. پر اهو مهان ڪارج هن اهڙي ميناج ۽ نمرتا سان ڪيو، جنهنجو جڳت جي اتهاس ۾ مثال نٿو ملي. محمد صاحب يا لوٿر وغيره مهاپرشن ٿئين جاڳرتا ۽ سڌارو آندو، پر تنهن خون خرابيون ۽ جنگيون نه ڏٺيون ٿيون. پاڙس ۾ شاستراٿ ۽ واد وواد جي چٽاڀيٽين ۾ مخالفتين کي نيچو ڏيکارڻ جو رواج هو. پر نانڪ ديو سڀني کي نمرتا ۽ مٺن واڳن ذريعي پنهنجا سڌانت مڃايا. پاڻکي سداءِ نيچن کان به نيچ چيائين، ٻرهمڻ، پوڄاري ۽ مهنت، قاضي، مولوي ۽ پير، ڀڳوان جي نالي جيڪا ڌرم جي دڪانداري کولي ويٺا آهن ۽ عوام جي هڏيءَ تي هريل آهن، تنجي پاکنڊ، آڏمبر ۽ ڀرمن جا هن خوب پول پڌرا ڪيا ۽ ڌرم جي سچي معنيٰ ٻڌائي.

ڌرم جا ٻه انگ آهن، اکر ۽ لگر. وسماد ۾ ٻڌجي جيڏو پهرين

ته مان ڪير آهيان؟ ڪاٿان آيو آهيان؟ نيٺ ڪاڏي ويندس؟ هيءُ چوڏس چوڌار ڪائنات ۽ برهمانڊ ڪنهن ٺاهيو آهي، ڪنهن پنهنجو پاڻ پيدا ٿيو آهي؟ جي انجو ڪو سرجڻهار آهي ته اُنکي ڪيئن ڄاڻجي؟ انهيءَ حيرانيءَ جا جواب سڀني مذهبن ۾ ڏنل آهن ۽ ان تتوَ گيان کي نگم ٿو چئجي.

هندو ڌرم ۾ انهن سوالن جا جواب، ٻين ڌرمن وانگر اٽل، ڪٽر يا مقرر ٿيل ناهن، راهون رام ملڻ جون آهن اگم اپار. ستيه بي انت آهي ۽ اُن کي پراپت ڪرڻ لاءِ بيشمار ودوانن ۽ فلاسافرن بي انت گيان ۽ سوچ ويچار پڌايا آهن. ويدڪ ڌرم ۾ ٦ درشن شاستر (ڏسڻ جا طريقا) بلڪل علحدا ۽ هڪ ٻئي جي خلاف آهن ۽ نيٺ ويدن ”نيتي-نيتي“ به چيو آهي يعني هي به ناهي، هو به ناهي، مطلب ته پتو نٿو پوي. نانڪ ديو به چيئو ته ڪرتار جو انت ڄاڻي نٿو سگهجي ۽ جڪو چوي ته مان اُنکي ڄاڻان ٿو سو وڏو پُوڪ گنوار آهي. اهڙيءَ طرح شنڪر آچاريه، رامانج، ولڀ آچاريه، گوتم ٻڌ ۽ مهاوير وغيره گهڻئي تتوَ گياني ٿيا آهن پر سڀني جا جدا جدا سڌانت به اڳي ٿي ويدن ۾ آهن. اڳ ڏيکاريو آهي ته نانڪ ديو جو مول اُصول ته اُن ”هڪ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي“ به ويدڪ سڌانت موجب آهي. سناتن ڌرم ايڏو مهان ۽ موڪرو آهي جو سڀني مذهبن جا سڌانت انهر ماڻي سگهن ٿا.

ڌرم جو ٻيو پاسو آهي اگر جو - ڪرمڪانڊ، جو ڌار ڌار مذهبن ۾ جدا جدا آهي. پوڄا ۾ مٿين اوله ڏي ڪجي ڪين اوڀر ڏي، جمع ڏينهن ڪجي ڪين آرتوار ڏينهن، ڪنهن مورتيءَ، اگنيءَ، ڪتاب، مڪي جي ڪاري پٿر يا سليب اڳيان سجدو ڪجي، جڻيو چوٽي طهر ٻپتسا روزا نمازون وغيره. اگر جي انهن لمون انسان ذات کي مولجهاري ۽ ڏتيڙ ۾ وڌو

آهي. آزاد خيال نانڪ ديو انهن سڀني کي نيساري مانوءَ ڌرم
جو آواز بلند ڪيو، ”نا ڪوئي هندو، نا ڪوئي مسلم.“ سڀ
انسان هڪ خدا جا ٻندا آهيون. جي اڄ نانڪ ديو جي اصولن
تي عمل ٿئي ته پرٿويءَ تان جنگيون جهيڙا مٽجي، سرڳ ٺهجي پوي.

هندو سماج ۾ ته انهيءَ ڪرمڪانڊ رڻ ٻاري ڏنو هو. مندرن
مڙهين ۽ شوالن ۾ ڌرم جي دڪانداريءَ جو زور هو. پاپ جي
بدلي پاپ ٿي رهيو هو. ابوجهه ڪنيائن کي مندرن ۾ ديوَ داسيون
بڻائيندا هئا جي ناچ ڳائي ۽ عيش عشرت لاءِ ڪتب اينديون
هيون. ديويءَ تي جانورن کانسواءِ ابوجهه ٻالڪن ۽ ماڻهن جون
بليون چاڙهيندا هئا. اڇوتن کي ساڳئي کوهه ۽ گهاٽ تان پاڻي
ڀرڻ نه ڏيندا هئا. خسيس من گهڙت گناهن ڪري سماج مان
بهشڪار ڪندا هئا. سمنڊ جي مسافري ۽ ودوا وواهه به اپراڌ
ليکيا هئا. تنهنڪري ڪيترا هندو وڃي مسلمان ٿيندا هئا. نانڪ
ديو انهن هزارين سالن جي اياچار خلاف ڪامياب مقابلو ڪيو.
جن ذات پنٿي جوڳين جو عام جنتا تي ڌهڪاءُ ويٺل هو تنهنکي
گوشمالي ڪيائين؛ برهمڻن جي به قلعي کولي هئي؛ تنهنکي به
نيساري ڇڏيائين جو سڀني جي شاديءَ غميءَ وغيره تي برهمڻ
جي ضرورت نه ٿيندي آهي. پاڻکي پرماتما جا پوڄاري سڏائيندڙ
پوڄارين ۽ پنڊتن جي به هن خوب ڇنڊڇاڻ لاٿي.

نانڪ ديو ڇوتا ڇوت کي پاڙئي ڪڍيو. هن سدائين چيو
ته جنم، ذاتي، مذهب يا تلوار جي زور تي ڪو وڏو ناهي ۽
هيٺين ۽ ابوجهن کي ڏهڻ ۽ ستائڻ جو ڪنهن کي حق ناهي. سڀ
انسان هڪ خدا جا ٻندا ۽ هڪجهڙا آهن. ان سدائين کي عمل
۾ آڻيائين جو هنجي ستسنگ يا لنگر جي پوڄن ۾ برهمڻ ۽ شودر،
هندو مسلمان، امير غريب سڀ ڪنهن پنڌ پاڙ جي گڏجي ويهندا
هئا. اهو هڪ وڏو انقلابي قدم هو جنهن هندو مسلم ۽ اوچ نيچ

۾ ميلاپ آندو، نه ته اُن زماني ۾ هڪ هندوءَ جي زندگي ۾ ٻيو
ڄاڻ وارو هندو به ڇهندو هو ته پليت ليکيندا هئا. شادي وواهه
نه ڇڏيو، پر اٿڻ ويهڻ، ڏٺي ڏاڙيءَ وغيره ۾ به ويڇا وڌيل
هئا. اڄڪلهه هندو مسلم سک عيسائي سڀ گڏجي اُٿن ويهن کائن
پيئن ٿا. سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪنهن کي به اڇوت نه ليکيندا هئا. انسانيت
جي ان ايڪتا ۾ گرو نانڪ جو وڏو هٿ ۽ جس آهي.

انهن ناهي ته نانڪ ديو جا سڌانت ۽ سڌارو، هندو جاتيءَ
لاءِ ڪا نئين ڳالهه هئي. شنڪر آچاريه سڀني جاتين، مذهبن ۽
اوچ نيچ انسانن ۾ ساڳي چيتن سٽا ٻڌائي؛ رامانج سڀني جاتين
کي هڪ ڪري ليکيو ۽ اڇوتن کي مندرن ۾ وڃڻ جي ڇوٽ
ڏني. ڪبير جي گروءَ رامانند نراڪار جي پوڄا لي زور ڏنو ۽
ٻين سنتن به نانڪ ديو جهڙن سڌانتن جو پرچار ڪيو هو پر
گرو نانڪ جي وڏائي اُها آهي ته هڪ گرهستي هوندي به هن
وڏي دليريءَ سان اهي انقلابي سڌارا عمل ۾ آندا.

نانڪ ديو نه رڳو سناتن ڌرم جي نگم يعني ڌارمڪ لتو گيان
جو، پر اسلام، ٻوڌي يا جيني مول سڌانتن جو به کنڊن نه ڪيو
آهي، رڳو جيڪي ماڻهو انهن شاسترن جو اصلي مطلب نه ويچاري
ٻاهريون ڏيک ۽ ڏيکاءُ رکي ويٺا آهن، انهن جي مخالفت ڪئي.
چيائون- ”ويد ڪتيب ڪهو مت جوٺي، جوٺا سو جو
نه ويچاري.“

**ٻيو پو سورمو-** گروجن پنهنجي سڄي ڀارت جي رٿن ۾
نه رڳو پوائنتن ٻلائن ۽ خونخوار جانورن، لٽيرن ۽ راڪشسن کي
پنهنجي پريم ۽ نام جي شڪتيءَ سان سڌاريو، پر اُنکان وڌيڪ
سورهيائيءَ جو ڪم اهو ڪيو جو هزارن سالن جي هلندڙ مورتي
پوڄا، شراڌ ۽ ڏکڻا وغيره جي به مخالفت ڪئي، جن ٻانڀڻن
پوڄارين ۽ مهنتن جي پيٽ تي لت ڏني ۽ جن جو ڌندو خراب

ٽيندو، سي ضرور چيتا ۽ جوڪائتا ٿي پوندا، پر هنڪي پنهنجي
خسم جو ڏاڍو ڏپ ۽ آسرو هو. هن ڪنهنجي به تاس نه ڪئي ۽
ڪارج ڪندو رهيو. هن پرماتما جي پوڄا کي پاکنڊ ۽ اڀمنو
ڪان آجو ڪري، پريم ڀڳتيءَ جو سڌو سنوائتو رستو ڏيکاريو.

هن مسلمانن جي روزن، نمازن ۽ ڏيکاءُ جي پوري فقيريءَ
جو به ڏاڍو ورود ڪيو. ڪٽر تعصبي مسلمانن جي قلعن مڪي
مديني ۽ بغداد ۾، انهنجي مذهبي عقيدن جي کليو کلايو
مخالفت ڪرڻ ۽ وڏن هيبتناڪ حاڪمن، بابر ۽ لوڌيءَ کي سچ
چئي ڏيڻ ۽ چنڊ ڪيڻ، ڪو اهڙي جهڙي سورمي جو ڪم آهي!

**هندو مسلم ايڪتا:-** نانڪ ديو جي وڏي ۾ وڏي خوبي
اها هئي جو هن هندڪي - مسلمانڪيءَ کي ريٽي رڳو انسانيت
جي تائيد ڪئي. هو مسجدن ۽ درگاهن ۾ مذهبي وعظ ٻڌندو
هو ۽ ڪندو هو يا صوفي فقيرن ۾ واهي ڪلام ڳائيندو هو.
ساڳيءَ طرح مندرن ۽ مڙهين ۾ وڃي هري ڪيرتن ڪندو هو.
اُن زماني ۾ ڪٽر مسلم حاڪمن جي ڦهري حڪومت هئي،
جن کي اهوئي جنون هو ته هندن کي ڪيئن به مسلمان بڻائجي.
اِنلاءِ هنن سان لعديون ۽ جنيون به جنين جهڙيون ڪندا هئا. هو
پاڻکي هڪ اوچ خاص سند بخشيل قوم ۽ هندن کي ذليل ليکيندا
هئا. پر نانڪ ديو ۾ اهڙي مٺا هئي جو گهڻيئي مسلم حاڪم،
پير فقير ۽ اولياءَ ڪيس پنهنجو مرشد ڪري مڃڻ لڳا. هن ڪڏهن
به اسلام کي نه ڀڏايو ۽ نڪي مسلم نواز پاليسي اختيار ڪئي،
مورڳو مڪي مديني ۾ محمد رسول کي خدا جو رڳو هڪ خاص
پيغمبر مڃڻ کان به انڪار ڪيو. اِها اسلام لئي هڪ زبردست چوٽ
هئي، ته به عام مسلمان ۽ مذهبي اڳوان چوندا هئا ته ”نانڪ شاهه
فقير، هندئون ڪا گرو، مسلمانون ڪا پير.“ هن هندو مسلم
فرقيوار ڪلفت کي الفت ۾ تبديل ڪيو.

گروجن جي جيونيءَ مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هندو ڌرماچارين
کان وڌيڪ مسلمانن جا وڏا وڏا اولياءَ، حاڪم، امام ۽ قاضي
هنجا مريد هئا. انهن مان جهوناڳڙهه جو نواب فيض طلب خان،
شيخ برهم، شاهه شرف، مخدوم رڪن الدين، بغداد جو پير
بهلول، خان عبدالرحمان، ميان مٺو، ولي قنڌاري، امام
ڪريم الدين، پير جلال الدين ۽ ٻيا ڪيترا خدائي فرشتو ڪري ليکيندا
هئا ۽ هنجي خدمت ڪرڻ ۾ پنهنجو بخت ڀلا سمجهندا هئا. گروجن
جي اثر هيٺ، انهن حاڪمن ۽ مذهبي اڳواڻن هندن تي زور
ظلم ڪرڻ ڇڏي ڏنا هئا. امرتسر جي سوني دربار جي زمين
شهنشاهه اڪبر ڏني هئي ۽ ميران مير نالي هڪ اسلامي اولياءَ
ان ”هري مندر“ جو بنيادي پٿر رکيو هو. اها ڇنجي سچي
هندو مسلم ايڪتا.

انجي ڀيٽ ۾ مهاتما گانڌيءَ جو مثال وٺو. ان وچاري،
مسلمانن لاءِ ڪيڏو نه هٿ پئوڙيو! انجو پنهنجي پرارٿنا سڀائن ۾
قرآن شريف پڙهي سندن مذهبي پرچار ڪندو هو. پر سندس مکيه
ساٿيءَ مولانا محمدعليءَ ظاهر ڪيو ته هڪ ذليل وچاري مسلمان
به گانڌيجيءَ کان اتم آهي. گانڌيجيءَ جا گهڻا ساٿي، خلافت هلچل
ڪانگريس تبليغ يعني هندن کي مسلمان ڪرڻ ۽ فسادن ڪرڻ ۾
لڳي ويا. اهو هو گانڌيجيءَ جو مٿن اثر! گانڌيجيءَ جي هندو
مسلم ايڪتا جو آخرين نتيجو اهو نڪتو ته ڀارت ماتا ٽي ٽڪر
ٿي، لکين هندو مسلم ڪسجي ۽ مسجي ويا، دربدر خاڪ بسر ٿيا.

**مهاڪوي ۽ گوڏيو.**- نانڪ ديو پرڀوءَ کي ڳائڻ سان پاتو.
هن ڪي تپسيا ڪئي ۽ نڪي هٺ يوگ ڪمايو، پر سمپورڻ
پراڻ ۽ لگن سان پرڀوءَ جا گڻ ڳان ڪيا جو آهي شبدني تپسا ۽
يوگ ٿي پيا ۽ هنکي سڀ سڌيون پراپت ٿيون. هنجو رستو ڪيتن ۽ گلن
سان ڀريل آهي. هن زماني ۾ يوگ ۽ تپسيا ٿيڻ نه ڪلن آهي.
نانڪ ديو جي وڏي ۾ وڏي امداد آهي ڀڳتي، گيان

وڏائي ڀرڀل مٺا رس ڀرڀل شبد. ڪوبه ڪهڙا به ڏکيو سوال ڪاڻس پڇيو ته تنهنجو جواب تتڪال ڪيس مٺن راڳن ۾ ملي ٿو. خاص ڪري ڀڪاري راڳ ۾ هن قدرت جي سندرتا، ٻارهن مهينن ۽ مندن جو جهڙڪر شاعراڻو ورڻن ڪيو آهي، سو هڪ مهاڪويءَ جو ڪمال آهي. رڳو انهن شبدن جي شاعراڻين صفتن جي آڌار سان هڪ ٻيو گرنٿ ڀرجي وڃندو.

مهاڪوي ته ٻيا به ٿيا آهن- ڪاليداس، والميڪ، تلسيداس، ٻيو ٻولي، هومر، شيڪسپيئر وغيره، پر نانڪ ديو جي هڪ عجيب ذات ڪا آهي ته هن پنهنجا شبد جدا جدا شاستريه راڳ راڳڻين ۾ چيا آهن. جملي ٣١ قسمن جا راڳ ۽ ١٧ قسمن جا جدا جدا مالوائن جا نيڪا تال آهن، جنکي گرنٿ صاحب ۾ "گهر" چيل آهي ۽ "سنگيت رتناڪر" جي سنسڪرت شاستر ۾ تال ۽ لئه جو نمونو چيل آهي. شاستريه راڳن ۾ گهٽيئي ڀيد ٿيندا آهن، جيئن گوڙي راڳ ۾ شڌ، ديپڪ، گوڙي پوربي، گوڙي بيراڳڻ، گوڙي مالا وغيره. ٽوڏي راڳ ۾ ٢٢ تفاوت آهن. سارنگ ملهار، ڪلياڻ ۽ بلاول راڳن ۾ ١٢ پرڪار آهن. سيڏي راڳن جا سوکم ڀيد گروجن پنهنجن شبدن ۾ ڪم آندا آهن. نه رڳو ويدڪ شاستريه سنگيت جا پر فارسي ۽ ترڪي نموني جا راڳ، ڪرناٽڪي ۽ بنگالي راڳ به گرنٿ صاحب ۾ آهن.

گروجن جي ڪاويه ۽ سنگيت جي ڪماليت ڏسي هردي ۾ حيراني ۽ شردا پيدا ٿي وڃي. اڄ پنج سؤ سالن کانپوءِ به گروجن جا موهيندڙ شبد پڙهي من ٻڙيو ٻريم جي آنند ۾ مگن ٿي وڃي ٿو.

مکيه سکياڻون، نانڪ ديو جون مکيه چار سکياڻون آهن.

(١) **ڪرت ڪرو**، نام جپو، ونڊ ڇڪو. ڪرت ڪار ڪريو، نام جو جپ ڪريو، ونڊي ورهائي کائو. ڏنڊي، واپار، محنت ۽ هنر سان، پنهنجي ۽ ديس جي اُنتي ٿيندي. نام جپڻ سان من شڌ ٿيندو. سنسار ۾ جهڪي به خراب ڪم ٿين ٿا سي من

جي غلط ٿيڻ ڪري ٿين ٿا ۽ بدني بيماريون به وڌن ٿيون.
”ڳائڻي سڻڻي ۾ رکجي ڀاءُ، ڏک ٻڙ ھر سک گھر لڳي جاءِ.“
هري نام جو ڪيرتن ڪرڻ ۽ ٻڌڻ، من ۾ پريم جو ڀاو رکو ته
سڀ روڳ گھر مان ڏک ھلندو ويندو ۽ سک سمائجي ويندو. من
نرمل ٿيڻ سان سداءِ شبھ ڪارج ۽ ٻين کي سکي رکڻ جا ڪم
ٿيندا. ولدي ورھائي کائڻ آھي سچو سماجواد.

(۲) نانڪ ديو جي گھڻن شلوڪن جو پوڄ الھن پاتل آھي ته
مالڪ جي ڀاڻي ۾ ٻيا رھو. **حڪم رضائي چلڻا نانڪ لکيا نال.**
ڪرمن انوسار جيڪو لکيل آھي سوئي ٿيندو، تنھنڪري
ٻئي ڪنھنکي ڏوھ ڏيڻ ۽ واڳ وروڌ ڪرڻ نه گھرجي. اُن
مالڪ جي حڪم تي راضي رھي سنتوش سان شڪر ڪري
ھلجي. **جو تڌ ڀاوي سائي ڀلي ڪار.** ھي نريو! جيڪي
ترڪي وٺي تنھنجي تي ڀلائي آھي.

(۳) نانڪ ديو وارون وار ديا ڪرڻ تي گھڻو زور ڏنو آھي.
ٻين سنتن ۽ شاسترن به ديا کي ڌرم جو مول لکيو آھي. ٻين کي
سک ڏيڻ سان پاڻکي سچو سک ملندو. سوادي طعام کائڻ، سئنيما
۽ تماشا ڏسڻ، راڳ ٻڌڻ، ٻرائي ٻچار ڪرڻ وغيره ۾ جيڪو سک
ملندو، تنھنکان پروپڪار جو سک سچو ۽ وڌيڪ آھي. سنسار ۾
سک وڌائڻ جو اھو ئي ڪارگر اپاءُ آھي.

(۴) امرت ويلي انحد ناد سوھم جو نام جپ. اُستوُل ديھ
کي ھرروز اشنان سان صاف ڪجيتو، ليڪن ھرروز من جي ميل
لاھڻ به ضروري آھي. اھو ھيريش ٿيندو. جھولجھڪري جو
اٿي ھِڪ چِتا تي ويھو. من ۾ جيڪي فڪر ۽ ڦڙتا ۽ خيال اچن
تن کي ڏسندا رھو ته پاڻيھي من شانت ٿيندو ۽ انحد جي جھيڻي
جھڻڪار ٻڌڻ ۾ ايندي. ساھ کڻندي ”سو“ ۽ ڪڍندي ”ھم“
جو جپ ۽ ڌيان ھلندو رھي. سوھم معنيٰ ”مان اھو آھيان.“
سڀڙ ناھيان، ھن سڀڙ جمڻ کان اڳ به ھوس، پالڪپڻ ۾ جواني ۾

۾، ٻڌائي ۾ ۽ مرڪ ڪالپوءَ ۾ ساڳيو اهو هوائس. اهو آهي
آتم سروپ جو چنتن. سهج يوگ جي اها سادنا ڏکي ناهي. ڪري
ڏسو! پرماتما جي پراپتيءَ جو اهو رستو آهي.

**ٻولي:-** نانڪ ديو جيترو رٽن ڪيو، اوترو ٻيو ڪنهن انسان
نه ڪيو هوندو ۽ سو به اُن وقت جڏهن مسافريءَ جي سهوليت
ڪانه هئي ۽ خونخوار ماڻهو ۽ جانور واٽهڙن لاءِ اکيون ٻاريو، واٽ
ڪولي سيڙيا ويٺا هوندا هئا. گروجن پنهنجن چئن سفرن ۾ ويهه
هزار ميل مسافريءَ ۾ جدا جدا ٻولين وارن پرڳڻن ۽ ملڪن ۾ ويا،
اُتي ڳوڙ گيان اُپديش ۽ واد وواد ڪيائون. ڪن پستڪن ۾
لکيل آهي ته اُهي ٻوليون ڪين پنهنجو پاڻ ايندڙ هيون ۽ عام
ماڻهو ڪين سولائيءَ سان سمجهي سگهندا هئا. ڪيئن به هجي، پر
اسانکي سندس ٻاڻيءَ ۾ عربي، ترڪي، خراساني، بنگالي، آسامي،
گجراتي، ڪنڙ ۽ تامل ٻولين جا گهڻيئي لفظ ملن ٿا. سنڌي ٻوليءَ
جا ته چيدا چيدا لفظ ۽ سچيون سٽون ملن ٿيون. اهي اکر پنجابيءَ
۾ هيٺئين ڪم نه ايندا آهن، جيئن ته سڌڪ، ڄڄ، سڄ، وسنو،
ڪرلکهو، پيڻ وغيره. پنج سؤ سال اڳ سنڌيءَ جو ساڳيو روپ
هو جيڪي ڪيترا شبد گروجن پنهنجي ٻاڻيءَ ۾ چيا آهن. اها
جدا وڏي وشيه آهي سا وستار جي ڀؤ کان هتي نٿو ڏيان.

هڪ علائقي پنجابي ٻوليءَ ۾ گرنٿ صاحب هجڻ ڪري، سکي
ڌرم رڳو پنجاب ۾ محدود رهيو. نه ته پنهنجي گڻن ڪري سڄي
ڀارت کي لاڀ رسائي ها. جيتوڻيڪ پاتالا ڊاڪا ۽ ناندير وغيره
پنجاب کان ٻاهر استانن تي سک سنگت آهي، پر نه به اُتان جي
خلق کان الڳ آهي. ڪيرالا جي شنڪر آچاريه ۽ ٻين آچارين جو
پرچار سنسڪرت ۾ ۽ ڪبير وغيره جو هندستاني ٻوليءَ ۾ هجڻ
ڪري اُهي سڄي ڀارت ۾ پکڙيل آهن. پنجابي ڀاشا ۾ هجڻ ڪري
هڪ فائدو اهو ٿيو آهي ته سکن جي هڪ پڪي سنگت ٺهي
سگهي آهي. جيا جيڪر سڄي ڀارت ۾ پکڙيل هجڻ ڪري

ٿي نه سگهي ها. گرو گرنٿ صاحب هندو ڌرم جي تتو گيان جي املهه هيرن جواهرن جو ڀنڊار آهي، تنهنڪري هڪ سمپرادا ۾ محدود رکڻ ٺيڪ ناهي. ٻين شاسترن وانگر هن گرنٿ جو به سڀني ورڳن ۾ پرچار ٿيڻ گهرجي. گرنٿ صاحب جي امرت واڻيءَ جو سڀني ڀارتي ڀاشائن ۾ ترجمو ۽ پرچار ٿيندو ته ديش جو ڪلياڻ ٿيندو.

ٻوليءَ جي آڌار تي، ٻوڌين ۽ جينين وانگر سکن به پنهنجو وجود الڳ ٻڌايو آهي پر اصل بنياد ۾ فرق نه هجڻ ڪري هو پاڻکي هندن کان ڇني ڌار ڪري نه سگهيا آهن. ٻوڌين ۽ جينين وانگر سکن جو به سناتني هندن سان روٽيءَ ۽ شادي مراديءَ جو سمبنڌ آهي. سياسي سوارٿ ڪري، سکن کي هڪ جدا قوم ٻڌائڻ جون گهڻيئي ڪوششون ٿيون آهن پر جن سکن هندو ڌرم جي رکيا لاءِ مهان قربانيون ڪيون آهن سي علحدا ڪيئن ٿي سگهندا! ديس جي ورهاڱي ثابت ڪري ڏيکاريو ته سک، جيني وغيره سڀ سناتن هندو ڌرم جا انگ آهن.

**معافي ۽ شڪرگذاري:-** سنڌي زبان جي اکرن جي جوڙجڪ ۽ جملن جا جلوا ۽ جوهر، روح کي راحت ڏيندڙ روانگي، من موهيندڙ مثال ۽ محاورا، تن کي تازگي ڏيندڙ تشبيهون ۽ ترڪيبون، سهڻا ۽ سهنجا سخن لکڻ لاءِ جيڪو ڏانءُ، ڏاهپ ۽ هلاڪت گهرجي، سا مونکي ڪانهي ۽ هن پيريءَ ۾ پاڻ پتوڙڻ نٿو پڄي، تنهنڪري پنهنجو اڻاٽو ۽ پيارو ٻار سمجهي معاف ڪجو.

**لوڪرام ڏوڏيجا**

**ٿيون ڇاپو:**

سرڳواسي لوڪرام ڏوڏيجا جي پوهٽي هريش سڌاري، سنواري ڇپايو آهي.

هن سناتني هندوءَ جي هيءَ گرو نانڪ جيوني اينري پسند پيل آهي جو هن گرنٿ جو ديوناگري، هندي ۽ انگريزي اُلٿو شرڌالو تيار ڪري ڇپائڻ جي يوجنا ٻڌائي رهيا آهن

**گرڌرلعل لوڪرام ڏوڏيجا**



# گرو نانڪ ديو

## جيوني ۽ گيان

### ١- جنم ۽ پڙهائي

پنجاب (پاڪستان) جي شيخوپورا ضلعي جي تلونڊي راءِ ڀوءِ نالي ڳوٺ ۾ ١٥ اپريل ١٤٦٩ع برابر ويساک سڌي ٽيج سنبت ١٥٢٦ تي نانڪ ديو جو جنم ٿيو. ڀائي ٻالي جي جنم ساکيءَ ۾ ڪتيءَ جي پورڻما لکيل آهي. هاڻي کوجنا ڪري ثابت ڪيو اٿن ته جن جنم ساکين ۾ ويساک لکيل آهي سي پرماڻيڪ ۽ ٺيڪ آهن. سوين سال جنم ڏڻ ڪتيءَ جي پورڻما تي ملهائيندا رهيا تنهنڪري انهن بدل سدل نه ڪئي اٿائون.

نانڪ جي پتا جو نالو ڪالو راءِ يا ڪلياڻچند مهتا هو ۽ ماتا جو نالو هوس ترپتا. پٽ ڄمڻ وقت ڪالو راءِ جي عمر ٢٩ سال هئي. هو بيدي ونش جو کتري هو ۽ ڳوٺ جو مکيه مالدار ماڻهو هو. کيس ڳائيون مينهون ۽ کيتيءَ جي زمين به هئي. ٻالڪ نانڪ کي پنج سال وڏي هڪ ڀيڻ هئي. جنهنجو نالو هو نانڪي. اُها پنهنجي ننڍڙي ڀاءُ کي ڏاڍو پيار ڪندي هئي. کيس هٿ کان وٺي گهمڻ سيکاريائين ۽ سندس ٽوتلي ٻوليءَ تي کلندي ۽ سنواريندي هئي. ماتا ترپتا جا ٻئي ٻار سندس اکين جا تارا هئا ۽ کين ڏسي پيئي ٽڙندي هئي. ٻئي ٻار ڳوٺ جي ٻين ٻارن سان

رانديون پيا ڪندا هئا. ڳوٺ جي ٻاهران هڪ سندر بن هو جتي هرڻ، سها ۽ رنگ برنگي پکي لاتيون پيا لنوندا هئا. ساوڻ جي مهيني ۾ بادل گجندا هئا تہ مور پيا نچندا هئا. بالڪ نانڪ سائينءَ جي اهڙي سهڻي جسار ۽ ليلا ڏسي وسمہ ۾ پئجي ويندو هو.

ننڍي هوندي ئي نانڪ ديو ڏاڍو تيکي بڌيءَ، تيجسوي، موهيندڙ ۽ ڀڳوان جي ڀڳتيءَ سان ڀريل هوندو هو. پنجين سالين جي اوستا ۾ هن کي ڳوٺ جي اوجهي گوپال وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريائون، جتي هن سڀ وديا ۽ حساب ڪتاب سکي ورتو. هڪ دفعي پڙهائڻ سان هو سڀ سمجهي ويندو هو. هڪ ڏينهن نانڪ پنهنجي ڪلاس ۾ ماٺ ڪري ويٺو رهيو. پنڊت پڙهڻ ۽ معنيٰ ڪرڻ لاءِ چيس تہ بہ جواب نہ ڏنائين. جڏهن ماستر وري ٻيهر چيس تہ بالڪ چيو، - ”گروجي! توهان هن اکر جو اندريون مطلب تہ سمجهايو ئي ناهي!

پنڊت حيران ٿي چيو، - ”مطلب! اکر جو ڇا جو مطلب!“

بالڪ نانڪ چيو تہ جيئن ”س“ جو مطلب آهي، -

ससै सभु जगु सहज उपाइआ तीनि भवन इक जोती ।
गुरमुखि वसत परापति होव चुणिलै माणक मोती ।।
समझ सूझ पडि पड़ि बझ अत निरतर साचा ।
गुरमुख देखै साच समा बिनु साच जगु काचा ।।

”س“ معنيٰ سچو جڳت پرماتما سهج ئي اُپايو ۽ ٽنهي لوڪن ۾ اُها هڪ ئي جوت (چيتن سٽا) آهي. جڳت ۾ انيڪ پدارٿ آهن، پر گرمک چوندي ڪري (ڀڳتي-گيان- ويراڳ جا) مائڪ موتي ڪٽيندو، سمجهيندو، ساڃهہ ڪريندو ۽ پڙهي پڙهي هنڊائيندو تہ هر هڪ جيوَ جي اندر نرنتر اُهو سچو صاحب آهي. گرمک ان سٽيہ کي ئي سوڌو جهليندو جو اُن ڪانسواءِ سڀ ڪجهہ، فاني

آهي. (اڄڪلهه جا سائنسدان به چون ٿا ته سڄو برهمانڊ اليڪٽرانس سان ئي ڀاي رهيو آهي. اليڪٽرانس معنيٰ جوت جي پرماڻن سان ئي وياپڪ آهي).

”و“ وَرَئي واسديو پرميشر، ويکڻ ڪڻ جن ويس ڪيتا،
ويکي چاکي سڀ ڪڇ جاڻي، اندر باهر رو رهتا.

”و“ اکر معنيٰ واسديو (جيڪو سڀني ۾ وسي رهيو آهي). پرميشور ڏسڻ لاءِ طرحين طرحين جا ويس (جيوَ ۽ پدارٿ) ڪيا آهن. هو (پنهنجي ليلا) ڏسيٿو، چکيٿو (سواد وٺيٿو) ۽ سڀ ڪجهه ڄاڻيٿو. اندر باهر اُن جوئي پرڪاش آهي.

اهڙيءَ طرح سڄيءَ ورڻ مالا جي ٢٦ اکرن جو روحاني مطلب، بالڪ نانڪ جي واتان ۽ سو به مڌر راڳ ۾ ٻڌي پنڊت جا تاڪ لڳي ويا. هو وسميه ۾ پئجي اندر ۾ ائين سوچڻ لڳو ته ڇا هن بالڪ جي ننڍڙي ڄڀي ۽ ڇا هن جي گوڙهه گيان سان ڀريل اوچ ڪوتا! انوقت ڪلاس جي شاگردن ٻڌايس، ”گروجي! توهان نه هوندا هيو ته نانڪ اسان کي هري ڪيرتن ڪرائيندو آهي.“ نانڪ ديو رڳو پنهنجي اوجهي جي وديارٿين کي، پر ڳوٺ جي ٻين ڪن کي به ڪٺو ڪري لات سان رام-نام ڳارائيندو آهي. هو ڄائي ڄم کان وٺي ڀڳتي ڀاوَ ۽ ڳائڻ ڪلا ۾ پڙ هو.



اوچهي گوپال، مهتا ڪالوءَ کي وچي چيو، ”ڪالوجي! تون وڏو ڀاڳوان آهين جو تنهنجي گهر ۾ ڪنهن مهاپرش جنم ورتو آهي. هن ۾ پوربلي جنم جا اهڙا سنسڪار آهن، جو هنکي ڪجهه سيکارڻو نٿو پوي ۽ مون کي پاڻ گيان اُپديش ڏنيئو. هو برهم وديا جو سورج آهي، جنهن اڳيان منهنجي وديا هڪ ڏيئي مثل آهي. اهڙي مهاتما کي مان ڇا پاڙهيندس؟ جيڪا وديا ٻيا ٻار ٨ سالن ۾ پوري ڪندا آهن سا هن ٻن سالن ۾ پوري ڪئي آهي. هاڻي هن کي ڪنهن ويدوِتا آچاريه وٽ موڪليو، جيڪو هن کي برهم وديا ۾ پڪو ڪري.“

اهو ٻڌي ڪالوراءِ ۽ ترپتا ڏاڍو خوش ٿيا. تلونديءَ ۾ برجناٿ نالي هڪ مها پنڊت، سنسڪرت وياڪرڻ ۽ ويد شاسترن جو ڄاڻو رهندو هو. مهتا ڪالو، نانڪ کي اُن مشهور پنڊت وٽ وٺي ويو. اُن وٽ به بالڪ نانڪ جلدي ڪاويه شاستر ۽ اڌياتم وديا جا سڀ شاستر پڙهي پورا ڪيا. اُن به ڪالوراءِ کي اچي چيو ته، ”مون وٽ جيڪا وديا هئي سا هن بالڪ پڙهي پوري ڪئي آهي. هيءُ خود برهم وديا جو ڀنڊار آهي.“

پنڊت جا اِهي وچن ٻڌي بابا ڪالوراءِ نانڪ کي فارسي پڙهڻ لاءِ قطب الدين مُلي جي مڪتب ۾ داخل ڪرايو. اُتي به بالڪ نانڪ سڀ پارسي ۽ اسلامي ڪتاب ٿوري وقت ۾ پڙهي پورا ڪيا. ملو حيران ٿي ويو ته ٻيا شاگرد جيڪو علم ڏهه دفعا پاڙهڻ سان به نٿا سکن سو هي ٻار هڪ دفعو ٻڌائڻ سان ياد ڪري سگهي وٺندو. نانڪ ديوَ ملي کي به الف-بي جي سڀني اکرن جي روحاني معنيٰ ٻڌائي. جيئن، ”الف-الله نئُن ياد ڪر! غفلت مڙو وسار! ساس جي پلٽي نام بن ڌرگ جيون سنسار.“ اهڙيءَ طرح سڄيءَ الف-بي جو روحاني راز ملي کي سمجهائي چيائين، ”سائين! رڳو هنن ڪتابن پڙهڻ سان زندگي سڦل

نشي ٿئي. سداءِ الله تعاليٰ کي ياد رکڻ، سڀني تي رحم جي نظر ڪرڻ ۽ رب جي رضا ۾ راضي رهڻ سان هو ڪريم رحيم اسانکي نهال ڪندو."

ملان قطب الدين اهڙيون ڳالهيون ۽ سو به هڪ ٻالڪ جي مک مان ٻڌي حيران ٿي ويو ۽ ڪالو راءِ کي وڃي چيائين، - "اي ڀڳتاور! تنهنجو پٽ جمندي جام آهي. هن جهڙو تيز فهم ٻار مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو آهي. هيءُ الله جو پيارو ٻندو، جهان ۾ لوڪن کي نيڪيءَ جي راهه تي هلائڻ آيو آهي. هنکي ڪجهه به سيکارڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. هو پاڻ سچي علم جو ڏٺي آهي."

اهڙيءَ طرح نانڪ جي پڙهائي ختم ٿي، پر فارسيءَ جي هڪ تواريخ "سيرين المتا خرين" جي صفحي ٨ تي لکيل آهي ته تلونڊي جي هڪ اناج جي واپاريءَ جو پٽ نانڪ ننڍپڻ کان ئي ڏاڍو سياڻو، سدر ۽ نيڪ چلن هو. اُتي سيد حسن نالي صوفي درويش رهندو هو، جنهنکي پنهنجو پٽ ڪونه هو. هو ننڍڙي نانڪ تي اهڙو ريجهي ويو جو کيس پنهنجو فرزند سمجهي ڏاڍيءَ لڳن سان علم پاڙهڻ لڳو. نانڪ کي به علم سکڻ جو ڏاڍو چاهه هو، جو هن ننڍيءَ عمر ۾ ئي اسلامي اصولن جا سڀ ڪتاب پڙهي پورا ڪيا ۽ انهن ۾ هو مجازي قابل ٿي ويو.

پوءِ نانڪ ديو جي نالي، تلونڊي ڳوٺ جو نالو "ننڪاڻا صاحب" پيو. جنهن جڳهه تي نانڪ ديو جو جنم ٿيو، اُتي سنه ١٨١٩ع ۾ هڪ عاليشان گردوارو ٺهيو. جتي نانڪ ديو پنهنجي سنگتين سان رانديون ۽ هري ڪيرتن ڪندو هو. اُتي جيڪا دربار آهي، تنهنکي "ٻال ليلا" استان چوندا آهن. اُنجي پرسان هڪ پوتر تلاءُ به آهي. ننڪاڻا صاحب جي زيارت ڪرڻ لاءِ هزارين شردالو هرسال پاڪستان ويندا آهن.

## ٢- جڻيا ۽ مينهون چارڻ

هڪ ڏينهن شڀ مهورت ڪڍائي، ڪالو راءِ برادريءَ ۽ دوستن کي ڪٺو ڪيو ۽ برهمڻ کي آندو ته بالڪ نانڪ کي جڻيا پائي. اُن شڀ موقعي تي جُڳ ڪرائي سڀني کي پوڄن ڪرايائين ۽ شهنائي ۽ نغارن وارا به آندائين. بانيڻ ويد منتر پڙهي، نانڪ جي ڳچيءَ ۾ جڻيو وجهڻ لڳو ته هن ڪيس روڪيو ۽ پڇائينس ته جڻيءَ پائڻ جو لاڀ ۽ مطلب ڪهڙو آهي؟ برهمڻ چيس، — ”جڻيءَ پائڻ سان ماڻهو شڌ رهندو آهي ۽ ڪابه اپوتر شيءِ نه ورتائيندو آهي. پراچين رشين منين جڻيءَ جو سنسڪار انلاءِ ڪيو آهي ته لوڪن جي ڌرم جي رکيا ۽ لوڪ پرلوڪ ۾ ڀلائي ٿئي.“



نانڪ چيو، — ”هي سٽ جو جڻيو پراڻو ٿي ڇڄي پوندو ته ڇا ڌرم به ٽٽي پوندو؟ پاڻيءَ ۾ آلو ۽ ميرو ٿيندو ۽ ديهه جي جاڻ سان هيءُ به سڙي ويندو. مونکي ته ڪو اهڙو جڻيو پايو جو نه ڪڏهن ڇڄي ۽ نه خراب ٿئي ۽ پرلوڪ ۾ هلي به منهنجي رکيا ڪري.“

برهمڻ چيو، — ”اهڙو جڻيو ته ڪو ٿيندو ئي ناهي. هيءَ ته

پراچين رسم هندن ۾ هلندي آئي آهي. جڻيو ته هندو ڌرم جي نشاني آهي ته پائيندڙ خراب ڪمن کان پرهيز ڪري."

بالڪ نانڪ چيو، "پوڄيه پنڊت جي! هيءُ جڻيو پائي به گهڻيئي ماڻهو ڀڇڙا ڪم به ڪندا آهن. سالم ۽ دائم جڻيو ته اهو آهي ته ديا جي ڪپهه، سان سنتوش جو سٽ وٽي، لنهنڪي سچ ۽ پريم پڳنيءَ جي پڪي ڳنڍ ٻڌي، نيڪ ڪمائي ۽ پرمارٿ جو ٻڌل جڻيو پائبو ته تن من پوتر رهندو ۽ لوڪ پرلوڪ ۾ ڪلياڻ ٿيندو. انت ويلي ڌن دولت گهر ۾، گانيون ۽ گهوڙا طبيلن ۾، مٽ مائٽ مساڻ تائين ۽ هيءَ ديهه چکيا جي جلڻ تائين ساڻ هلندي. پرلوڪ جي مارگ ۾ اڪيلي جيو سان چڱا مندا ڪيل ڪرم ئي رڳو ساڻ هلن ٿا. پريم ۽ پرمارٿ جو اهو جڻيو پرلوڪ ۾ به ساڻ هلي ڪلياڻ ڪندو. باقي هيءَ بي مطلب جي پراڻي رسم مونکي منظور ناهي."

نانڪ جو اهو گيان ۽ ڪٿو جواب ٻڌي، پنڊت پنهنجي سامگري کڻي هليو ويو. برادريءَ جا ماڻهو پاڻ ۾ بس بس ڪرڻ لڳا. ڪن چيو، "ڇوڪر ته سچ ٿو." ٻين چيو، "جڻيو پائي ڪُل جي ريت نباهي ها ته هن جو ڪهڙو نقصان ٿئي ها! ٻارن ۾ اهڙا خود خيالي ۽ بد سلوڪي چڱي ناهي؟" مهتا ڪالوءَ چيو، "منهنجا پوربلا ڪرم ئي اهڙا ڪوٽا آهن جو اهڙو ٻي چيو پٽ پيدا ٿيو آهي!"

اهڙيءَ طرح نانڪ ديو ننڍپڻ کان ئي پراچين ريتين رسمن تي اعتراض اٿاريو. ڪيس هن زماني ۾ اهي رسمون بي مطلب معلوم ٿيون. هن ننڍپڻ کان ئي پنهنجي روءِ سوءِ ويچارڪ ۽ عمل ڪندڙ هو. مٿس اسلام جي اثر جو سوال ئي نٿو اٿي.

بابا ڪالوءَ کي جڪ لڳا سو نانڪ تي مينهن چارڻ جو ڪم رکيائين. هن لاءِ ته جيئن ٿيو تيئن واهه، جڙيءَ کي جس آهي.

هن کي نه پاڻ اهو ڪم وڻندو هو. هڪ ته جهنگل جي ايڪانت
۾ ڪيس پرڀوءَ جا گڻ ڳائڻ جو وجهه مليو ۽ ٻيو جانورن جو سنگ.
جانور مال ۾ هلندا آهن ۽ مالڪ جي مرضيءَ موجب هلندا
آهن. انسانن وانگر مايا ممتا اهنڪار ۽ ترشنا وس خود پرست
نه ٿيندا آهن. هو سارو ڏينهن مينهن سان جهنگل ۾ گذاريندو
هو ۽ مزي سان راڳ ٻيو ڳائيندو هو. انم هنجي شاعراڻي ذات
وڌي ويئي. هو سنجها جو جانورن کي واپس وٿاڻ ۾ آڻي
ٻهاريندو هو.

هڪڙي ڏينهن ڳائيون مينهون چري رهيون هيون ۽ نانڪ
وڻني پکين جون لاليون ٻڌيون. اتاهه آسمان ۾ اڏامندڙ پکي،
ڌرتيءَ تي قسمين قسمين جا وڻ ٽڻ ۽ جنسار ڏسي، نانڪ
وسماد ۾ پرجي سرجڻهار جي ڌيان ۾ لين ٿي ويو ۽ پوءِ ننڊ اچي
ويس. ڳائين مينهن کي جهلڻ پلڻ وارو نه رهيو ته پرسان واريءَ
ٻنيءَ ۾ گهڙي ويئون ۽ سموري سوادي پوک کائي خوب ڄاوا
ڪيائون ۽ ٻنيءَ جي صفائي ڪري ڇڏيائون.



اُن ٻنيءَ جو مالڪ ڊوڙندو آيو ۽ ڏٺائين ته سندس کيتي
ٻهه چٽ ٿي ويئي آهي ۽ مينهن جو رکوارو ٻالڪ بالم ٿيو سمهيو

پيو آهي. هن نانڪ کي ڏونڊاڙي اُٿاريو ۽ مٿس ڏاڍو اچي ڏمريو. نانڪ چيس ته، "ايشور جي هنن گدام جانورن ٿورو گاهه کاڌو ته ڇا ٿي پيو! ڀڳوان تنهنجي ٻوڪ ۾ برڪت وجهندو!" ٻنيءَ جو مالڪ ٻڙڪندو رهيو ۽ نانڪ کي وٺي ڳوٺ جي حاڪم راءِ بلار وٽ آڻي پيش ڪيو. هن هاءِ گهوڙا مچائيندي چيو ته- "مون راتيون ڏينهان جاڳي محنت ڪري ٻوڪ تيار ڪئي سا ڪالوءَ جي هن المست ڇوڪر سڀ برباد ڪرائي آهي." هن طلب ڪئي ته مهتا ڪالوءَ کان سندس نقصان جي وصولي ڪرائي ڏجي.

راءِ بلار مهتا ڪالوءَ کي سڏائي تمام ڇاڙهي ۽ ان فرياد جو جواب طلب ڪيو. هن چيو ته- "حضور! منهنجي پٽ برابر اهو ڏوهه ڪيو آهي. هو ڏاڍو آرسي ۽ الغرض آهي. منهنجي بدبختي آهي جو اهڙو ٽوٽي ۽ نقصاني پٽ پيدا ٿيو آهي. مان پنهنجا ڪرم ٿو ڪٽيان."

حاڪم چيس ته پنهنجي ٻار جي حرڪتن لاءِ توهان ذميوار آهيو. پوءِ نانڪ کان صفائي گهرائين ته هن آسمان ڏانهن آڱر کڻي چيو ته- "سڀ اُن جي مرضيءَ موجب ٿي رهيو آهي ۽ سڀ نيڪ ٿي ويندو. اُن جائي جانور آهن ۽ اُن ئي ٻنيءَ ۾ موڪليا. اُن ئي ٻنيءَ ۾ فصل اُسرايو ۽ هڪ دفعو اُسرايائين ته وري به اُسرائي ۽ وڌائي سگهندو. انهيءَ راءِ ويلا مچائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ جيڪو اُن جي ڀاڱي ۾ پيدو رهيو تنهن کي ڪو ٽوٽو پوندو ئي ناهي."

حاڪم کي اهو جواب نه آڙيو. هن فيصلو ڏنو ته ٻنيءَ جي مالڪ کي نقصان مجرا ڏنو وڃي. انهيءَ هن جاڙو ڪاردار موڪليا ته ٻنيءَ ۾ ٿيل زيان جو تخمينو ڪري اچو ته فرياديءَ کي تاوان ڏيارجي. ڪاردار سر زمين تي ويا ته لپرس ۾ ٻنجي ويسا جو

ڏالئون ته پوک خوب سرسبز ۽ هوا ۾ لهرون هڻي رهي آهي، ايتري قدر جو اُن جي پيٽ ۾ لاڳيتا کيمت جڻ سڪل پئي لڳا. اهڙيءَ طرح ڀڳوان پنهنجي ڀڳت جي پت رکي.

ناڪر وڪاڻو، سامي هٿ سنتن جي،
پاسي رکيائين پريت سان، معدائي ماڻو،
سيوا ڪري سيوڪ تي، پرچي سڀ پاڻو،
لڏڪي لياڻو، پيو ر جان ڀڳت تي.

ڪاردار اهو اسرار اچي راءِ بلار کي ٻڌايو ۽ چيو ته ڪو ٻه زبان ڪونه ٿيو آهي. حاڪم چيو، ”ڪالو راءِ! تنهنجو ٻڌت بالا آهي جو خدا جي ڪنهن پياري ولـيءَ تنهنجي گهر ۾ جنم ورتو آهي.“

راءِ بلار کي، نانڪ ديو تي خدا جي پيار جي گواهي ٻئي دفعي به ڏسڻ جو موقعو مليو. هڪ دفعي منهون پئي جهنگ ۾ چريون ته بالڪ نانڪ هڪ وڻ هيٺان ڇانوَ ۾ آهلي پيو. منجهند گذري ته وڻن جا پاڇا اولهه بدلي اوير ڏانهن ٿيا، پر جنهن وڻ هيٺان نانڪ ديو سمهيو پيو هو، تنهن وڻ جو پاڇو نه بدليو. اهو ڏسي ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويا ۽ وڃي راءِ بلار کـي حقيقت ٻڌايائون. ٻئي ڏينهن راءِ بلار پاڻ اهـو ڪرشمو ڏسڻ لاءِ گهوڙي تي چڙهي آيو، پر نـانڪ ديو وڻ هيٺان سمهڻ ڇـڏي ڏنو هو. هن لاءِ قدرت پنهنجا قانون ٽوڙي، سا ڳالهه هنڪي نٿي وڻي. راءِ بلار ڏٺو ته بالڪ هڪ کليل ميدان ۾ سمهيو پيو آهي ۽ هڪ ڪاريهر نانگ هنجي ڦڻ ڦهلائي مٿس ڇـانوَ ڪري رهيو آهـي. اهو چمتڪار ڏسي راءِ بلار ۽ ٻيا اچرج ۾ پرجي چوڻ لڳا ته اسانجا ڀاڳ کليا آهن، جو اسانجي ڳوٺ ۾ ڪنهن خـدائي فرشتي اوتار ورتو آهي. هنن کي ڏسي واسينگ نانگ پٺي ويـو ۽ نانڪ ديو به اکيون مهٽيندو اُٿيو.

ننڪاڻا ريلوي اسٽيشن جي پرسان، جتي نانڪ ديو جي مٿان واسينگ نانگ ڇايا ڪئي هئي، اُتي "مالجي صاحب" نالي گردوارو ٺهيل آهي. اُنکان اٽڪل ٤٥٠ وال پري "ڪيارا صاحب" نالي گردوارو آهي، جتي اُن ڪسان جي پوک، مينهن جي کائڻ کانپوءِ سرسبز ٿي هئي. "ڪيارا" معنيٰ ٻني.

*—*—*—*

## ٣- ساڌ سنگت ۽ وواهه

جهنگل جي آس پاس گانئون مينهون چارڻ ڪري نانڪ جي سرير جو سوني جهڙو رنگ ڪارانجڻ لڳو. ماتا ترپتا جو پنهنجي پٽ ۾ ساهه پراڻ هوندو هو. هن پنهنجي پتيءَ کي چيو،- "پرماتما اسانکي هڪ سڪيلڌو پٽ ڏنو آهي، تنهنجي توهان ڪو قياس نٿا ڪريو. ڇا هڙو ڪومل سرير! هن ننڍيءَ عمر ۾ ئي هنکي ڳنوار بڻايو اٿو! هڙو گل جهڙو مکڙو ئي اوُساڻجي ويو آهي. هيءَ عمر ته هنجي راند روُند ڪرڻ جي آهي."

ڪالوراءِ چيس،- "تون سڪليڌو سڪيلڌو چئي پٽ کي ڪارين ٿي. هن جا افعال ته ڏس! پانڌالا ويو ته پنڊت کي پوٿيون پڙهايائين! مڪتب ۾ وهاريو مانس ته ملان کي منڊ جون ٻڌائي آيو. جڏهن پاڻ کان ٻڙ ڪڍي بيٺو ته برادريءَ ۾ اسانجو منهن ساڻو ٿيو. تنهنجي سڪيلڌي ته مونکي ڏاڍو پريشان ڪيو آهي."

ترپتا چيو،- "اوهين هرو ڀرو پيا منهنجي لعل کي لوڙيو. اجا معصوم آهي. پاڻهي ٺهي پوندو. مان وري به کيس سمجهائينديس."

نيٺ پنهنجي پياريءَ زال جي ڳالهه اوُنائي، ڪالوراءِ پٽ کان مينهن چارڻ جو ڪم بند ڪرايو.

تلونديءَ جي حاڪم راءِ بلار جو خاندان اصل هندو آڪهه هئي پر مسلمان بادشاهه جي زور زبردستيءَ هيٺ هُن جي ڏاڏي اسلام اختيار ڪيو ته سندس جاگير قائم رهي. هو جيتوڻيڪ نماز ۽ روزا رکندو هو ته به هندو سنسڪارن جو اثر به مٿس گهڻو هو. هندو ساڌو سنتن کي ٻيا مسلمان حاڪم ستائيندا هئا پر راءِ بلار اُنهن جي عزت ڪندو هو، تنهنڪري تلونديءَ ڳوٺ جي ٻاهران جهنگ ۾ ساڌو سنياسي رهيا پيا هوندا هئا. ٻالڪ نانڪ جو مينهون چارڻ جو ڪم بعد ٿيو ته هو سنتن مهاتمائن وٽ وڃي ويهندو هو ۽ ڀڳتي، ويراڳ ۽ گيان جون ڳالهيون ٻڌندو هو.

چيل آهي:- لکين لوڪ ترِيا، ملي ساڌ سنگت سان،
وڃي پڇ تنين کون، جنين هردي واڪ ڌرِيا،
سدا رهن ترِيا، سامي سچتل جل جان.
تنهنجي ڪيپ ڪٿي، سامي هن سنسار ۾،
جو ملي ساڌ سنگت سان، سي سياڻ مٿي،
ڏسي نيڻ پٽي، سنمک شاهه صراف کي.

ٻالڪ نانڪ جي ڪچيءَ دل تي سنتن جي گيان وارتائن جو ڏاڍو اثر پيو. هُن جا مڌر راڳ ٻڌي مهاتمائون به خوش ٿيندا هئا ۽ حيرت ۾ پئجي ويندا هئا ته ننڍڙي وهيءَ واري ڄڄياسوءَ جي مک مان ڪيئن نه پنهنجو ٻاڻ گيان ۽ ڀڳتي ڀريل راڳ هڪ چشمي وانگر وهندا ٿا رهن. ٻالڪ نانڪ اُنهن سادن ۽ درويشن لاءِ گهر مان ڪاڌو به کڻي ايندو هو. پنهنجي لاءِ مليل ڪاڌو به آڻي سنتن کي ڏيندو هو. مهتا ڪالوءَ کي انهن ڳالهين لاءِ ڏاڍي ٻڇلي لڳندي هئي ۽ هو نانڪ کي ڇڙٻون ڏيندو هو.

نانڪ ديو نه رڳو کاڌي جو سامان ساڌو سنتن کي ڏيئي ايندو هو پر ڪپڙا لٽا ۽ ٻاسڻ ٻرتڻ به ڏيئي ايندو هو. ماتا ترپتا

پنهنجي پٽ جا گهڻيئي ڀيرا ڪيا هئا ۽ ٻيو به ڪي جو ڪٿي ڀيرا ڪي ڏس پر هڪ دفعي هڪ لوڏو ۽ پنهنجي سوني منڊي لاهي هڪ فقير کي ڏيئي آيو ته ڳالهه ظاهر ٿي پئي. پوءِ ته مهتا ڪالوءَ جي ڪروڌ جي حد



نه رهي. نه رڳو پٽ کي مار ڏنائين پر پنهنجا ڪرم ڪُٽي چوڻ لڳو ته اهڙي قسمت ڪوٺي تي آهي جو هي پٽ هٿ ڌوئي اچي گهر کي لڳو آهي. وڏي هوندي الائي ڇا ڪندو! جيڪا شيءِ وسندو ڏسيندو سا فقيرن کي ڏيئي ايندو. اهڙو پٽ ضرور منهنجو ڏيوالو ڪڍائي مونکي به فقير بڻائيندو!

اهو ٻڌي ماڻهو ساڻس همدردي ڏيکارڻ لڳا ۽ ٻاڻ ۾ چوڻ لڳا ته مهتا ڪالوءَ جو پٽ مستانو ۽ المست ٿي پيو آهي.

سڌن سودائي، ٽهنڪي جي جهان جا،
جنهين ساڌ سنگت جي، رج مستڪ لائي،
سو ڪوڙي جاڻي ڪلپنا، پنهنجي پرائي،
نهي نهائي، سڌ لڌائين سر جي.

بابا ڪالوءَ کي فڪر جي درياهه ۾ غوطا کائيندو ڏسي، سندس
مٽن صلاح ڏنس ته هو پٽ جي شادي ڪرائي ته نانڪ جو من،
سنتن فقيرن مان هٽي، گهر گرهستيءَ ۾ لڳندو ۽ زال هوندس ته
پنهنجي ذميواري محسوس ڪندو. هن جي وڏيءَ ڀيڻ نانڪيءَ
جو وواهه، سلطانپور جي نواب جي هڪ ڪاردار جيرام سان ٿي
ويو هو. هوءَ پنهنجي ساهري ويئي ته ڪالوراءِ جي گهر ۾ وڇي
ٿي پالي ٻچيا. تن مان نانڪ ته گهڻو وقت سادو مهاتمائن جي
سنگ ۾ گهر کان ٻاهر گذاريندو هو يا گهر ۾ به ڪنهن ولي پرڀوءَ
جي ڌيان ۾ مگن رهندو هو. اڪيليءَ ماڻس کي سڄو گهر کائڻ
ايندو هو. هنڪي نانڪ جي شاديءَ جي ڳالهه ڏاڍي پسند آئي
ته گهر ۾ ڳجهيون پاتال ڇم ڇم ڪندڙ ننهن سان گهر ۾ وسندي
ٿيندي.

ماتا جي چوڻ تي، نانڪ ديو شاديءَ خلاف ڪو اعتراض نه
ڪيو. هن جو عقيدو هو ته پنهنجي نه هلائجي ۽ جيئن مالڪ
هلائي، تيئن هلندو رهجي. پراڻن جنم ساکيءَ موجب اُن وقت
هنجي عمر ٻارهن سال هئي. اُن زماني ۾ ننڍيءَ اوستا جي
ڇوڪرين جي وواهه جو رواج انڪري به پيو هو جو ظالم مسلمان،
وڏڙ ڪنواريون ۽ سندر ڪنيائون زوريءَ کڻي ويندا هئا. ڪن
ڪتابن ۾ لکيل آهي ته نانڪ ديو جي شادي ۱۸-۹-۱۴۸۷ع تي
ٿي، جڏهن هو ۱۸ ورهين جو هو.

ماءُ پيءُ کي انديشو هو ته نانڪ شاديءَ کان انڪار ڪندو.
ڀلا جيڪو سڄو وقت سادو سنياسين جي سنگ ۾ ٿو رهي ۽
ڪنهن به دنيوي ڪم ۾ چاهه نٿو وٺي، سو شادي ڪيئن قبوليندو؟
پر نانڪ ديو اِنڪار نه ڪئي. هنلاءِ سنسار ۽ سنياس ۾ ساڳيو ٿي
پرماتما هو. هن رستو ڏيکاريو ته سنسار ۾ رهندي سنياسي
ڪيئن ٿجي.

دوست جو ڏيرو، سچ ڪسنهن جي وچ ۾،
پهچڻ پريم پريت ري، آهي اوکيرو،
پرچي پيراندن سان، لهه پڪو پيرو،
پکوان پيرو، سقلو ڪري سامي چئي.

نانڪ ديو جو انگه اڙيل هو بٽالا شهر جي مولچند کتريءَ جي ڪنيا سلکڻيءَ سان. هوءَ ماءُ پيءُ جي اڪيلي سڪيلڌي ڌيءَ هئي ۽ پٽس شهر جو چڱو واپاري هو. مڱڻي ڪانپوءِ شاديءَ جو مهورت ڪڍايو ويو ۽ ڪالوراءِ جا پريان اوريان مائٽ اچي ڪٺا ٿيا. نانڪ جي ڄڃ جڏهن بٽالا ۾ ڪنوارين وٽ پهتي ته سندن ڏاڍو آدرڀاءُ ڪيو ويو. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته اُن وقت نانڪ ديو اِن هٺ تي بيٺو ته وواهه جا اجايا سنسڪار نه ڪرايا وڃن ۽ شادي بلڪل سادي نموني ڪئي وڃي. هوڏانهن سندس سهري مولچند پنهنجي پراچين پرمپرا کي متائڻ نٿي چاهيو. نيٺ ان ڳالهه تي راضي ٿيو ته گهوٽ ۽ برهمڻ پاڻ ۾ ڳالهائي فيصلو ڪن. نانڪ ديو هڪ جهونيءَ ڀت پرسان ويهي برهمڻن سان ڳالهائڻ ويٺو ته هڪ ٻڍڙيءَ مائيءَ چيس، ”پٽڙا! هيءَ ڀڳل ڀت متان نه اچي ڪري ۽ شاديءَ مان غمي نه ٿي پوي!“

نانڪ ديو مشڪي چيو، ”امڙ! تون فڪر نه ڪر! هيءَ ڀت نه ڪرندي.“

ان ڳالهه کي پنج سو سالن کان وڌيڪ گذري ويا آهن، پر اها ڀت اڃا قائم بيٺي آهي. هاڻي اُن کي چوطرف شيشي سان بند ڪرايو اٿائون ۽ اُتي ياتري وڃي متو ٽيڪيندا آهن. اُن ”ڪنڌ“ (ڀت) صاحب گردواري ۾ هر سال وواهه جي ڏينهن ميلو لڳندو آهي.

نانڪ ديو ۽ برهمڻن پاڻ ۾ ڳالهائي، هڪ ٻئي ۾ موشو ڪاڻي ناه ڪيو ۽ وواهه سادي نموني سک سان ٿي گذريو. مهتا ڪالوراءِ

کي سيٺن ڏيب ۾ ڪپڙا لٽا، گانيون گهوڙا، ٻاسڻ ٻراڻ، ڪنوار
۽ سمڌس سس لاءِ ريشمي ڪپڙا ۽ ڳهڻا ڳٺا ڏنا ته هو ڏاڍو خوش
ٿيو. نانڪ ڪنوار وٺي گهر آيو ته گهر ٻهڪڻ لڳو. ماتا ترپتا
جي خوشيءَ جي ڪا حد نه رهي. ڳوٺ جون ساهيڙيون ۽ زالون
واڌايون ڏيڻ ٿي آيس ته سيني جو منهن مٺو ڪرائي پتاشن جا
پڙيڪا پٽي ڏنائين. پٽ ۽ نهن جي مٿان گهور گهوري فقيرن ۽
غريبن کي لٽا ڪپڙا ۽ اناج به گهڻوئي ڏنائون.

*—*—*—*

## ۴- طبيب جو علاج

نانڪ جو وواهه ڪرائي به ماءُ پيءُ جي منشا پوري نه ٿي
جو هن جي وهنوار ۾ ڪو فرق نه پيو- هو سڄو ڏينهن ساڌ
سنگت يا جهنگ جي ايڪانت ۾ پرميشور جي ياد ۾ مڳن رهندو هو.
سچ چيل آهي- جنهنکي رس آيو، سامي ساڌ سنگت جو،

سو گهر در سڀ ڇڏي ڪري، سک ۾ سمايو،
ستگر جو سايو، سدا جاٽي سر لي.
پيا سڀ ڏيٺي ٻن، ڪجي سنگ ساڌن جو،
جي آئي کي آدر سان، پرچي پنهنجو ڪن،
جات ورن ڪل ڪرم ڏي، سامي ڪين ڏسن،
گڏي گڏ چڏن، ستهه سد سروپ سان.

ماتا ترپتا پنهنجي پٽ کي گهر گرهستيءَ ۾ من لڳائڻ جي گهڻيئي
ڪوشش ڪئي پر ڪجهه نه وريو. هوءَ طرحين طرحين جا طعام
ٺاهي نانڪ کي ڏيندي هئي پر هو ته جڀ جي سواد کان پري
هو ۽ هو اُهي به ساڌ سنتن کي ڏيئي ايندو هو. تڏهن ماتا ترپتا
چيس- ”پٽ! مان هيڏي هلاڪت ڪري تو لاءِ سٺيون وڻندڙ
شيون ٺاهيان ٿي سي تون نٿو کائين ۽ لڪي ٻين ڇوڪرن وانگر

راند روند ڪريندو. سچو وقت ڪنڊ ۾ ويٺو الائي ڪهڙن خيالن ۾ غلطان رهندو. سو ڇو؟

نانڪ ديو چيو:-

साचे नाम की लागै भूख। तितु भूख खाइ चली अहि दूख ।।
सो किउ बिसरै मेरी माइ। साचा साहिबु साचै नाइ ।।

هي منهنجي امڙ! مونکي سچي نام جي بک لڳي آهي جنهن سان دک کاڄي وڃن ٿا. سچي صاحب جي اهڙي سکدائي نام کي مان ڪيئن وساريان؟

نانڪ جي حالت ڏينهون ڏينهن بگڙندي ويئي. نه کائي نه پيئي، رڳو چپ چاپ گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ پيا ڳوڻ ڪان ٻاهر ڪنهن وڻ هيٺان ڪنهن ڌيان ۾ محوُ ويٺو هجي. وات ويندي به نه ڪنهنکي ڏسي ۽ نه ڪنهن سان ڳالهائي. ماڻهو چوڻ لڳا ته نانڪ المست ديوانو ٿي پيو آهي. ماتا ترپتا ڪيس سمجهائڻ جي ڪئي ته توکي ڪنهن شئه تي دل هجي ته اها ٿاهي ڏيانءِ سرير ۾ ڪائي تڪليف هجيئي ته ڦڪي سٺي ڏيانءِ.

نانڪ ڪو جواب نه ڏنس. پوءِ ماڻس پنهنجي گهوٽ ڪي چيو ته پٽڙو وڃيتو ڏٻرو ٿيندو ۽ ڏاڍو ويڳاڻو ٿو گذاري. توهان ڪنهن طبيب کي گهرايو ته پتو پوي ته الائي اندر ۾ ڪهڙي ويڌن اٿس! پهريائين ته ڪالوراءِ ڪن لاٿار ڪيس پر پوءِ جڏهن ڏٺائين ته لوڪ سعدس پٽ کي مستانو ۽ چريو ڪري ٿا چون ته هنکي به فڪر ويڙهي ويو.

لنهنکي چڱن چريو، چريا جيءَ جهان جا،
جنهنجو سنگ ساڌوءَ جي، ڪارج سڀ سريو،
چڙهي گيان جهاز تي، اوديا سمنڊ ترئو،
سامي اُجر جريو، ٻوڙڻ جاڻي پيءَ کي.

جڏهن ماڻهن ڪالوراءَ کي طعنا هڻڻ شروع ڪيا ته هنکي

پٽ کان پيسو وڌيڪ پيارو آهي، تڏهن هن هريداس وئد کي گهرايو. هو نانڪ جي نبض جاچڻ لڳو. تڏهن نانڪ گهڻي وقت جي خاموشي ختم ڪري چيو، ”وئدجي! توهان نبض ۾ ڇا ٿا ڏسو؟“

طبيب چيو، - ”نبض جي نسن مان سرير جي جدا جدا بيمارين جو پتو پوندو آهي ۽ اُن مرجب علاج ڪبو آهي.“

نانڪ چيس، - ”حڪيم جي! تون موٽي وڃ! پريوءَ مونکي هيءُ درد ڏنو آهي ۽ پريوئي منهنجي دوا آهي. مونکي درد آهي دل ۾ پريتم جي وڇوڙي جو. هيءَ املوڪ منش ديهه ملي آهي ته پنهنجي خاوند سان ميلاپ ٿئي ۽ مان پنهنجي خسم جي پريم ۾ محوُ رهان ٿو ته ماڻهو مونکي مستانو سمجهن ٿا. اِهي ماڻهو پاڻ چريا آهن جو جنهن مالڪ هيءُ سرير ۽ اُن سرير کي هلائڻ واري هوا، باهه، پاڻي، پرٿوي ۽ آسمان اُپايا آهن، تنهن پريتم کي وساري، لوڀ جي وس ٿي، مايا ميڙڻ کي لڳا پيا آهن. هر روز ٻين کي مرندو ڏسن ٿا ته به پنهنجو موت ياد نٿا ڪن. هزار ڪمائين ٿا ته لک گهرجن. لک ڪمائڻ ڪروڙ ۽ پوءِ به ترپت نٿا ٿين. اي وئدجي! اِها جيڪا لوڀ ۽ ترشنا جي وبا جي بيماري چوطرف ڦهليل آهي تنهنجو تو وٽ ڪو علاج آهي؟“

ننڍيءَ اوستا جي نانڪ جون اهي اديت ڳالهيون ٻڌي وئد کي حيراني وٺي ويئي. صاحبن وري به چيس، - ”وئدجي! ٻالپڻ کان جواني، جوانيءَ کان ٻڍاپو ۽ پوءِ موت اوَس اچڻو. اُن کي ڪو ٽاري نٿو سگهي. آهي ڪا تو وٽ انهيءَ دوا؟ سڀ ڪجهه اتي ڇڏي، جيڏو هليو وڃڻو ته به ماڻهو مال ملڪيت گڏ ڪرڻ ۾ لڳا پيا آهن ۽ ڍءُ نٿو ٿئين. جيڪي ساڻ ڪڻي نه ويندا، انهيءَ ايڏي هلاڪت ڇو ٿا ڪن؟ انکان وڌيڪ ديوانگي يا ڳهيلائپ ڪا ٿيندي؟ پياري وئدجي! ان ترشنا ۽ لوڀ،

اَگيان ۽ وهم جو علاج آهي اُن پياري هريءَ جو نام ۽ اُن سان لڳو لڳائڻ. پريوءَ جي پريم ڪانسواءِ هيءُ جيون اُي وئرٿ آهي.

جيتا سمند ساگر نير ڀريا، تيتي اوگڻ هماري،
ديا ڪرو ڪڇ مهر اُپاوو، ڏبدي پٿر تاري،
جيئڙا اگن برابر تپي، ڀيتر وَڳيءَ ڪاتي،
پرڻوَت نانڪ حڪم پڇاڻي، سک هووي دن راتي.

سمند ۾ جيترا پاڻيءَ جا ڦڙا آهن، اوترا اسان ۾ اوگڻ آهن. شل پريو اسانتي ديا جي مهر ڪري جو اسان ٻڏندڙ پٿرن کي تاري. اندر ۾ ترشنا جي تپت باهه وانگر ٻري ٿي ۽ اندر ۾ وڍ پيا پون. نانڪ پرڻام ڪري چئي ٿو ته پريوءَ جي حڪم ۾ راضي رهڻ سان (چاهنا جي اگني وسامي ٿي ۽) رات ڏينهن سک جو واسو ٿئي ٿو.

صاحبن جو اهو شبد ٻڌي وئد هريداس، ڪالوراءِ کي چيو، ”توهانجي پٽ کي ڪا بيماري ڪانهي. توهان ڏاڍا ڀاڳ وارا آهيو، جو اهڙي مها گياني مهاتما توهانجي گهر ۾ جنم ورتو آهي.“

ائين چئي وئد نانڪ ديو جي چرڻن تي هٿ رکي هليو ويو ۽ ڪالوراءِ جو فڪر ۽ پريشاني نه گهٽي. هن راءِ بلار کي وڃي چيو ته نانڪ ڏاڍو تنگ ڪيو آهي جو نڪو ڌنڌو ڌاڙي ڪري ٿو ۽ نه سڌو سنواٽو گهر ۾ ماني کائي ٿو. ڳوليندا وتونس ته ڪنهن نرجن ٻن ۾ الائي ڪهڙي خمار ۾ ويٺو هجي ٿو. حاڪم کي ته صاحبن لاءِ ڏاڍو صدق هو. هن ڪالوراءِ کي دلجاءِ ڏني ۽ پاڻ نانڪ جي ڳولا ۾ نڪتو ته جهنگ ۾ هڪ وڻ هيٺان کين الاهي مستيءَ ۾ مگن ڏٺائين. پرسان وڃي پڇيائينس، ”اي پيارا! هن اُس ۽ نرجن ٻن ۾ پٽن، مٽيءَ ۽ ڪنڊن ۾ ويهڻ جو تون ڏک ڇو ٿو ڀوڳين؟“

نانڪ ديو چيو،-

ڏک دارُو، سک روڳ ڀيئا، جا سک تام نام نه هوئي،
تون ڪرتا ڪرڻا مئه ناهي، هئه ڪري نه هوئي.

ڏک آهي دوا، سک آهي روڳ، ڇو ته سک ۾ نام وسري
طعام جي بک لهي لڳي. اي پڀو! تون دنيا جو پيدا آهين،
تون ئي ڪرتا آهين. جيئُ "مان-مان" سمجهي جهڪي ڇاهنا
ڪرڻو سو ٿئو ٿئي.

بلهاري قدرت وسيئا، تيرا انت نه جائي لکيئا،
جات مهِ جوت، جوت مهِ جاتا، اَڪل ڪلا ڀرپور رهيئا.

مان توتان ٻلهار وڃان، جو تون سڀني قدرت- ڪائنات ۾
وسي رهيو آهين. تنهنجو انت لکڻ ۾ نٿو اچي. جاتيءَ ۾
جوت، جوت ۾ جاتي (خلق) آهي. سڀني سرشٽيءَ ۾ تنهنجي
ڪلا- چيتن شڪتي ڀرپور ۽ بي انت آهي.

بي انت روپ تنهنجا، بي انت تنهنجا نام،
بي انت، بي انت، تنهنجي نام ۾ وسرام.

ائين چوندي چوندي نانڪ تي وري به خاوند جي خماري
چڙهي ويئي ۽ هو سماڌيءَ ۾ اچي ويو. پرسان ويٺل راءِ بلار
جي تن من ۾ هڪ عجيب شانتي ۽ آنند پرجي ويو. ٿوريءَ دير
کانپوءِ هو گروجن کي وارون وار پرڻام ڪري موٽي آيو.

*—*—*—*

## ٥- سچو سودو

ڪالوراءِ کي متان صلاح ڏني ته نانڪ جو من واپار ۾ ضرور
لڳندو. لڌهن هن پت کي چيو،- "نانڪ! هي ويهه رپيا وٺ.
هڪ آدمي ساٿ وٺي وڃ ۽ شهر مان اهڙو سودو وٺي اچ جنهن
مان تو کي لاڀ ٿئي ۽ ٽوٽو بنهه نه پئي."

ان وقت جا ويهه رپيا اڄ جي ٻن سون برابر هئا. نانڪ ديو اهي
رپيا ۽ هڪ نوڪر وٺي پرسان واري شهر ڏانهن هليو. واٽ تي
جهنگل آيو ته ڏٺائين ته ڪي تپسوي سادو ويٺا آهن، هو پنهنجي
عادت موجب سنتن سان ڳالهائڻ ويٺو ته معلوم ٿيس ته هو گهڻن
ڏينهن کان بکيا آهن. انهن سادن جو پرڀوءَ تي اهڙو ويساهه هوندو
هو، جو هو ڪڏهن به ڪنهن کان ڪجهه به نه گهرندا هئا ۽ نڪي
ناڻي کي هٿ لائيندا هئا. ڪڏهن شهر يا ڳوٺ ۾ به نه ويندا هئا.
مطلب ته پرڀوءَ جي ڪرپا وٽندا هئا ته جنهن پئدا ڪيو
آهي سو رزق ڏيندو ڪين نه. پرڀوءَ جو ڪو پيارو جهنگل
۾ اچي پاڻمرادو کين کاڌو ڪپڙو ڏئي ويندو هو ته
مالڪ کان موڪليل سمجهي وٺندا هئا نه ته چپ چاپ پيا هوندا
هئا. اهڙن لاءِ چيل آهي،-

سدائي سيتل، ڇايا ٻوڙ ٻرج جي،
ويٺا جي ويساهه سان، سي نر ٿيا نرمل،
ٽپت مٽي تن من جي، ڪاٽن آتم ڦل،
پائي پد اچل، پرچا رهن پاڻ ۾.

بنا وڙ ويساهه، پد پراپت نه ٿئي،
پڇي ڏس پرتيت سان، دردوند داناهه،
مٽي جنهجي من موڙ، سامي چنتا چاهه،
سدا بيپرواهه، رهن بديهي ديهه ۾.

نانڪ سمجهيو ته ڪنهن پورٻلي ڀڄ سان اهڙن سچن سنتن
جو درشن ٿيو آهي. هو نوڪر کي وٺي شهر ويو ۽ اُتان کاڌي
پيتي جو سامان وٺي آيو. سادن وٽ اچي پاڻ ڀوڄن تيار ڪيائين
۽ کين پيٽ ڀري کارايائين.

مهاتمائن جي آسيس وٺي نانڪ هٿين خالي تلونديءَ موٽي
آيو ته پيءُ جي نراشا ۽ ڪروڌ جو احساس ٿيس. هن نوڪر کي

چيو، ”پيارا! گهر هلي پنهنجن کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندا سين! هو ته ڏاڍو خفي ٿيندو ۽ ٻهوي جي گوشمالي ڪندو. هاڻي تون گهر وڃ ۽ مان هن وڻ هيٺان ويٺو آهيان.“

جڏهن ڪالو راءِ نوڪر واتان ٻڌو ته سندس سپتر سچي رقم ساڌن سنتن کي کارائڻ ۾ خرچي آيو آهي ته تپي لوهه ٿي ويو. بيد جو لڪڻ کڻي اول ته نوڪر کي واهي ڪڍيائين ته هن چيس ته، ”منهنجو ڪهڙو ڏوهه! مان ته جهڙو توهان جو نوڪر تهڙو ننڍي مالڪ جو نوڪر!“ پوءِ بابا ڪالوءَ ان وڻ ڏانهن هليو جتي نانڪ ويٺو هو. ماتا ترپتا جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي ته متان پٽ تي گهڻي مارڪٽ ڪري سٽي نه وجهي، سو ڪي ماڻهو پنيان موڪليائينس.

ڪالو راءِ لڪڻ اولاري اول نانڪ کان پڇيو ته سچو ناڻو ڇو وڃايئه ته هن چيو، ”بابا! توهان ئي چيو هو ته فائديمند سودو ڪري اچج. انکان وڌيڪ لاڀ ڪهڙو آهي ته ناسونت مايا ڏيئي امر پيج ۽ سک حاصل ڪجي! پنهنجو ڌن ڪنهنجو دک دور ڪري ۽ بک مٽائي ته انکان وڌيڪ سچو سودو ڪهڙو ٿيندو؟“

سوئي سوداگر، ڪيپ ڪٽي گهر آئيو،
ورتو جنهن ويساهه سان، دل ڏيئي دلبر،
جاڻي سڀ گذر، سڀني جو سامي چئي.
ورلو واپاري، سودو ڪري سچ جو،
پري ڪيپ ڪميا سان، پڳتيءَ جي پاري،
سامي لوڪ پرلوڪ جي، سڌ رکي ساري،
ڪري نيزاري، سنمڪ ٿيو شاهن جي.

بابا ڪالوراءِ کي پٽ جي جواب مورڳو ميڙايو. هن پٽ کي ٻانهن کان جهڪي اهڙا ته زور سان بيد جا لڪڻ هنيا جو ڏنا ٿي پيس. ٻن ماڻهن وچ ۾ پئي اچي نانڪ کي ڇڏايو. ڪالوراءِ

ٻڌي چيس، ”اڙي لکمڻا! تون ايڏيءَ رقم سان فقيرن جا وڳو ڀيڻ پري آئين! اڙي نکٽو! مان توکي هيڏو سمجهايان ته پر تون سڌرين ئي نٿو! ماڻهين توکي پيار سان سمجهايو. منهنجي داب ڏڙڪن ۽ سڀ حيلن هلائڻ جو توتي ڪو اثر نٿو ٿئي! توکي ڄاڻي وڻي اُتي وڃي رهه! اڄ کان وٺي منهنجو توسان ڪو واسطو ڪونهي.“

حاڪم راءِ بلار کي خبر پئي ته هو گهوڙي تي چڙهي اُتي آيو ته مهتا ڪالوءَ کي ڏاڍو غصي ۾ ڏٺائين، پر سندس پٽ مکڻ تي ڳائي رهيو هو،-

**बाबा! माइया साथि न होइ।**

**इनि माइया जगु मोहिआ बिरला बूझै कोइ। (सोरठ पदे)**

بابا! مايا ساٿ نه هلندي. انهيءَ مايا جڳ کي موهيو آهي ۽ ورلي ڪو (ڀاڳوان) اها ڳالهه ڄاڻيندو.

راءِ بلار، مهتا ڪالوءَ کي سمجهايو،- ”ڪالو راءِ! نانڪ تنهنجو پٽ آهي. تون هن جي مهما نٿو ڄاڻين، جو ڏينهن جي ڏئي هيئان اونده ٿيندي آهي. اسان هن ۾ اِلاهي نُور ڏسي رهيا آهيون. اسانجا ڌن ڀاڳ آهن جو اهڙو ديوتا اسانجي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو آهي. هن مهاتما سان کهرو ڳالهائڻ به پاپ آهي ۽ تو هنکي لڪڻ هنيا آهن! هنکي ته سڄي دنيا پوڄيندي.“

راءِ بلار جي سمجهائڻ تي به ڪالو راءِ جو من شانت نه ٿيو. چيل آهي،-

مايا مٺهن ڪاري، ڪنهن سان نيهه ڪينڪي،
سڀ کي ماري موچڙا، ڏيئي ڏيکاري،
سامي بچيو بلا کون، ڪو ڀاڳوان ڀاري،
جنهنکي پياري، ستگر سرڪي سچ جي.

مايا ڏاڍي پربل آهي. صاحب جو پتا به مايا جي ٻلا کان ڏنگيل هو، جو هنکي پنهنجي ديوتا سروپ پٽ جي ڄاڻ ۽ گيان جي ٻُجهه نه پيئي. پٽ کي گهر ۾ نه ڏسي ماتا تريتا کائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنو. اِهو ٻڌي نانڪ ديو پاڻهي گهر ويو ته ماڻس ڳراٽڙي پائي ڇاتيءَ لاتس ۽ پنهنجي هٿ سان کارايس.

بابا ڪالوءَ کي پنهنجي پٽ سان ڪرڪسو ڪرڻ جو ٻيو سبب اِهو به هو، جو هو هڪ ڊوم ذات جي ميراثيءَ، مرداني جي سنگ ۾ رهندو هو. نانڪ ديو ته ذات پات يا ننڍ وڏائي کي نه ليکيندو هو. ”نانڪ اُتم نيچ نه ڪوءِ.“ هن لاءِ ته اُهوئي منش سريشٽ هو، جو پرڀوءَ ۾ لنوَ لڳائي. ميان مردانو نانڪ کان عمر ۾ ڏهه سال وڏو هو ۽ رباب وڄائڻ ۾ ڏاڍو ڪتنگ هو ۽ آواز به ڏاڍو مٺو هوس. نانڪ ديو جي مِٺڙ سُر سان سُر ملائي ٻئي جڏهن ڳائيندا هئا ۽ مردانو رباب وڄائيندو هو ته ٻڌندڙن تي جادوءَ جهڙو اثر ٿيندو هو. جنهن جي ڪَن تي اهو پرلاءُ پوندو هو، سو پنهنجو ڪم ڪار ڇڏي ڇڪجي ايندو هو. ڳائيون مينهون ڳاهه کائڻ ڇڏي، ڪن مٿي ڪري بيهنديون هيون. جهنگ جا هرڻ ۽ پيا پکي به مڙي ايندا هئا.

هڪ ڏينهن راءِ بلار هنن ٻنهي جي پرسان ويٺو هو ته نانڪ ديو چيو، ”مردانا! هلاءِ رباب، جو خصم جي ٻاڻي آئي آهي.“ اُن وقت صاحب گوڙي راڳ ۾ هي شبد ڳاتو.

रैणि गवाई सोइ कै दिवसु गवाइआ खाइ।
हीरे जैसा जनमु है कउड़ी बदले जाइ।।
नामु न जानिआ राम का। मूडे फिरि पाछै पछुताहि रे।। रहाउ।।
अनता धनु धरणी धरे अनंत न चाहिआ जाइ।।
अनंत को चाहन जो गए से आए अनंत गवाइ।।

رات وئي ننڊ ۾، ڏينهن ويو کائڻ ۾، هيري جهڙو املھ
جنم ڪوڏيءَ بدلي وڃي رهيو آهي. رام جو نام نه جپيو
ته پوءِ پڇتائڻو پوندو. انتم (فاني) تن، ڌرتيءَ ۾ دٻائي رکن ٿا،
پر ٻي انت پرڀوءَ جي چاهنا نٿا ڪن. جيڪو انتم (فاني- ترشنا)
جي چاهنا ڪري ٿو، سو ٻي انت پرڀوءَ کي وڃائي وهي ٿو.

اهڙو امرت ميه گيان اپديش ٻڌي راءِ بلار نانڪ ديو تان
ٻلهار ويندو هو. هنجي شردا وڌندي وئي ۽ هو صاحبن جو
پهريون شش بڻيو ۽ سندن چرڻ ڪملن جي خاڪ مٿي تي رکڻ
۾ پنهنجو ٻخت بالا سمجهندو هو.

ڪالوراءِ کي پٽ جو اهو ڪيرڻ ۽ ساڌن سنتن جو سنگ نه
وڻندو هو. ماتا ترپتا به چاهيندي هئي ته سندس پٽ ٻين
ڇوڪرن وانگر رانديون ڪري دنيوي ڀوڳ ماڻي، چوڙي. ٻئي
زال مڙس ڀڳوان کي ڏوراپا ڏيندا هئا ته اسان سان ڪهڙو نه وئل
وهايو اٿيئي، جو هڪ پٽ ڏنئي، سو به نڪمو ۽ المست ٿي، ڪو
ڌنڌو ڌاڙي نٿو ڪري ۽ لوڪ اسانتي ٺٺوليون ڪن ٿا!

سچو سودو ڪري، جنهن وڻ هيٺان نانڪ ديو اچي ويٺو
هو ۽ پيتا جي مار کاڌي هئائين، اُن استان کي هاڻي ”تنبو صاحب“
ڪوٺيندا آهن، جو اهو وڻ تنبوءَ سمان اڃا تائين ڇايا ڏيندو
آهي. ياتري، ڏاڍيءَ شردا سان اُتان جي خاڪ مستڪ تي
رکندا آهن.

*—*—*—*

## ٦- سلطانپور ۾ نوڪري

جڏهن بابا ڪالوءَ پنهنجي پٽ جو ٻهشڪار ڪيو هو، اُوقت
سندس ناٺي پنهنجي زال نانڪيءَ کي وٺي ساهري گهر آيو.
هنکي سهري ۽ سالي جو وساس نه وڻيو. ڪالوراءِ پنهنجي ناٺيءَ

کي چيو ته هيءُ ڇوڪرو ڪو ڏاڍو ڏاڍي اٿو ڪري ۽ ساڌو
سنتن جي سنگ ۾ ڪري خراب ٿيو آهي. پڇن ڪيترن ڳالهيون ۽
سچا سارا ويهه رپيا وڃائي، بکارين جا پيٽ ڀري آيو آهي. تڏهن
جيرام چيس، – توهان نانڪ جي بابت مونکي ڏيو ته مان هن کي
سلطانپور ۾ ڪنهن روزگار تي لڳائيندس. بابا ڪالوءَ کي اها
ڳالهه وڻي ته ڇوڪر هڪ ته ڪنهن ڪرت تي لڳندو ۽ ٻيو سادن
فقيرن ۽ ميان مرداني جو سنگ ڇڏيندس. هن نانڪ کي سلطانپور
وڃڻ جي آگيا ڪئي. سڀ کان وڌيڪ خوشي نانڪيءَ کي ٿي،
جو هوءَ پنهنجي ڀاءُ کي ڏاڍو چاهيندي هئي.

نانڪ ديو سلطانپور وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. اهين نه آهي ته هو رڳو
ماتا پتا جو آگياڪاري ۽ پنهنجي استريءَ جي فرض کان غافل
هو. سلطانپور وڃڻ وقت، هو جڏهن پنهنجي ڪنوار کان موڪلائڻ
ويو ته هوءَ چنبڙي پيس. ”پراتن جنم ساکي“ ۾ زال مڙس جو
وارتالاپ هن ريت ڏنل آهي جو هتي اسان به ڏجي ٿو ته پاڻکي
کي گرو صاحب جي گهرو پنجابي ٻوليءَ جو ڪجهه لطف اچي.

तवि बाबा उठि चलिआ, तब्र बात्रे दी इसत्री लगी बेरागु करणं।
आखिओसु : जी तू असां जोगु अगे नाहि सी मूहि लाइदा परदेसि गइआ
किउं करि आवहिगा। तब बाबे आखिआ भोलीए असी इथे किआ
करदे आहे अरु ओथे किआ करहगे। असी तुसाडे किते कमि नाही
तद्रि ओनि फिरि बेनती कीतीआसु, जो जीं तुसी घरि बैठे होदे
आहे तो मेरे भाणे सारे जहान दी पतिसाही होंदी आही, जी एहु संसारु
मेरे किते कामि नाही। तबि गुरु मिहरबानु होआ। आखिओसु, तू
चिंता किछु न कर, दिनु दिनु तेरी पतिसाही होवैगी। तबि ओनि
कहिआ, जी में पिछे रहदो नाही, मैनू नाले लै चलु। तबि बाबे
आखिआ परमेसर कीए, हुण ता मैं जांदा हा, जे मेरे रुजगार की कोई
बणसी तां म सदाइ लैसां। तू आगिआ मनल। तबि ओह चुप करि रही।

ڪنوار چيس ته هاڻي هتي ئي منهن نٿو لائين ته پرديس وڃي واپس نه ايندين. نانڪ چيس، ”اڙي ڀورڙي! مان هتي رهي ڇا ٿو ڪريان، جو اتي وڃي ڪندس! مان هتي به تنهنجي ڪم جو نه آهيان.“ تڏهن هن چيس، ”تون منهنجي اکين اڳيان گهر وينو هوندو آهين ته مونلاءِ سڄي جهان جي پاتشاهي هوندي آهي ۽ ٻيءَ دنيا سان منهنجو ڪو پريوجن ڪونهي.“ تڏهن صاحبن چيس، ”تون خيال نه ڪر! ڏينهون ڏينهن تنهنجي پاتشاهي وڌندي.“ تڏهن به هن نه مڃيس ۽ چيائينس، ”مان توکان سواءِ هتي نه رهنديس ۽ مونکي ساڻ وٺي هل!“ تڏهن گروجن چيس، ”هاڻي ته مان وڃان ٿو، پرميشور ڪيو ته جي منهنجو روزگار ٺهيو ته مان توکي سڏائي وٺندس. تون منهنجو اهو چوڻ مڃ!“ تڏهن سندس ڪنوار ڪري مات ڪئي.

سلطانپور ۾ نانڪ ديو جي ڀيڻوئي کيس ٻڌايو ته موديخاني جو ڪم ڪٽراڳي آهي، جو انهيءَ ليکو چوکو گهڻو رکڻو پوندو آهي. صاحبن کيس خاطري ڏني ته هو سڀ ڪم چڱيءَ طرح سنڀاليندو. تڏهن ڀائي جيرام ٻئي ڏينهن نانڪ ديو کي نواب وٽ حاضر ڪيو ۽ پنهنجي سفارش ۽ ضامن‌گيريءَ تي کيس موديءَ جي نوڪري وٺي ڏنائين. صاحبن جي صورت اهڙي ته سڀاجهڙي ۽ شانت هئي، جو نواب کي يقين ٿي ويو ته هن شخص مان کيس ڪو چوکو يا دوکو نه ملندو ۽ ڪم به ٻرجستائيءَ سان ڪندو. اهڙيءَ طرح سنه ١٤٨٧ ۾ ارڙهن ورهين جي نانڪ کي سلطانپور جي نواب دولت خان موديخاني جي چارج ڏني. رعيت کان ڍلن عيوض اناج ۽ ٻي پيداش ملندي هئي. اهو مال سرڪاري موديخاني مان لشڪر، محلاتن ۽ عملدارن کي مقرر انداز ۾ ڏنو ويندو هو ۽ رعيت کي ناڻي سان وڪيو ويندو هو. نانڪ ديو کي به مقرر پگهار ۽ سيڌو سامان ملندو هو. هو سيڌي کي پوري

تور ڏيندو هو ۽ ليکو چوکو به برابر رکندو هو. سندس منّي سچاءَ
۽ ايمانداريءَ ڪري دڪان تي ٻُڪين جي پيهه وڌي ويئي.

جڏهن نانڪ ديو جي سلطانپور ۾ نوڪري پڪي جمي ويئي
تڏهن پنهنجي واعدي موجب سلکڻيءَ کي گهرائي ورتو. انجو
اُهو به سبب هو جو نانڪ ديو رسوئيءَ وقت ڪن اپياگين کي
پاڻ سان ولي ايندو هو ۽ پنهنجي پيٽ کي هلاڪت ڏيڻ ۾ سنڪوچ
ڪندو هو. ساڳئي وقت هو پاڻ کائي ۽ ٻيو ڪو بکيو رهي، سو به
هو سهي نٿي سگهيو. انڪري هن پنهنجو جدا گهر ناهڻ تي چاهيو.
سلکڻي، ڪجهه ڏينهن پنهنجي ڀاڻ نانڪيءَ وٽ رهي، پر پوءِ جدا
گهر ناهي رهڻ لڳا. صاحبن تلونديءَ مان پنهنجي ميراثيءَ مرداني
کي ۽ ٻين پريمي ستسنگين کي گهرائي ورتو ۽ ڪين ڪنهن نه
ڪنهن روزگار ۾ لڳارايو. سيئي ماڻي ڪري نيم سان هري
ڪيرتن ڪرڻ لڳا ۽ ستسنگت وڌندي ويئي. ڪو به جگياسو،
نانڪ ديو کان ڪو سوال پڇندو هو ته هو ان جو راڳ ۾ جواب
ڏيندو هو. مردانو رباب وڄائڻ شروع ڪندو هو ۽ ڀاڳيرت نالي
هڪ ستسنگي اُهي شبد لکندو ويندو هو. مطلب ته گروجن جي
پڄڻ ڪيرتن ڪري سلطانپور جڻ ته تيرٿ استان بڻجي پيو ۽
سيئي صاحبن جا گڻ ڳائڻ لڳا:

ڀڳتي ڏني ڀڳوان، جن کي پرچي پاڻهجي،
سي پيئن پيئارن پريم رس، نيهي نر اَيمان،
سامي ساڌ سنگت رچي، پي سد رکن ڪانُ،
رهن منجهه جهانُ، سدا نيارا نپ جان.

نارد جي پڇڻ تي ڀڳوان چيو آهي،—
मद्भक्ता यत्र गायन्ति तत्र तिष्ठामि नारद। منهنجا ڀڳت جتي ڪيرتن
ڪندا آهن، تتي مان هوندو آهيان. نه رڳو ڪيرتن وقت، پر
صاحبن جي سامهون ڀڳوان هر وقت هوندو هو. اناج جي تور

ڪندي، ڏهه ٻارهن ٻارهن ڪانپوءِ تيرهن تي ايندو هو ته ”تيرا، تيرا، تيرا“ چوندو مگن ٿي ويندو هو ۽ اڳتي وڌي نه سگهندو هو. سچ آهي ته ”تيرا“ کان اڳتي ڪائي منزل ئي ناهي. توکان سواءِ ڪجهه ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي. سڀ ڪجهه آهي تنهنجو. گراهڪ، نانڪ کي گهٽوئي روڪڻ جي ڪندا هئا ته ڇوڏهن پندرهن ڳڻ، پر هن لاءِ ”تيرا“ ئي آخرين منزل هئي. هو ان ٻڙيءَ ۾ ئي لين ٿي ويندو هو.

نانڪ ديو ان ”تيرا“ اکر تي جيڪا سڌ ٻڌ پيلائي ويهندو هو، سو منتر اسان سڀني هنداين ته دنيا جو دک درد، لڙاين جهڳڙا، سڀ مٽي وڃن ۽ هيءَ ڌرتي سرڳ بڻجي پوي، دلين ۾ آنند ۽ آتمڪ ٻرجي وڃي. **سڀ ڪجهه تيرا، ڪجهه نهين ميرا.** سريَر، من، ٻڌي، واڻي ۽ اُنکي هلائڻ وارا پراڻ، چيتنا ڀاڳي سچ وغيره اُن داتار جي دات آهن. اسانجو پنهنجو ڇا آهي جو گيرب ڪريون ۽ ايشور جا مال ڀاڻ وٽ ميڙيندا هلون! هن مسافرخاني ۾ هن هٿين خالي موڪليو آهي ۽ هٿين خالي گهرائيندو. منهنجا مالڪ! مان تنهنجو، سڀ تنهنجو، سڀ تنهنجو! منهنجي جيئڻ مرڻ، سک دک جي چنتا ڇاهه ڇڪاءِ، ته لنگهين ٻوان ٻار، هن سنسار جي پرپنچ کان!

پر دنيوي لوڪ ته نانڪ کي، ان ”تيرا“ اکر ۾ مڳن ٿي وڃڻ تي مستانو ڪوٺي نٺوليون ڪندا هئا ته هي ديوانو مودي خاني جا ٽپڙ گول ڪندو، جو نانڪ ديو کنهن به غريب اتمت کي انڪار نه ڪندو هو. غريبان واد ۾ هن جي ساک ٿيندي هئي، پر حاسد هنجي گلا ڪندا هئا. اُهو سرو شڪنيوان ٻريو پنهنجي ٻرامي پڳت جي پنج رکندو ايندو هو.

اُتي مهانگو، سامي سؤدو پريم جو،
جي توکي خواهش خريد جي، ته ستِ سر جو سانگو،
پرچي پاءِ ڳچيءَ ۾، ڳلا جو ڳهانگهو،
لنگهي پئه لانگهو، ته مطلب ٿيئي من جو.

*—*—*—*

## ٧- نانڪ ديوَ جي گرهستي

هڪڙي ڏينهن ميان مرداني، نانڪ ديو کي چيو ته سندس ڌيءَ جي شادي آهي، ان لاءِ کيس ڪجهه ڳهه ڳٺن، ڪپڙن ۽ ناڻي جي ضرورت آهي. تڏهن صاحب ڀاڳيرٿ کي رپيا ڏيئي مرداني سان لاهور موڪليو ته کيس ضروري سامان وٺي ڏي. لاهور پهچڻ تي ڀاڳيرٿ پنهنجي هڪ دوست منسک وٽ ويو ۽ اُن کيس سڀ سامان ڪفايت سان ڏنو. اُن مِتر سان ڀاڳيرٿ نانڪ ديوَ جي الوڪڪ ڀڳتيءَ، گيان ۽ وئراڳ جي ڏاڍي ساراهه ڪئي ته منسک جي من ۾ گروجن جي درشن جي اُتڪنٺا پيدا ٿي، پر من ۾ سوچيائين ته ڪي زبان جا چالاڪ ماڻهو حرفت سان چيلن کي ڦاسائيندا آهن. ڀاڳيرٿ جو گرو، جيڪڏهن مان اڻواقف کي سڃاڻي، منهنجو نالو ٻڌائيندو ته مان کيس سچو سنت ڪري ڄاڻندس. پوءِ هن ڀاڳيرٿ کي چيو ته– ”ميان مرداني جي نياڻيءَ لاءِ مان توکي ڪنگڻن جي جوڙي نذراني طور ڏيان ٿو ۽ گروجن جو درشن ڪرڻ سلطانپور ۾ هلان ٿو.

هو ٻيئي جڏهن سلطانپور اچي پهتا ته شام ٿي ويئي هئي ۽ نانڪ ديو هري ڪيرتن ڪري رهيا هئا. هنن ٻنهي اچي گروجن کي پرڻام ڪيو ته هنن چيو ته– ”پيارا ڀاڳيرٿ! تو تڪليف وٺي مرداني جو ڪم ڪيو، ان لاءِ پرڀو توتي مهر ڪندو.“ پوءِ سندس سنگتيءَ کي چيائون ته– ”پيارا منسک! پرڀوءَ جي داسن ۾ شنڪائون

رکڻ چاڏي ڏي. شروع ۾ ويساهه وارن کي پريو نام دان ڏيندو آهي، جنهن سان من نرمل ٿيندو آهي. تو پاڻي مرداني جي نياڻيءَ لاءِ ڪنگڻيون نهرائي ڏنيون، ان نيڪ ڪم لاءِ پرماتما توتي ديا ڪندو.“

اهي وچن ٻڌي مسڪ کي پڪ ٿي ويو ته گروجن انترجامي ۽ پرڀوءَ سان پهتل مهاتما آهن. هو صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ سندس ستسنگ ۽ ڪيرتن جو لاڀ پرائڻ لاءِ ڪجھ وقت سلطانپور ۾ رهي پيو.

نانڪ ديو گهر ته ٿاهيو، پر انهر مهمان وانگر رهندو هو، جو ڏسي سندس استري سلکڻي پوسرندي هئي. ٻيا مرد ڪمائي اچي زالن کي پيسا ڏيندا هئا ۽ ڪپڙا لٽا وٺي ڏيئي خوش رکندا هئا. نانڪ ديو سوداڳائي جو ڪم پورو ڪري ستسنگ ۽ هري ڪيرتن ڪندو هو ۽ گهر ايندو هو ته به پرڀوءَ جي ڌيان ۾ رهندو هو. ڪاڏو به اتيئن سان ورهائي ڪائيندو هو. سلکڻي وڏيڪ رسوئي تيار ڪندي هئي ته به ڪنهن ڪنهن وقت اُها به پوري نه پوندي هئس. نانڪ ديو گهر ۾ پيسو پنجو نه رکندو هو، تنڪي زال سان حال پائي ٿيندو هو ۽ تنڪي سندس گهوٽ تي رهندو هو. جيتوڻيڪ گهر لاءِ گهربل شيون، سيڌو سامان ڪپڙو لٽو وغيره سڀ چڱي طرح ميسر ڪندو هو.

هڪ ڏينهن سلکڻيءَ پنهنجي نڙائڻ نانڪيءَ سان پنهنجي دل جو بار هلڪو ڪيو. چي، - دادي! مان ڏاڍي دکي آهيان جو تنهنجو ڀاءُ ڏارين وانگر هلي ٿو، جو نه پريم سان ڳالهائي ٿو ۽ نه گرهست ڪري ٿو. منهنجو ته جوانيءَ جو اُمنگ ئي اجايو ٿو وڃي. ٻن چئن ڏينهن جي ڳالهه هجي ته نڀيو ڪريان، پر هتي ته عمر جو ليکو آهي. پيڪي گهر ڪيئن نه سيبيئي پيا

ڳالهائيندا هئا ۽ ڪل خوشيءَ ۾ وقت پيو گذرندو هو، پر هنئي ته
سڄو ڏينهن اڪيلي اڪيلي گهر کائڻ ٿو اچي.“

نانڪيءَ کيس ڀرپور ڏيئي دلداري ڏني، پر سلکڻيءَ کي
دلجاءِ نه ٿي. ٿورن ڏينهن کانپوءِ سندس ماءُ پيءُ ملڻ آيا ته
پاڻ جهلي نه سگهي ۽ اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. ڀائي مولو
حيران ٿي ويو ته الائي ڪهڙي ماجرا اٿس جو اهڙو ٿي ڦٿڪي.
ڀيٽ جلهن سامت ۾ آئي ته ماءُ کي اندر جو حال ٻڌايائين.
ڌيءَ کي وياڪل ڏسي، ڀائي مولي ۽ سندس زال چندوراڻيءَ
وڃي نانڪيءَ ۽ ڀائي جيرام کي ڏوراپا ڏنا ته سندن ڌيءَ اٺئي
پهر اڪيلي پيئي اندر ۾ ڳري. جي نانڪ کي گرهستي نه ڪرڻي
هئي ته شادي ڇو ڪيائين؟ الائي اسان کان پوربلي جنم جو
ڪهڙو وير ورتو هوس، جو اسانجي ڌيءَ کي ڏکي ٿو ڪري؟

نانڪيءَ، ڀائي مولي ۽ سندس استريءَ کي دلجاءِ ڏني ته
هوءَ پنهنجي ڀاءُ کي سمجهائيندي. سلکڻيءَ جي ماءُ پيءُ به
پنهنجي ڌيءَ کي سمجهايو ته منهن ۾ گهٻرائي نه وڃي ۽ پريم
۽ ميناج سان پتيءَ کي وس ڪري. پوءِ هو واپس پنهنجي ڳوٺ
هليا ويا. هوڏانهن نانڪيءَ پنهنجي ڀاءُ کي گهرائي چيو، ”ڀائرا!
تو سدائين منهنجي آگيا مڃي آهي ۽ تنهنجي ديوتا سڀاءَ ڪري
سماج ۾ منهنجي عزت به وڌي آهي. هاڻي باقي منهنجي من
۾ هڪ ابلاکا آهي سا به پوري ڪندين ته منهنجي دل خوش
ٿيندي. منهنجي ڏاڍي چاهنا آهي ته مان تنهنجي گهر ۾ ٻارن
جي وندر ڏسان جو ٻارن کانسواءِ گهر سڃو آهي.“

نانڪ ديو چيس، ”ڀيڻ! تنهنجي اها منشا به پوري ٿيندي.“
انمان معلوم ٿئي ٿو ته نانڪ ديو جو من پريو جي اٿاهه ساگر
مثل جو شانت هو، جنهن ۾ سندس استريءَ جي سندرتا ۽ جواني
به ڪاٺ جي ماندڻيءَ مثل، واسنا جو ولوڙو پيدا ڪري نه

سگهي هُئي. پر سڀ ڪارج پنهنجو فرض سمجهي پورا ڪندو هو. هوڏانهن سلڇڻي به پريم، مينهن ۽ سيوا سان پتيءَ کي رجهائڻ لڳي. هڪ ڏينهن چيائينس ته- "پريتم! منهنجي پيڪي گهر طرحين طرحين جا کاڌا مٺا سلوڻا ۽ مصالحيدار طعام ٺهندا هئا، جي مونکي به ناهڻ ايندا آهن. منهنجي دل آهي ته اُهي مان توهانکي ناهي کارايان."

صاحب چيو ته-

سڀ رس مٺي مِٺيئي، سڻئي سالوڻي،
کَٽ تُرسي مُک بولڻا، مارڻ ناد ڪيئي،
ڇتيهه انمرت ڀاءُ ايڪ، جا ڪنءَ ندر ڪريءِ،
ار هورُ کاڻا خوشيءَ خئار،
جت کاڌيءَ تن پيڙيئي، من مَهِ چاهه وڪار.

اي سلوڻي! ٻڌ! سڀ ڀوڄن مون لاءِ رسيلا ۽ مٺا آهن پر مک سان پريوءَ جي نام جو ناد (ڪيرتن) مونلاءِ وڌيڪ ڪثو مٺو وڻندڙ آهي. پريوءَ جو پريم ئي مونلاءِ ڇتيهن پرڪارن جو سواد آهي. پرماتما جن تي مهر ڪريٿو، تنهنکي اهو مال مليدو مليٿو. باقي ٻين کاڌن جا سواد ته خوار ڪندڙ آهن، جو انهن جي کاڌي سان سرير ۾ بيماريون ۽ من ۾ وڪار وڌن ٿا.

اهو ٻڌي سلڇڻيءَ کي يقين ٿي ويو ته سندس پتي جيڀ ۽ ٻين اندرين جي سوادن ۽ مزن کان نرليپ آهي، پر ته به هوءَ سچيءَ دل سان ڪيس پريت ۽ سيوا سان موهڻ لڳي ۽ ڏهين مهيني ڪانپوءِ سندس سيوا جو ميوو ٻهريون پٽ ڄائو.

*—*—*—*

## ٨- سُوتڪ ۽ ڇڳاڻور

جولاءِ ۱۴۹۴ع ۾ نانڪ ديو کي پهرِيون پٽ ڄائو، جنهنجو نالو رکيائون سري چند. وري فيبروري ۱۴۹۷ع ۾ کين ٻيو پٽ ڄائو لکمي چند. سنگت کي ڏاڍي خوشي ٿي. ڀيڻ نانڪيءَ جي مراد پئي ته خوشيءَ ۾ پرجي دان پنج ڪيائين. تلونديءَ ۾ ماتا ترپتا ۽ ڪالوراءِ کي ۽ ٻٽالا ۾ چندوراڻيءَ ۽ سمت مولراءِ کي به سماچار مليو ته انهن به غريبن ۽ برهمڻن کي ڪپڙا لٽا ۽ اناج دان ڪيا ۽ ٻارن لاءِ رانديڪا موڪليا. هو خوش ٿيا ته هاڻي نانڪ سڌيءَ راهه تي آيو آهي ۽ سچو گرهستي بڻيو آهي.

ڄمڻ تي گهر ۾ سُوتڪ ليکيو آهي ۽ گهر کي ١١ ڏينهن پليت ۽ ڪاڏو پيتو اپوتر سمجهيو آهي. گرونانڪ هڪ آزاد خيال مهاپرش هو، جيڪو مڏي خارج رسمن، ڀرم ۽ وهمن کي ميٽڻ آيو هو. اُنهن جي بدلي هن ديا، سنتوش ۽ سلڇڻن جي استاپنا ڪرڻ تي چاهي. پٽ ڄمڻ ڏينهن هن ستسنگ ۾ هيءُ شبد چيو،—

सभो सूतक भरमु है दूजै लागै जाइ।
जंमणु मरण हकूमु है भाणै आवै जाइ।
खाणा पीणा पवितु है दितोनु रिजकु संबाहि।
नानक जिन्ही गुरमुखि बुझिआ तिन्हा सूतक नाहि।
(आसादी वार सलोक ३१)

سڀيئي سوتڪ ڀرم آهن ۽ ٻين کي لڳن ٿا. اُنجي حڪم موجب ڄمڻ مرڻ ٿئيٿو ۽ دنيا سراءِ ۾ اچڻ وڃڻ ٿئيٿو. ڪاڏو پيتو ته پرڀوءَ جو ڏنل رزق آهي ۽ سدائين پوتر آهي. جنهنجو مک پرڀوءَ ڏي (گرمک) آهي ۽ اُنکي ڄاتو اٿائين، تنهنلاءِ سُوتڪ ناهي.

मन का सूतकु लोभु है जिहवा सूतकु कूड़ु।
अखी सूतकु वेखणा परत्रिअ परधन रूपु।
कंनी सूतकु कंनि पै लाइतबारी खाहि।
नानक हंसा आदमी बधे जमपुरि जाहि ॥
(आसादी वार सलोक ३४)

حقيقت ۾ جو سؤتڪ لوڀ آهي، جيڪو سؤتڪ آهي ڪوڙ، اڪين جو سوتڪ آهي ٻرائي استريءَ جي سونهن ۽ ٻرائي مال تڪڻ؛ ڪنن جو سوتڪ آهي پرائي نندا ۽ چغليون ٻڌڻ. هنس سمان اڇو اُجرو آدمي به انهن سوتڪن ۾ ٻڌجي جم ٻوريءَ ويندو آهي.

گرو نانڪ نه رڳو سوتڪ جي ڀرگهٽو ڪري اجاين رسمن، وهمن، مورتي پوڄا، شراڌ ڪرڻ، وڏا وڏا يگيه ڪري برهم ڀوڄن ۽ ٻاون ٻانيڻن کي وڏيون وڏيون ڏکڻائون، سونا چاندي گئون دان ڪرڻ کي اجايا ڪم ليکيندو هو. رڳو ٻريو ٻريم، غريب امير چنڊال ٻرهمڻ ۽ مهتن کي هڪ سمان ڪري ليکڻ، ٻکين ڏکين جي سيوا ڪرڻ کي سچايو ليکيندو هو. انڪري جن ٻانيڻن ۽ پوڄارين جي پيٽ تي لت لڳي، سي سندس دشمن ٿي پيا ۽ ڪيس مصيبت ۾ وجهڻ جا گهاٽ گهڙڻ لڳا.

نانڪ ديو سان حسد ڪرڻ جو ٻيو به هڪ سبب هو. هن جي موديخاني تي جيڪو به محتاج گهرجائو ٻکيو ويندو هو، سو خالي نه موٽندو هو. صاحب هنڪي پنهنجي سيڌي پساتي مان ڏيندا رهندا هئا. جيڪي سڃڻ ٻچن ڪيرتن لاءِ ايندا هئا، تن مان ڪي سيڌو سامان ڪير پاڇيون ڪپڙا وغيره شرڌا سان آڻيندا هئا، سي به ٻکين ڏکين کي ڏنا ويندا هئا. انڪري گروجن جي هرهنڌ ساراهه ٿيندي هئي ۽ نام ڪنيا، پاڻ پڏائڻ وارا داني، اها ساک سهي نه سگهندا هئا.

اهڙن ايرکالؤ ماڻهن وڃي ولي نواب دولت خان جا ڪن ڀريا ته "نانڪ موديخاني کي پنهنجي گهر جو ڀنڊارو سمجهي سداورت لڳائي ويٺو آهي، جو هن وٽ فقيرن جي ٿم لڳي پيئي آهي. اُن لت کي روڪڻ لاءِ حضور کي ڪو سخت قدم کڻڻ گهرجي." ٻين حاسدن وڃي ديوان جيرام کي چيو ته،-

”تنهنجو سالو توکي وڏيءَ آفت ۾ وجهندو، جو هو موديخاني جا وسيلا ساڌو سنتن ۽ غريبن کي ورهائي، امانت ۾ خيانت ڪري رهيو آهي يا مستانو ٿي تور ۾ ”تيرا - ترا“ انگ ڪان اڳتي وڌئي نٿو ليکي ته ضامن تون آهين. جڏهن ليکو ٿيندو ته ڪوت تنهنجي سر تي پوندي. انهيءَ سڌاورت لاءِ نانڪ وٽ ڪو ناڻي جو ڪوهه ته ڪونهي؟“

تڏهن نواب ۽ جيرام جي چوڻ تي حساب تپاسيندڙ وهاريا ويا. انهن مال ۽ ناڻو ڳڻيو ۽ پورتاميل ڪيو ته موديخاني ۾ نفعو ڏنو ويو ۽ موروڳو نانڪ ديو جا ساڍا ٽي سؤ رپيا لهڻو نڪتو جو کيس ڏنو ويو. صاحبن اُها رقم به غريبن ۽ سنتن مهاتمائن ۾ ورهائي ڇڏي. اهو ڏسي چغلخور حاسدن کي وڏيڪ لوچو لڳو جو نواب وٽ سندن ڪند جهڪو ٿيو ۽ نانڪ سرخرو ٿيو.

*—*—*—*

## ٩- مسافرن ۾

ڇيل آهي ته وڻراڳ، پڳنيءَ جو پٽ آهي. سامي صاحب چئو آهي:-

سپ کي ڪال قهار، ماري اڇي اوچتو،
ڪنيو وڃي ڪوٺ ۾، جوان ٻڍو ۽ بار،
ڇڏي طمع تن ڌن جي، تون پڻ ٿيءُ تيار،
منان ڪرين اِتبار، سامي وهين سواس تي.

هڪ رات نانڪ ديو گهر مان نڪري الائي ڪاڏي هليو ويو. صبوح ٿيڻ سان ڳولا شروع ٿي. ساڌن سنتن وٽ، نديءَ ڪناري ۽ جهنگل جي ايڪانت ۾ چوطرف تلاش ٿي، پر پتو نه پيو. آخر ڪي ماڻهو مسافرن ۾ هڪ لاش ساڙي آيا هئا، تن ٻڌايو ته گروجن ڪفني پائي، مسافرن ۾ وينا آهن. اعتبار جهڙي ڳالهه ڪانه

هئي. مسانن ۾ نه ڪوئي آدمي پنهنجي راضيءَ خوشيءَ ويندو ناهي. لاچار مسانن ۾ وڃي ڏنائون ته برابر نانڪ ديو ڏوڪي دکائي سمائيءَ ۾ ويٺو هو.

پرڇي پاءَ گهڙي، جنهن مجلس ڪئي مٽن سان،
تنهنکي اصل ايپد جو، وپو خمار چڙهي،
پائي ويٺو پد ۾، سامي موج مڙهي،
لاهي ڏيان ڏري، پل پل ڏسي پاڪي.

تڏهن هڪ پنڊت چيس:- "اي پيارا! تون سيٺي کي پرپوٽ ڏيڻ وارو، پاڻ پاسو وٺي هتي اچي ويٺو آهين ۽ هوڏانهن سيٺ جي ستسنگي ۽ گهر وارا توکانسواءِ وياڪل آهن!"

نانڪ چيو:-

راجا بالڪ نگر ڪاچي، دشٽا نال پٿارو،
ڊءِ مائي، ڊءِ بابا، پڙيئهو، پنڊت ڪرهُ بيچارو.

اي پنڊت! تون ويچار ڪري ڏس ته هن ديهه روپي ناسونت نگريءَ جو راجا من آهي، جيڪو نادان بالڪ وانگر دشٽن (ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪار) سان پيار ڪريٿو. اُنجون ٻه ماتائون آهن، پکتي ۽ واسنا. ٻه پتا اٿس، پريو ۽ سنسار. اهڙو من جيڪو دبڌا ۾ ٻوڙي ٿو، تنهنکي مساڻي ۾ ئي ڌڪيٿو کجي.

کهيا سٺهه نه کائيا مانهه، تنا سيٿي واسان،
پرڻوت نانڪ داسن داسا، کن تولا کن ماسا.

ديهه جو حاڪم من نه ڪنهنجو چوڻ ٻڌي ٿو ۽ پرماتما جي ڏنل بخشيش لاءِ لشڪر به نٿو مڃي. داسن جو داس نانڪ پرڻام ڪري چوي ٿو ته اهو من ڪن ۾ تولو (خوش) ۽ ڪن ۾ ماسو (غمگين) ٿيو پوي. اهڙي چلولي بي صبر، چڙواڪ ۽ ڪرتگهن من کي مساڻي ۾ آڻي استو کجي.

صاحبن کي وري به ماڻهن چيو، ”بابا! هيءَ به ڪا ويهڻ جي جاءِ آهي! گهر بار ۽ زال ڇڏي، هتي ڪيئن اچي وينا آهيو؟ هلو گهر هلو!“

گروجن چيو، ”گهر هليو ڇا ڪجي! اُتي ته هڪ نه ٻئي ڏينهن مرڻو آهي. هتي اچي وري ڪوئي نه مرندو آهي ۽ اڳي پوءِ هتي اچڻو به ضرور آهي. ڇو نه ماڻهن کي لکيل ڏينهن هتي ڪٽائي اچجي، تنهنڪان بهتر آهي ته هاڻي هليو اچجي. وري هي شبد ڳايائون،

जीवत मरणा तारे तरणा जै। जगदीश परमगति सरणा॥
हउ बलहारी सतिगुर चरणा गुरु बोहिथु सबदि भै तरणा॥
(आसा असट पदीआ)

جيڪو جيئندي مري وڃي ٿو (”مان آهيان“ جي ڀاونا کي ماري، ڀاڳي ڀريوءَ ۾ سمائي ڇڏيندو) سو پاڻ تريندو ۽ ٻين کي به تاريندو، جگديش جي شرڻ ۾ پرم گتي پائيندو. مان ستگروءَ (ڀريوءَ) جي چرڻن تان ٻلهار وڃان، جنهنجو شبد جهاز آهي، جنهنتي ويهي هي سنسار ساگر تري وڃبو. ”جيوت مري مهارس آگئي“ جيڪو جيئري ئي مرندو، سو آنند جي مهارس ۾ مگن ٿئي ٿو.

ماڻهن چيس، ”آنند وري ڪيئن ايندو؟ مسافر ۾ ۽ سو به اولدهه ۾ ته ماڻهو ڏڪندا آهن. ان سان ته سؤڪي اچوس ۽ روڄڻ لڳو پيو آهي. هاڻي گهر هلو!“

جواب ۾ نانڪ ديو هيءُ شبد چيو،

निरभउ आपि निरंतर जोति। बिनु नावै सूतक जगि छोति॥
दुरमति बिनसै किआ काहि रोति। जनमि मूए बिनु भगति सरोति॥

اهو ڀريو نربهه ۽ نرنتر (سالهه) جوت - روشني آهي ته ديپ

۽ اوندهه ڇاجي! آدمي پنهنجي دربدريءَ (ڪڌن ڪرتوتن) ڪري ئي ناس ٿئي ٿو ته پوءِ پنهنجي ڪيئي تي روئي ڇو ٿو؟ ڀڳتيءَ کانسواءِ جمڻ مرڻ جي چڪر کان ڇوٽڪارو نٿو ٿئي.

इकि आवहि इकि जावहि आई। इकि हरि राते रहहि समाई।।
इकि धरनि गगन महि ठउर नपावहि। से करमहीण हरि नामु न धिआवहि।।
(राग गाउडी पूरबी चउपदे)

هن جڳت ۾ هڪڙا اچن ٿا، هڪڙا وڃي ڪري وري اچن ٿا. هڪڙا هريءَ جي رنگ ۾ رتل اُن ۾ ئي سمائجي وڃن ٿا ۽ وري نٿا اچن. هڪڙن کي هن لوڪ يا پرلوڪ ۾ به ڪو ٺڪاڻو نٿو ملي جو اُهي ڪرمهيڻ هريءَ جي نالي جو ڌيان نٿا ڪن.

هيڏانهن نواب کي جڏهن پتو پيو ته سندس مودي وڃي مساڻن ۾ ويٺو آهي، تڏهن پنهنجي قاضيءَ کي گهرائي چيائين،- ”اي ديندار قاضي! منهنجي ايماندار موديءَ کي ڪنهن جن ڀوت اچي ورايو آهي ۽ گهلي مساڻن ۾ وٺي ويو اٿس. هاڻي تون ڪو تدارڪ ڪر ته هو ويچارو پنهنجي هوش ۾ اچي.“

تڏهن قاضيءَ اچي نانڪ ديو لي جهاڙ ڦوڪ وجهي منتر پڙهيا ۽ روب سان پڇيو ته سچ ٻڌاءِ! تون ڪير آهين جو اسانجي پياري موديءَ کي پڪڙيو اٿيئي. توکي قلندر شهباز جو قسم آهي ته سچ ٻڌاءِ!

قاضيءَ سمجهيو هو ته ڪوئي ڀوت پريت جواب ڏيندو پر الوقت صاحب پنهنجي مڌرواڻيءَ سان هي شبد ڳاتو،-

कोई आखै भूतना कोई कहै बेताला।
कोई आखै आदमी नानकु बेचारा।।
भइया दिवाना साह का नानकु बउराना।
हउं हरि बिनु अवर न जाना।।

ڪي ڇون ٿا تہ ويچاري نانڪ کي ڪنهن ڀوت يا ويتال اچي ورايو آهي پر پاڳڙا! مان تہ پنهنجي خاوند - شاهہ جو مستانو ۽ ديوانو آهيان. مان اُن هريءَ کانسواءِ ٻئي ڪنهن جن ڀوت کي نٿو ڄاڻان. سؤدائي تہ اُنهنکي چئجي جيڪي پنهنجي مالڪ کي وساري، سنسار جي اجاين مالن سان دل لڳائي ويٺا آهن. سچي سياڻپ اِهائي آهي تہ اُن سچي خسم سان لنوَ لڳائجي.

اِهو ٻڌي قاضيءَ کي پڪ ٿي تہ نانڪ کي ڪو جن ڀوت ڪونهي ۽ هو جهاڙ ڦوڪ جا سامان ڪٺا ڪري هليو ويو. اُن رات تہ ماڻهو نانڪ ديوَ کي منٿ ميڙ ڪري مساڻن مان وٺي آيا جو هو ڪڏهن ضد نہ ڪندو هو ۽ سداءِ ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي رهي پنهنجي نہ هلائيندو هو. جيئن خاوند هلائي تيئن هلندو رهجي. چيائونس تہ مينهون چار تہ مينهون چاريائين؛ شادي ڪر تہ شادي ڪيائين؛ نوڪري ڪر! تہ نوڪري ڪيائين. ائين مساڻن مان واپس آيو پر اڳلو نانڪ نہ رهيو. مساڻن ۾ جلي ماڻهوءَ کي نئون جنم ملندو آهي، پر جيڪو انسان جاڳي ٻجهي مساڻن کان پار پوئيٿو، تنهنکي بہ نئون جنم مليئو. نئون سرير نہ پر نئين چيتنتا - ساڃهہ.

آهي اوُکيرو، جيئندي مرڻ جڳ ۾، سمجهي ڪو سامي ڇوي، پريمي پکيرو، ڪيو جنهن ڪلپت جو، نپت نبيرو، دوست ري ديرو، خالي ڏسي ڪواڪو.

*—*—*—*

## ١٠- سچکنب دربار

نانڪ ديو کي مساڻن مان تہ موٽائي آندائون، پر هنجي اندر ۾ ٻريو ملڻ جي پياس ۽ سڪ اُنئي ٻهر وڌندي رهي. ظاهري طور هو

اڳي وانگر گھر گرھستيءَ جا فرض پاليندو ھو پر اُٿندي ويھندي ھو
پرماتما سان ملڻ لاءِ تڙڦڻ لڳو ۽ ھن جي نيڻن مان نير پيو وھندو ھو.



آءُ منھنجا سپرين، تو بن جيءُ جھري،
رڳان روئي ٽڪيون، ٿي لنوَ لنوَ دانھن ڪري،
نيڻن نير نہ ٺڪري، روئن رت ڀري،
موھن ٿي مري، درسن ڪارڻ دوس جي.
رئن زاروزار، ڪنا درد فراق جا،
سسي لاھي ڏڙ ڪون، ڪياءِ ڏاروڻ ڏار،
ھار جيت سڪ دک جي، سامي رکن نہ سار،
رھن منجھ خمار، سدا سپرينءَ جي.

پر اُھو ديالو پرماتما بہ اھڙن پيارن کي وساري نٿو. چئي ٿو،-

ڏسي جيءُ ٺري، نارد نج ڀڳتن کي،
مان ڏاريان ڏيان تنھنجو، جو منھنجو ڏيان ڌري،
اوت پروت جاڳي ڪري، ٿيان ڪين پري،
سامي ڪين سري، بنا ڀڳت آھار جي.

ڀڳوان بہ نانڪ جھڙي ڀڳت کي ھنريت ويجھو آندو. ھڪ ڏينھن ھو ويو نديءَ جي ڪناري، مرداني سان گڏ. خاوند

جي خمار ۾ ويٺو هو ته اوچتو جڻ ڪنهن سڏ ڪيس. هو لٽا لاهي نديءَ ۾ گهڙي پيو. مردانو مهه ڪندو رهيس پر هو درياهه ۾ اڳتي وڌندو رهيو ۽ وچ ۾ وڃي ٽٻي لڳايائين. مرداني سمجهيو



ته ڪن پل ۾ ٻاهر نڪرندو پر گهڻي دير گذري ويئي ته به هو ٻاهر نه نڪتو. مردانو گهبرائجي ويو ۽ پاڻ به گهڙي پيو درياهه ۾ ۽ گهڻوئي ڳوليائينس، پر پتو نه پيس. آخر روئندو پٽيندو شهر ۾ اچي سيٺي کي اها دکدائي خبر ٻڌايائين.

نانڪ کي سيٺ ۽ شهرواسي پيا ڪندا هئا. هنجي پريم ۽ مزاج ۾ سڀني کي پرماتما جي سڳنڌ ايندي هئي. هنجي درياهه ۾ گم ٿي وڃڻ تي سيٺ ۽ هنجون هارڻيدار نديءَ ڪناري تلاش لاءِ آيا. سڀني ٽڪي ٽپائي ڏٺي. جيڪي تارون هئا تن ٽٻيون ڏيئي جاچ ڪئي ۽ ماڇيٽن جار وڌا، پر ڪو پتو نه پيو. لاچار سڀ مايوس ٿي گهر موٽي آيا.

الين ٽي ڏينهن گذري ويا. ماڻهو آسرو ڇڏي ويٺا ته نانڪ جي جيئري هجڻ جي اميد رکڻ اجائي آهي. سلکڻيءَ جا ورلاپ ٻڌي ته ماڻهن جو هردو ڦٽي ٿي ڦاٽو. رڳو نانڪيءَ کي پنهنجي ڀاءُ جي مهما ۾ پڪو ويساهه هو. هن کي پڪ هئي ته سندس ڀاءُ ٻڏندڙن

ڪي تارڻ آيو آهي سو پاڻ ڪيئن ٻڏندو؟ هن سلڇڻيءَ ڪي ٻه
ڏيرج ڏنو ۽ ڪيس وڏوا جو ويس ڪرڻ کان روڪيو.

هيڏانهن موديخاني جا گراهڪ ۽ شهر جا غريب غربا، صاحبن
جي گهر تي وڃڻ تي شوڪ ڪرڻ لڳا ۽ ستسنگي ٻه ويڳاڻا تي
پريوءَ کي پرارٿنا ڪرڻ لڳا. ٻئي پاسي حاسدن جي ٻيگهي مچي
وئي. چي،- ”اسان اڳيئي ٿي چيو ته نانڪ موديخانو ڪٽائي
اوچتو رفوچڪر ٿي ويندو. ڀلا سچو ڏينهن دڪان تي فقيرن
جون قطارون بيٺيون هيون! مال ٻئي جو پئي لٽيو ۽ واهه واهه
هنجي پئي ٿي ته هنکي ڪهڙي ڇهنڊڙي پوندي. اسان ته
ويچاري جيرام کي اڳيئي آگاهه ڪيو هو ته هڪ ڏينهن تنهنجو اهو
سالو اوچتو کسڪي ويندو ۽ ڪاڻ تنهنجي ڳچيءَ پوندو. ڀلا
جيڪي برهمڻن ۽ مهنتن کي خوار ڪندا ۽ چوندا ته مورتي پوڄا
نه ڪريو، جٽيا نه پايو ۽ شرادن ۾ پترن کي نه کارايو ته اهڙا ڪيئن
نه چٽ ٿيندا!“

لڪيل آهي ته نانڪ ديو درياهه ۾ گم ٿي پرماتما جي سچکنڊ
دربار ۾ پهتو. جنهنجي جاڻ ۽ ڏسڻ جي، هن جي لنوَ لنوَ ۾
لڳن هئي. تنهن پياري پريتم کي سامهون ڏسي هو ڪرتارٿ ٿيو.
هردي جي هرهڪ ڌڙڪڻ ۾ جنهن پرميشور جي پياس هئس،
تنهنکي ڏسي ترپت ٿيو ۽ سڌ بڌ ڀلائي ويٺو.

محبت مست ڪري، عاشق چاڙهيا عرش تي،
جتي ڏيئو تيل ري، اگم جوت ٻري،
جاڻ وڃائي پاڻهنجي، وينا ڌيان ڌري،
پلڪ نه ٽٽي پري، سامي سپرين ڪون.

نيت ست ڪرتار نانڪ کي نظر سان نهال ڪيو ۽ چيو،-
”هاڻي واپس وڃ! توکي جنهن ڀرڀوڄن لاءِ پرٿوي لوڪ ۾ موڪليو

آهي تنهن ڪارج جي وڃي پورائي ڪر! ۽ جيڪي جاتو اٿيئي سو وڃي ورهاءِ!"

نرنڪار پرماتما جي آگيا موجب نانڪ ديو درياهه مان نڪتو. پر ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته نانڪ ديو، نديءَ جي ڀرسان ٽن ڏينهن بعد ظاهر ٿيو ۽ ... ٽي ڏينهن پرڀوءَ جي ڌيان ۾ مگن ٿي ويو. پوءِ جڏهن اندر مان پرماتما جو آواز آيس ته وڃي لوڪن جو اڌار ڪر! پوءِ هو دنيا ۾ واپس آيو.

نانڪ ديو کي درياهه مان نڪرندو ڏسي ماڻهو وائڙا ٿي ويا



۽ خلق اچي ڪٺي ٿي ته ٽن ڏينهن کانپوءِ درياهه مان ڪيئن نڪتو آهي! سڄي شهر ۾ خوشي ڇانئجي ويئي ۽ واڌايون ورهائڻ لڳيون. ماڻهو ڊوڙندا اچي نديءَ ڪناري ڪٺا ٿيا ۽ ڏٺائون ته نانڪ اڳي جهڙو ناهي، پر بلڪل بدلجي ويو آهي. هنجي اکين ۾ نُور الاهي پيو چمڪي! هنجو جلوو جلال ڏسي ماڻهو اچرج ۽ شرڌا ۾ ٻڏجي ويا. هو کانئس پڇڻ لڳا ته ٽي ڏينهن تون ڪٿي هئين ۽ آئي ڪير هو؟

نانڪ ديو آسمان ڏي اشارو ڪري چيو،-

सच खंडि वसै निरकारु। करि करि वेखै नदर निहाल॥
तिथै खंड मंडल वरभंड। जेको कथै त अंत न अंत॥
तिथै लोअ लोअ आकार। जिव जिव हुकमु तिवै तिव कार॥
वेखै विगसै करि वीचारु। नानक कथना करड़ा सारु॥

سچکنڊ ۾ نراڪار پرماتما آهي. جيڪو سرشٽيءَ جي رچنا ڪري، اُنکي پنهنجي نظر سان نهال ڪريٿو. هو کنڊ منڊل ۽ برهمانڊ ناهيٿو، جن جو ليکو ڪري نٿو سگهجي جو اُنهن جو انت ئي ناهي، انت ئي ناهي. اُتي لوڪن پنيان لوڪ ۽ بي انت آڪار ۽ شڪليون آهن. سرشٽين پنيان سرشٽيون آهن. جيئن جيئن حڪم تيئن تيئن ڪاريہ ٿئيٿو. اهو ڏسي هو خوش ٿئيٿو ۽ ويچار ڪريٿو. اُن جو ورڻن ڪري سگهڻ، لوھ جي چڻن چبائڻ مثل ناممڪن آهي.

گرو نانڪ پنج سؤ سال اڳ، ساکيات ڏسي جيڪو احوال بڌايو، سو اڄ جا نکيٽروادي سائنسدان چئي رهيا آهن ته اسانجي سوريہ منڊل ۾ هن پرٿويءَ سميت نوَ گرھ آهن. هن برهمانڊ ۾ پنجويهن هزارن کان بہ وڌيڪ اهڙا ٻيا سوريہ منڊل آهن. پل پل ۾ اڃا بہ وڌيڪ برهمانڊ ٺهندا رهن ٿا ۽ وستار ٿيندو رهيٿو. پر انهن سائنسدانن جي خلاف گرو نانڪ هڪ وڌيڪ ڳالھ ٻڌائيٿو ته اهو سڀ اُپائيندڙ نرنڪار، جڙ تنڌن وانگر نرليپ نٿو رهي، پر پنهنجي سرشٽي ڏسي پرسن ٿئيٿو ۽ پنهنجي حڪم موجب باترتيب هلائيندو رهيٿو ۽ اُن جي حڪم جو اُلنگهن ڪري نٿو سگهجي.

ماڻهن پڇيس ته اُن سچکنڊ دربار ۾ تو ڇا ڪيو؟ تڏهن گروجن چيو،-

هڪ ڀاڻي وڪار ڪاريءَ لائيا،
رات ڏهيءَ ڪيءَ وار ڏرهہ فرمائيا،

ڍاڍي سچي محل خسم بلائيا،
سچي صفت سالاھ ڪپڙا پائيا،
سچا امرت نام ڀوڄن آئيا،
گرمتي کاڌا رڄ تن سک پائيا،
ڍاڍي ڪري پساءُ شبد وڄائيا،
نانڪ سچ سالاھ پورا پائيا. (مانجھ کي وار، پوڙي ٢٧)

مون بيڪار منگتي کي پرڀوءَ پنهنجي ڪم ۾ لڳايو آهي. رات ڏينهن هنجا گڻ گان ڪرڻ جو فرمان ٿيو آهي. مون منگتي کي پرڀوءَ پنهنجي محل ۾ گهرايو ۽ سچيءَ صفت ۽ ساراھ جا ڪپڙا پهرايا. ست نام جو امرت ڀوڄن آيو، جو مون رڄي ڍءُ ڪري کاڌو ۽ آنند پاتو. هي منگتو اُن پرڀوءَ جي گڻ گان جا شبد ڳائيندو ۽ پرڀوءَ کي پائيندو.

نانڪ ديو جي واتان سچکنڊ دربار جا احوال ٻڌي ماڻهن جو ڍءُ نه ٿيو. هو جگياسا ۾ ڀرجي کانئس پڇڻ لڳا ته سچکنڊ ۾ اُن سرجڻهار جي شڪل ۽ صورت ۽ صفت ڪهڙي آهي ته هن چيو ته اُن نرنڪار پرڀوءَ جو ڪو آڪار ڪونهي. هو آد جڳاد کان ست سروپ آهي ۽ آئينده به ست رهندو ۽ اُن جو ورڻن ڪري نٿو سگهجي.

कोटि कोटि मेरी आरजा पवणु पोअणु अपिआउ।
चंदु सूरजु दुई गुफै न देखा सुपनै सउण न थाउ।
भी तेरी कोमति ना पवै हउ केवडु आखा नाउ।।

جي منهنجي عمر ڪروڙين سال ٿئي، هوا کاڌو پيتو هجي، غفا ۾ ويٺو سج چنڊ يا سپنو به نه ڏسان يعني سچو وقت ساندھ جاڳندو تنهنجا گڻ ڳائيندو رهان ته به پنهنجي قيمت ھ پائي نه سگهندس، ڇو ته تون بي انت آهين.

سچڻ جي سوڀيا، کهڙي چوان مک سان،
سامي سهسين سج چنڊ، لڄامان ٿيا،
پڇي ڏسو تنين کون، جن ديدار ڪيا،
لنگهي پار پيا، سنسي جي ساگر کون.

صاحبن چيو-

नानक कागद लख मणा पड़ि पड़ि कीजै भाउ।
मसू तोटि न आवई लेखणि पवणु चलाउ ॥
भी तेरी कीमति ना पवै हउ केवडु आखा नाउ ॥
(सिरी राग पदे-४/२)

لکين مڻ ڪاغذن جا پڙهي پڙهي پريم رس ظاهر ڪيان، مس ڪڏهن نہ کٽي ۽ هوا وانگر ليکڻ پئي هلي تہ بہ تنهنجي قيمت نہ پوندي، جو اِها بيحد وڏي آهي.

بي انت سروپ تنهنجو، بي انت تنهنجو نام،
هرهنڌ جوت تنهنجي، جنهن ۾ جيون جو وشرام!

ائين چئي نانڪ ديو سماڌيءَ ۾ اچي ويو. ٿوريءَ دير کان پوءِ ماڻهن وري بہ جڏهن پرماتما لاءِ پڇا ڳاڇا ڪئي تہ اُنجو نالو ڇا آهي؟ ڪڏهن ۽ ڪيئن پيدا ٿيو؟ ڪيئن ملي سگهي ٿو؟ تڏهن نانڪ ديو چيو-

ايڪ اونڪار، ست نام، ڪرتا پرکہ، نربهو، نرويرو،
اڪال مورت، اجوني، سئيڀن، گرپرساد.

اهو آهي گرو گرنٿ صاحب جو بنيادي منتر جنهنتي سڄو گرنٿ صاحب بڌل آهي. اُهو هڪ آهي ۽ سندس نالو اونڪار ست نام آهي، يعني آد جگاد کان ست آهي. هو سرشٽيءَ جو ڪرتار، آد پرش آهي يعني جڳت کان اڳ بہ هو، هاڻي بہ آهي ۽ آئينده بہ رهندو. ڀؤ ۽ وير کانسواءِ آهي، هو اڪال مورت،

نتيھ، اوناشي (وقت کان پري) ”ٽائيم ليس“ آهي، جنم مرڻ کان پري، پنهنجو پاڻ ٿيو آهي ۽ گروءَ جي ڪرپا سان ملي ٿو.

نانڪ ديو هڪ وڻ هيٺان ويهي اِهي گيان اُپديش پئي ڪيا ته پيڻس نانڪي ۽ استري سلکڻي آيس. هنن گهر هلڻ لاءِ گهڻيون ئي منٿون ڪيس، پر هو انهن سان نه ويو.

جاڳي ڏنو جن، ڏِسڻ ڏب (دوئي) عجيب جو،
سي محبتي مشتاق جن، پلڪ نه پاسو ڪن،
جاڻ وڃائي پانهنجي، لڏو لڏءَ سڪ سڪن،
رتا رنگ رهن، سامي سپيرين جي.

*—*—*—*

## ١١- سچي نماز ۽ عبادت

پربوءَ جي پيارن مان ويڪون ڪيڻ وارا ٻه گهڻا ٿيندا آهن ۽ نانڪ ديو جا ته خاص ڪري گهڻا هئا جو هو مورتي پوڄا ۽ برهمڻن کي شراڌ ڏاما وغيره ڪارائڻ جي خلاف هو. هنن افواهه اُٿاريا ته موديخاني ۾ وڏي گهوٻي هٽي، نواب جي دپ کان نانڪ فقير ٿي وڃي وڻ هيٺان ويٺو آهي. جتي هر روز پيو فقيرن ۽ غريبن لاءِ سدا ورت هلندو، سو ته ڪوٽ ۾ وڃڻوئي هو. هاڻي جڏهن موديخاني جو ليکو ٿيندو ته پاڻيهي وڪا پڌرا ٿيندا.

نانڪ ديو انهن ڳالهين جي ڪن لاٿار ڪري ڇڏي. هو گهر ته نه ويو، پر جڏهن ڪي غريب محتاج هن وٽ آيا ۽ چيائونس، ”ٻي ڏينهن تو ته وڃي خسم جي ديدار جو مزو ماڻيو، پر اسان ته ٻي ڏينهن بکيا رهيا آهيون. اڳي تون موديخاني مان سيڌو ڏيندو هئين ته اسانجو پيٽ پربو هو.“

بکين ڏرڏولدن جي دانهن صاحبن کان سٺي نه ويئي. هو اُنهن کي ولي موديخاني ۾ آيو ۽ پيندار کولي فقيرن ۽ غريبن کي

چيائين، ”سڀ ڪجهه اُن پرماتما جو آهي، جنهنکي گهرجي سڀ پندار مان ڪڍي وجهي.“

اهو ٻڌي فقيرن ۽ اتيتن جو مڪو مچي ويو ۽ ڪاهي تي مال ڪڍي وڃڻ لڳا. ڏاڍي اچي ڀڄ پيئي. صوبيدار اچي ماڻهن کي ڪڍيو ته هي موديخانو نواب جو آهي ۽ نانڪ کي ڦرلٽ ڪرائڻ جو ڪو حق ڪونهي. هن موديخاني کي ڪلف ڀارائي بند ڪرايو ۽ پهرو ويهاريو. صوبيدار، نانڪ ديو کي آڻي نواب دولت خان اڳيان پيش ڪيو ۽ سموري حقيقت ٻڌائي چيو ته نديءَ مان نڪرڻ کان پوءِ نانڪ مستانو ٿي پيو آهي ۽ هن جو هوش گوش نه رهيو آهي. تڏهن نواب حڪم ڏنو ته نانڪ کي جيل ۾ بند ڪريو ۽ موديخاني جو پوتاميل ڪڍڻ لاءِ ليکي چوڪي وارا ويهاريو ۽ جيڪو نقصان ٿيو هجي سو ديوان جيرام کان ڀرائي وٺو.

گروجن کي هڪ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪيو ويو. نواب جي ليکارين وري مال ۽ ناڻي جي لسٽ ناهي ليکو ڪيو ته هن دفعي صاحبن جا نواب ڏي ٧٦٠ رپيا طلب نڪتي. اهو ڏسي سڀ وائڙا ٿي ويا ته موديخانو ايڏيءَ وڏيءَ ڦرلٽ جي سٽ ڪيئن سهي سگهيو ۽ مورڳو فائدو پيو! اُنهن ڄاتو ته ڀڳت وتسل ڀڳوان سدائين ڀڳتن جي پت رکندو آهي.

نواب کي اِها خبر پيئي ته هن کي يقين ٿي ويو ته نانڪ خدا جو پيارو ولي آهي. هن يڪدم گروجن کي ڪوٺڙيءَ مان ڪڍيو ۽ پشيمان ٿي پنهنجي گستاخيءَ جي معافي ورتائين ۽ چيائينس ته آئينده به موديخاني جو ڪم سنڀاليندا رهو! نانڪ ديو انڪار ڪيو ۽ چيو ته هاڻي اسانکي شاهن جي شاهه پنهنجي نوڪريءَ ۾ رکيو آهي ۽ اسان اُتي مشغول رهنداسي. باقي اسانجو لهڻو جيڪي نڪتو اٿوَ سو غريبن کي خيرات ڪري ڇڏجو!

اِهو چمتڪار ڏسي نه رڳو نواب دولت خان جو، پر گهڻن

مسلمان عملدارن ۽ ملان مولوين جو به گروءَ جن ۾ صدق تسليمات
پيدا ٿي. نانڪ ديو ته شهر کان ٻاهر هڪ وڻ هيٺان ويهي اُن
ڪرتار جا گڻ ڳائيندو هو ۽ هنجي اُپديش مان هندو مسلمانن
کي فيض رسندو هو. هو چوندو هو:-

جهه جهه ديکهه تهه تهه ساچا،
بن بوجهي جهگرت جگ ڪاچا. (گوڙي راڳ اسٽ پدي-۸)

جيڏانهن جيڏانهن نهاريون ٿا، تيڏانهن تيڏانهن اهو سچو
سائين ڏسڻ ۾ اچيٿو. ٻنا سمجهه جي هي فاني جڳت جهڳڙندو
رهيٿو. اُن اڪال پرش انسان اُپايا آهن نڪي هندو يا مسلمان.
اِها ڳالهه سمجهڻ ڪانسواءِ هندڪي مسلمانڪيءَ جا جهڳڙا مچائي
ٻنا آهن. حقيقتن جنهجي دل ۾ ديا ناهي ۽ اخلاق جا ڪرپل
آهن سي ڪهڙي به قوم يا مذهب جا هجن سي ڪافر آهن.
سڀ خدا جي اولاد پاڻ ۾ ڀائر آهن. نڪو هندو آهي ۽ نه مسلمان.

گروءَ جن جو اهو اُپديش هندو، مسلمان، برهمڻ، شودر سڀ
ٻڌندا هئا ۽ پوءِ اُنهن جي دلين ۾ اهڙو ڦيرو اچي ويندو هو
جو هو سڀئي پاڻکي هڪ ايشور جي اولاد، هڪ جهڙا ڀائر ٿي
ڀانئيندا هئا. اهڙيءَ طرح گرو نانڪ هڪ نئين انساني ڌرم جي
شروعات ڪئي. اهو وقت مسلماني حڪومت جو هو. حڪمران
هميشه پاڻکي اعليٰ اوچ قوم سمجهندا آهن. اُنهيڪي ڪو هندن
جهڙو چئي سو ڪانئن برداشت ڪيو نه ويو. قاضيءَ جي هشڪائڻ
تي نواب، نانڪ ديو کي گهرايو. قاضيءَ چيس:- "تو چوڻ شروع
ڪيو آهي ته نه ڪو هندو آهي نه مسلمان، ڇا تون مسلمانن جو
وجود مٽائڻ ٿو چاهين؟ هاڻي تون پاڻ ڪير آهين سو ٻڌاءِ ته
تنهنجو ٻول پڌرو ٿي پوي."

نانڪ ديو وراڻيو:- "هي سڀئي جيڪي ٻين ڏسڻ ۾ اچن
ٿا سي پرٿوي، هوا، پاڻي، باهه ۽ آڪاس جي پنجن تتن مان ٺهيل

پتلا آهن. اُنهن مان ڪن کي هندو ڪوٺيو ٿا ته ڪنکي مسلمين،
پر بنيادي طور اهي سرير ۽ انهنکي هلائڻ واري چيتن شڪتي
نه هندو آهي نه مسلمان. انهن سڀني کي اُپائيندڙ به ساڳيو آهي
جنکي خدا تعاليٰ الله ڀڳوان پرماتما گاڊ وغيره جدا جدا نالن سان
پڪارين ٿا. اُنهي ئي جوت سان هي سڀ سرير من ٻڌي هلي
چلي رهيا آهن. اُها چيتن شڪتي به نه هندو آهي نه مسلمان.
سچيءَ دنيا جا انسان منهنجا پائر آهن ۽ مان انهن سڀني جي
ساڳئي اُپائيندڙ جي بندگي ڪندو آهيان. ساڳئي هڪ سرجڻهار
۽ اُنهي بندن کي هندو مسلمانن جا جدا جدا نالا ڏيئي مونجهارو
۽ وڇاس پيدا ڪيو آهي. مان انهو ڪنڊن ڪريان ٿو ۽ جيڪو
بنيادي سچ آهي سو اظهار ڪريان ٿو.

قاضيءَ چيو،- ”جي تولاءِ هندو مسلمان چوائڻ ۾ ڪو فرق ناهي
ته تون پاڻکي مسلمان چواءِ!“ تڏهن صاحبن هي شبد اُچاريو،-

مسلمان ڪهاوڻ مشڪل، جا هوءِ تا مسلمان ڪهاوي،
اوّل اوّل دين ڪر مٺا، مَصَڪَل مانا مال مُساوئي،
هوءِ مسلم دين مهاڻئي، مرڻ جيوڻ ڪا ڀرم چڪاوي،
رب جي رضاءِ مني سر اوپر، ڪرتا مني‌ءَ آپ گنوائي،
توءِ نانڪ سرب جيئا مهر مت هوءِ، تا مسلماڻ ڪهاوئي.
(مانجهہ کي وار و سلوڪ ١)

مسلمان چوائڻ مشڪل آهي، جيڪو هجي ته پل چوائي.
اوّل اوّل يعني اوليائن جي تياڳ مارگ کي مٺو ڪري اُنتي هلي.
مال کنو ڪرڻ، مان ۽ مال کي ڇڏي ڏي، پڪي ايمان سان
مرشد جي راهه وٺي، رب جي رضا کي سر تي رکي، سڀ پدارت
الله جا مڃي ۽ آپو گنوائي، سڀني جيوَن تي مهر ڪري ته پاڻکي
مسلمان چوائي.

اهو نماز جو ڏينهن جمع هو. قاضيءَ چيس،- ”جي هندو

مسلمان ۾ ڪو فرق ڪونهي ته اسان سان هلي نماز پڙهه ۽ اسان وانگر الله تعاليٰ جي عبادت ڪر!"

گروءَ جن چيو، "مونکي ڪو اعتراض ڪونهي ڇو ته هندڪي يا مسلمانڪي طريقي سان ڪيل بندگيءَ جي مراد ته سائينءَ سرجڻهار سان آهي. مان توهان سان گڏجي نماز پڙهندس، پر شرط اهو آهي ته توهان به نماز پڙهندا ـ نه ته نه." قاضيءَ ڪلي چيو، "اهو ڪهڙو شرط آهي! اسان ته نماز پڙهڻ وڃي رهيا آهيون! هل اسان سان مسيت ۾!"



نانڪ ديو اُنهن سان گڏجي مسجد ڏانهن هليو. اها خبر وڄ وانگر شهر ۾ ڦهلجي وئي. هندن ۾ ڇوٻولو مچي ويو ۽ جتي ڪٿي ڪنا ٿي پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته هڪ وڏگهراڻو هندو گرو وڃي نماز پڙهي سا هندو ڌرم جي وڏي هاڃي آهي. هيڏانهن سلکڻيءَ به رودن شروع ڪيو ته نانڪيءَ اچي ڏيرج ڏنس ۽ چيس، "ڀيڻا! تون ڪو اُلڪو نه ڪر! منهنجو ڀاءُ مندر ۾ وڃي هري ڪيرتن ڪري يا مسيت ۾ عبادت ڪري ته ان سان

هندو يا مسلمان نه ٿي پوندو. جتي به سچيءَ دل سان ڀڳوان
جي ڀڳتي ٿيندي، اُتي هو پريوءَ جا گڻ ڳائيندو. هنتي پرماتما
جو هٿ آهي ۽ هنجو وار به ونگو نه ٿيندو.“

مسيت ۾ مسلمانن سان گڏ نانڪ ديو قطار ۾ بيٺو. ٻيا اُتي
ويهي نماز پڙهڻ لڳا پر هو بيٺو ئي رهيو، نه جهڪيو ۽ نه نماز
پڙهيائين. هن کي بيٺي مشڪندو ڏسي قاضيءَ کي ڏاڍو غصو
لڳو ته نماز پوري ٿيڻ تي هن واٽڙي جي لاڪ لاهيندس. عبادت



کان پوءِ ڀوڪ قاڙي صاحبن کي چيائين ته تو، پنهنجو واعدو نه
پاڙيو! نانڪ ديو چيو،- ”منهنجو شرط ياد ڪر ته توهان نماز
پڙهندءَ ته مان به پڙهندس. توهان ئي نماز نه پڙهي ته مان
ڪيئن پڙهان؟“

قاضيءَ چيو،- ”ڳالهائين ٿا تو! اهي آسر پورٽائيون ڳالهيون
نه هلنديءَ. هي سڀئي شاهد آهن ته مون نماز پڙهي.“

گروجن چيو، ”مونکي انهن جي شاهدي قبول ناهي. سر سجدي ۾ ۽ دل دنيا ۾! گوڏن جهڪائڻ ۽ ڏيکاءَ لاءِ ڪي لفظ زباني چوڻ ڪي ڇا عبادت چئبو؟ توهانجو من عبادت ۾ نه هو، پر توهانجي ڳاڻ جيڪو وڇڙو ڄڻيو آهي، اوهانجو سڄو وقت اُن خيال ۾ محوُ هو ته لوڙيءَ سان ٻڌل ناهي ته متان کڏ ۾ نه ڪري پوي.“

قاضي شرمسار ٿيو جو ڳالهه دل سان لڳس، پر چيائين، ”جي مونسان نه، ته نواب صاحب سان نماز پڙهو ها!“

گروجن چيو، ”نواب صاحب به نماز نٿي پڙهي. هو ڪابل ۾ گهوڙن جي خريداري ڪري رهيو هو.“

اهو ٻڌي ٻئي حيرت ۾ پئجي ويا ته هيءُ ڪو خدا جو وَلي آهي جو دلين ۾ لڪل راز ۽ خيال به ڄاڻي سگهيٿو. هو ٻئي صاحبن جي قدمن تي ڪري پيا ۽ سچيءَ عبادت جو طريقو پڇيائون. گروجن فرمايو، ”عبادت ۾ دل لڳائڻ گهرجي نه ته اها بندگي اجائي آهي. خدا ڪُوڙي نماز تي ڪيئن راضي ٿيندو؟ مان به عابد ۽ نمازي آهيان. شريعت موجب پنج نمازون آهن. نمازِ صبح، نمازِ پيشين، نمازِ ديگر، نمازِ شام ۽ نمازِ خفتن. پر منهنجي راءِ ۾ پهريون نماز آهي حق ۽ محنت جي ڪمائي. سڀ سان سچ ۽ ايمان تي هلڻ. ٻي نماز آهي حق ۽ هڏن جي پورهئي جي ڪمائي. ٽين نماز آهي خيرات ۽ نيڪي. چوٿين نماز آهي نيت صاف رکڻ ۽ من کي پوتر رکڻ ۽ پنجين نماز آهي الله تعاليٰ جي ياد ۽ سِڪ رکڻ. سداچار ۽ پر اُپڪار ئي ڪلمو آهي. جيڪي اُن تي عمل ڪن ٿا، سي ئي سچا مسلمان آهن ۽ ٻيا سڀ ڪوڙا.

(ماجهه راڳ)

بندگي برحال، ڪوڙن منجهون ڪو ڪري،
مٺيو جنهنجي من مون، سامي جڳ جنجال،

رهيو نه رليءَ جيترو، هنئڙن ريک روال،
منجهي حال نهال، ملي ٿيو محبوب سان.

اُنوقت گروجن جي ٻيءَ نصيحت کي ٻه لواب ۽ قاضيءَ ڌيان سان ٻڌو ته مسلمان، زور زبردستيءَ سان جيڪي هندن جو مال ملڪيت ڦٻائي ويٺا آهن سا حرام جي ڪمائي آهي. قران شريف جي آيتن کي ياد ڪرڻ ۽ روزا نمازون رکڻ ڪو سچو مذهب ناهي، پر جيڪو ٻين جي ڀلائي ڪري ٿو ۽ سڀني تي رحم ڪري ٿو سوئي خدا کي پيارو ٿيندو. ”حق پرايا نانڪا اُس سوئر اُس گانءِ.“ زور زبردستيءَ سان ٻئي جو حق غصب ڪرڻ ۽ دٻائي وهڻ، مسلمانن لاءِ سوئر ۽ هندن لاءِ گانءِ مثل حرام آهي. ٻاهرين بندگيءَ جي مصالح وجهڻ سان حرام جو ماس حلال نه ٿيندو.

بندگيءَ جو ٻاهريون ڏيک، نمازون، پوڄا پاٺ، آرتيون ۽ گهنڊ گهڙيال ڪم نه ايندا، پر دل جي سچائي ۽ سِڪ، غريبن تي ديا ۽ اُن رب جي رضا تي راضي رهڻ، اندر ۾ سنتوک رکڻ ئي سچي بندگي آهي. اُن سان پاڪ ٿي پروردگار جي درگاهه ۾ جهؤ مان پائيندو.

سڀ کي ڏئي ڦل، سامي پانهنجي پاونا،
چون ويد پران ٿا، ايها ڳالهه اصل،
ڏنائون ڪري نرمل، حاضر شيشو هٿ ۾.

سدا پاڪ پرک، ورلي ويد وچار سان،
ديا ڌاري دل ۾، سڀ جو ميٽي دک،
پيئي پيئاري پريم رس، ماڻي سمتا سک،
سدائي سنمک، سامي رهي سروپ جي.

گروجن جي ڪلام جو نواب دولت خان تي اهڙو اثر ٿيو، جو هو سندس مريد بڻجي پيو ۽ چيائينس، ”اي الله لوڪ! مان

پڻ آدميءَ تي اعتبار ڪري تنهنجي ايمانداريءَ ۾ شڪ آندو ۽ توکي بند رکيو. اهو مونکان وڏو گناهه ٿيو آهي ۽ مان ڏاڍو پشيمان آهيان. هيئنئر مونکي پنهنجي خدمت ڪرڻ جو وجهه ڏي. مان توکي هڪ وڏي جاگير ڏيان ٿو، سو منهنجو نذرانو قبول ڪر! تون هتي رهي لوڪن کي سچي راهه ڏيکاريندو رهندين ته مونکي به ثواب ملندو."

پر نانڪ ديو سندس جاگير قبول نه ڪئي. هو شهر کان ٻاهر وڻ هيٺان ويهي پيو خاوند جا ڳڻ ڳائيندو هو. هنجي ۽ مرداني جي راڳ ۾ اهڙو رس ۽ ميٺاج ڀريل هو، جو ٻڌڻ سان ئي لوڪن جي دلين ۾ شانتي ۽ پرم آنند جي پراپتي ٿيندي هئي ۽ خلق وڏندي رهي جو پيئن ڳولن جا ماڻهو به اچي ڪنا ٿيندا هئا.

سلطانپور، ڪپورٿلا کان ١٥ ميل ڏکڻ طرف آهي. اُتي نديءَ ڪناري صاحبن هڪ ٻير جو وڻ پوکيو هو. اُتي هاڻي "ٻير صاحب" نالي گردوارو آهي ۽ اُهو وڻ به اجا اُتي آهي. جنهن جڳهه تي موديخانو هو، اُتي "هٽ صاحب" نالي گردوارو آهي. جنهن نديءَ ڪوٺيءَ ۾ نانڪ ديو کي بند رکيو هئائون، اُن جڳهه جي گردواري کي "ڪوٺڙي صاحب" ڪري چوندا آهن. جنهن جڳهه تي نانڪ ديو جو گهر هو ۽ جتي ڪيس به پٽ ڄاوا ۽ هو غريب غربن کي ٻيو ڪارائيندو هو، اُتي هڪ ٻه منزلي گردوارو آهي، جنهن کي "گرو ڪا باغ" چوندا آهن. اُتي هڪ ننڍو باغيچو به آهي ۽ اجا لنگر هلندو آهي. انهن جڳهين تي "گرو گرنٿ صاحب" رکيل آهن. سلطانپور لوڌيءَ ۾ اهي سڀ جڳهيون ڏسڻ وٽان ۽ ياترا ڪرڻ جهڙيون آهن.

*—*—*—*

# ١٢- ملڪ جي حالت

گرو نانڪ جي زماني ۾ ڀارت جي ڌارمڪ، سماجڪ ۽ سياسي حالت ڏاڍي بگڙيل هئي. گهڻو ڪري مسلمانن جي حڪومت هئي. اُهي رعيت جي سک سهنج يا حفاظت جو ڪو اونو نه رکندا هئا. نڪي رستا نهرائيندا هئا، نڪي پرورش جو ڪو پربنڌ هو. هو پرجا کي پيڙي ڍلون اُڳاڙيندا هئا ۽ پنهنجي عيش آرام ۽ شيل شڪار تي اوقنو خرچ ڪندا هئا. ساڳين ڳوٺن کان پاڙيسري حاڪم به اچي ڍلون اُڳاڙيندا هئا يا ڌاڙو ۽ رهزن گهوڙن تي چڙهي ڳوٺن ۾ ڦرلٽ مچائيندا هئا ته حاڪم اُنهن جو ڪو فڪر ڪونه ڪندا هئا. اُهي حاڪم هڪ ٻئي تي پيا حملا ڪندا هئا ته سندن لشڪر جي گهوڙن ۽ رسد پوري ڪرڻ ۾ ڳوٺن جا ڳوٺ تباهه ٿي ويندا هئا. ٻنهي طرفن جا لشڪر ڳوٺن جي ڦرلٽ ڪري جوان زالون ڪڻي ويندا هئا ته ڪين ڪو جهلڻ پلڻ وارو ڪونه هو.

عام مسلمان گهڻن فرقن ۾ ورهايل هئا. شيعا ۽ سني پاڻ ۾ وڙهندا ئي رهندا هئا. قريشي، مرزا، چشتي، عباسي ۽ سيد وغيره پاڻکي مٿي ۽ خاص سمجهندا هئا. اُهي قرآن شريف جي سچيءَ سکيا، عبادت ۽ اخلاق کي وساري، پيرن فقيرن ۽ ملائن جي چڪر ۾ قائل هئا اهي پنهنجي سوارٿ لاءِ ڪين انڌ وشواسن، وهمن ۽ ڀرمن ۾ غافل رکندا هئا ۽ ڪارا ڌاڳا ۽ تعويذ ڏيئي ۽ جهاڙ وجهي تسلي ۽ آٿت ڏيندا هئا. شاهه لطيف موجب هو دوزخ جي ڌمڪيءَ ۽ بهشت جي دلاسي سان پنهنجي سرپرستي قائم رکندا هئا.

عام هندو جنتا جي حالت ته ڏاڍي قياس جهڙي هئي. جنڊ جي ٻن پُڙن جي وچ ۾ جيئن ڪو ثابت نه رهندو آهي، تيئن هندو چيپاٽجي رهيا هئا. هڪ طرف هو مسلماني حاڪمن، قاضين، مولوين جو ظلم ۽ دٻاءُ، جيڪي هندن کي مسلمان بڻائڻ، هڪ

وڏي ثواب جو ڪم سمجهندا هئا ته ان سان هو بهشت ۾ حورن
جا حقدار ٿيندا. انهيءَ هو هندن سان ڏاڍيون تعديون ۽ زور
زبردستي ڪندا هئا. ٻئي طرف ٻاون ٻانيڻن، ٻوڄارين ۽ مهنتن،
سڄو ويدڪ ڌرم گم ڪري، ڪين پاکنڊ، ڀرم ۽ ڪوڙي ڪرم ڪانڊ
جي فريب ۾ ڦاسائي رکيو هو. تانترڪ ڪا پالڪ مساڻن ۾ وڃي
ڪرياٽون ڪندا هئا ۽ ناٿ سمپرداءِ جا ڪن ڦاٽل جوڳي، جٽي
ڪٽي دربدر پيا ڀٽڪندا هئا. ديويءَ تي نه رڳو جانورن جون
ٻليون چاڙهيندا هئا، پر پٽ ۽ ڌن جي پراپتيءَ لاءِ يا ٻين ڪامنائن
جي پورتيءَ لاءِ ابوجهه ٻالڪن ۽ ماڻهن جون به ٻليون چاڙهيندا
هئا. وام مارگي ۽ چولي مارگ وارا پنجن ممن ذريعي پوڄا ۽ ساڌنا
ڪندا هئا. پنج مما يعني مد (شراب)، ماس، مڇي، مدرا ۽
مٿن (سمڀوڳ). ڀنگ، گانجي، چرس وغيره سڀ قسمن جي نشن
جو واهپو، نه رڳو تانترڪن ۾، پر ڀٽڪندڙ جوڳين ۽ سنياسين ۾
به گهڻو هوندو هو. اهي هئا هندو ڌرم جا رکيڪ ۽ رهبر!

جوتش جي نالي ڦرڻ وارا پاکنڊي به گهڻا هئا. هرهڪ ڪاري
لاءِ مهورت ڪڍائيندا هئا ۽ انهن ۾ گرهن جي شانتيءَ لاءِ جپ تپ
۽ هون ڪرائڻ جي بهاني پيسا ڦريندا هئا. مري ويل جيوَ جي
نمت براهمڻ به ڏاڍو ڦريندا هئا جو سونو چاندي باسڻ برتڻ ڪپڙا
اناج جايون جڳهيون هند بسترا پلنگ وٺندا هئا ته اهي مئل جيوَ
کي پرلوڪ ۾ ملندا. سماج ۾ منهن مٿي ڪرڻ لاءِ غريب، قرض
کڻي به برهمڻن کي ڏڻ ڪرائيندا هئا. ڪنهن زماني ۾ گيا جا
پنڊا ٻنڊ ٻارائڻ وقت جوان زالن جو به دان وٺندا هئا. عام ماڻهن
جو ايمان جادوءَ، ٽوڻن، منترن جنترن ۾ گهڻو هوندو هو ۽ سڳڻن
۽ ڀرمن ۾ جڪڙيل هئا.

برج ڀوميءَ ۽ راجستان ۾ ڪي گوسائين مت وارا، تازو پرڻيل
زالن کي سمرپڻ ڪرائيندا هئا. مٿو هون ته سڀ ڪجهه ڀيريائين

گوسائين کي ارپڻ ڪري پوءِ پاڻ کڻي آڻجي. ڀڳت ۽ ڀڳتياڻيون، گوسائين جو جوٺو کائڻ ۾ وڏو ڀاڳ سمجهنديون هيون. نپٽ اگهاڙن جين سادن جي سيوا ڪندي زالن کي شرم نه ايندو هو. ڏکڻ ڀارت جي مندرن ۾ پيتا ۾ ڇوڪريون به ونديا هئا ۽ انهن جي ديوتا سان شادي ڪرائي، پاڻ کين سهاڳ جو سک ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڌرم جي نالي ڪمارين جي عصمت لٽي وينديون هيون. ديوداسين ۾ بيحد ويڀچار هلندو هو.

عام جنتا غريب انگهه اگهاڙا مسڪين ڏکيا ڏينهن پيا گذاريندا هئا، پر مندرن ۾ اپار ڌن دولت ۽ سونو چاندي ڪٺي ٿيل هئي ۽ پوڄاري ۽ مهنت راجائن کان وڌيڪ شاهوڪار هوندا هئا انڌ وشواس جي ڪا حد ئي نه هئي. ڪاشي ڪروٽ ۾ گهٽيءَ ماڻهو پراڻ ڏيندا هئا ته سڌو سرڳ ويندا سي ۽ مرڻ کان اڳ پنهنجو سرونس پنڊن کي دان ڪندا هئا. ڪيترن مندرن ۾ درشن ڪرائڻ لاءِ ٽڪيٽ هونديون هيون. ناٽڪ وانگر جيترو وڌيڪ تيترو نرخ وڌيڪ. ڪيترن مندرن ۾ مورتيءَ اڳيان پڙدو رکندا هئا ۽ جيستائين سٺي آسامي، هميائي نه رکندي هئي، تيستائين درشن نه ڪرائيندا هئا. اهو انڌ وشواس ڦهليل هو ته مورتيءَ جو درشن ڪرڻ سان سندن ڪيل پاپ معاف ٿي ويندا.

ڪي فقير، ميخن جي پاٽين تي ويهندا هئا ته ڪي چٽيءَ پاسن کان ڏوڪيون ڏکائي ويهندا هئا. ڪي ٻانهون مٿي ڪري هڪ ٽنگ تي بيهندا هئا. اهڙيءَ طرح جيڪي پنهنجي امولڪ منش سرير کي اجايا ڪشٽ ڏيندا هئا، سي وڏا سادو چوائيندا هئا. پر گهڻو ڪري پاڻ کي اهڙا ڪشٽ نه ڏيئي، تلڪ لڳائي، گيڙو وستر پائي، مالهائون ۽ گيتا ڪڇ سان به چڱو اپراسو ٿيندو هون.

هندو ڌرم ۾ سوين مت متانتر، ماڻهن کي هڪ ٻئي پليتيان ۾ منجهائي رکيو هو، جي هندن جي رکيا ڪرڻ بدلي پاڻ ۾ ئي لڙندا

رهندا هئا. ذڪرڻ ۾ ته شوَ ۽ وشڻو مت وارن جون باقاعدي جنگهون لڳنديون هيون. هونئن ته براهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر چار ورڻ هئا پر ٻين ڪيترين جاتين کي اڇوت ليکي ايتري قدر نفرت ڪندا هئا جو ڪين پنهل سمجهي، پنهنجن کوهن ۽ گهاٽن تان پاڻي ڀرڻ به نه ڏيندا هئا. اُهي هندو ڌرم ڇڏي اسلام ۾ وڃي رهيا هئا ڇو ته ٻوءِ ڪين اڇوت ڪري نه ليکندا هئا. اهڙيءَ طرح پنهنجا ۽ ڀراوا هندو جاتيءَ جو ناس ڪرڻ ۾ لڳل هئا. مطلب ته سچي هندو ڌرم، ڀڳتي، گيان، وئراڳ کي وساري، پاکنڊ انڌ وشواس ۽ دراچار جي درياهه ۾ غرق ٿي رهيا هئا.

اهڙي ڪٺن ڪال ۾ گرو نانڪ جهڙي ديالو ڀڳت کان ڪيئن رهيو ويندو ته هو رڳو هڪ شهر ۾ رهي اُن جو اُڌار ڪري. ملڪ جي دردشا ڏسي هن جي دل ڀڳهرجي ويئي ۽ هن انسان ذات کي سچو رستو ڏيکارڻ لاءِ، پاکنڊ ۽ انڌ وشواس کي ميٽڻ لاءِ ۽ پريوءَ جي پياري نام جي پرچار لاءِ رٿن ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

*—*—*—*

## ١٣- ياترا ڦيرڻ جي تياري

ڀڳوان ٻڌ، پنهنجي اِستريءَ ۽ پٽ کي سمهيل ڇڏي، لڪي ڇپي هليو ويو هو، پر نانڪ ديو سڀني کي چئي ڇائي ياترا ڪرڻ جا سانباها ڪيا. اهو ٻڌي سلکڻيءَ پنهنجي پيءُ ماءُ کي نياپو موڪليو ۽ پنهنجي نڙاڻ نانڪيءَ کي وٺي صاحبن وٽ آئي. هو ٻئي کيس چوڻ لڳيون ته توهان گهر ڇڏي جهنگل وسايو ته اسان ڪجهه نه چئون، پر هاڻي توهان مُورڳو ملڪ ڇڏي وڃو ٿا، سو اسانکان سٺو نه ويندو. سلکڻيءَ ته زار زار روئندي ٻئي پٽ ڪري اڳيان رکيس ۽ پڇائينس، ”ٻين جيئن جي اُڌار ڪرڻ جي ڳڻتي ٿئيوَ ٿي، پر پنهنجي آنڊي جاولن جي جر نٿي اچيوَ؟ پيءُ ڪانسواءِ

هنن اڻ ٻوجهه ٻالڪن جي ڪير سار سنڀال ڪندو؟ توهان کان سواءِ هن سنسار ۾ هنجو ٻيو ڪير آهي؟"

گرو نانڪ ٻنهي ٻارن جي مٿي تي هٿ رکي چيو، "سڀني جيوَن جي پالنا ڪرڻ وارو، هنن ٻچن جي به پالنا ڪندو. تون انهيءَ تي ڀروسو رک ۽ مونکي چڱي ڪم ڪرڻ کان نه روڪ! ويساهه رک ته هو سدا توسان انگ سنگ سهاءِ ٿيندو!

نانڪيءَ جو پنهنجي ڀاءُ ۾ پورڻ ويساهه هو ته هوُ جيڪي به ڪري ٿو، سو نيڪ آهي ۽ اُن ۾ چڱائي آهي ۽ اهو ايشور جو ڀاڻو آهي. پر جنهن ننڍي ڀاءُ کي پراڻن کان وڌيڪ پيار ڪندي هئي، تنهنجي جدائيءَ ۾ ڪيئن نه وياڪل ٿيندي! هن جي اندر جي آنند مانڊ انترجامي صاحبن کان ڳجهي نه رهي. تڏهن چيائونس، "پياري ڀيڻ! تون دلگير نه ٿيءُ! مان سدا تنهنجي اندر ۾ آهيان ۽ تون جڏهن به مونکي قرب سان ڪوٺيندينءَ ته مان تو وٽ هليو ايندس."

ان چئن ڏينهن کانپوءِ سلڇڻيءَ جا ماءُ پيءُ به اچي سلطانپور پهتا ۽ نانڪ ديو کي فقيراڻي ويس ۾ ڏسي ڏاڍا شوڪارا ڀرڻ لڳا. کيس چيائون ته، "تو اسان سان ڌوهه ڪيو آهي. جي توکي فقير ٿيڻو هو ته اسانجي سوُن جهڙي ڌيءَ جي حياتي برباد ڇو ڪيئي؟ توکي سڀيئي ديالو چون ٿا، پر حقيقت ۾ تون سنگدل آهين جو پنهنجي استريءَ ۽ ٻچن تي ڪو قياس نٿو پوئي. ڇڙو ڇانڊ هجين ها ته توکي ڪوئي نه چوي ها."

صاحبن چيو، "انسان جو سک ڏک ته اُن مالڪ اڳ ۾ ئي لکي ڇڏيو آهي، تنهنکي ڪو ميٽي نٿو سگهي. سڀني جيوَن کي جيڪو رزق پهچائي ٿو، سو منهنجي استريءَ ۽ ٻارن کي بکيو نه رکندو. مان شاهن جي شاهه جي نوڪري ڪئي آهي ۽ هن حڪم ڏنو آهي ته مان سندس سچيءَ ڀڳتيءَ ۽ بندگيءَ جو پرچار

ڪريان ۽ ماڻهن کي ڪوڙ ڪپٽ ۽ ڇل ڇل کان پاسو ڪرايان. پنهنجي مالڪ جو حڪم مڃڻ منهنجو پهريون فرض آهي."

ان جواب سان صاحبن جي سس سهڪي جو غصو پورو نہ ٿيو. هن پاڻسان شياملعل نالي پنڊت کي آندو هو، جنهن شاسترن جا پرماڻ ڏيئي نانڪ کي باز آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو:- "جي توهانکي درويش بڻجڻو هو تہ گرهست ۾ نہ گهڙڻو ها! اهڙيءَ طرح زال ۽ ٻارن جو تياڳ ڪرڻ تہ نجي نردئتا آهي!"

نانڪ ديو چيو:- "پنڊتجي! توهانکي ڪنهن چيو آهي تہ مان استري ۽ ٻارن جو تياڳ ٿو ڪريان؟ مان نواب جي نوڪري ڇڏي، شاهن جي شاهہ جي چاڪريءَ ۾ لڳو آهيان ۽ اُنجي مهما ۽ ست نام جو پرچار ڪرڻ لاءِ ٻاهر وڃي رهيو آهيان. اُنجا ٻندا ڪوڙن وهمن ۽ فريب جي ڦندن ۾ ڦاٿل آهن. اُنهن کي اجاين رسمن ۽ ريتين جي اوندهہ ۾ رکيو ويو آهي. مونکي مالڪ جو حڪم ٿيو آهي تہ اُنهن کي آزاد ڪريان ۽ روشنيءَ ۾ آڻيان. ڪيترا راجائون، پيا ملڪ فتح ڪرڻ يا ڪي واپاري ناڻي ڪمائڻ لاءِ گهر ٻار ڇڏي سالن جا سال پرديس ويندا آهن، تن کي تہ ترشنا جي تياڳ لاءِ ڪوئي ڏوراپا نہ ڏيندو آهي! ڪي ماڻهو پنهنجي سيٺين ۽ مالڪن جي حڪم موجب ڏورانهن ديسن ۾ ويندا آهن. اُنهن کي گهر ڇڏڻ جو ڪوئي نپڪو نہ ڏيندو آهي! مان بہ پنهنجي مالڪ جي نوڪريءَ خاطر استريءَ ۽ ٻارن کان ڪجهہ وقت لاءِ جدا ٿي رهيو آهيان. مان تہ نڪي جوڳي ٿيو آهيان ۽ نہ سنياسي. مان پنهنجي شاهہ جو ڪاريہ ڪري ايندس تہ وري اچي پنهنجي گهر گرهست ۾ رهندس، تيستائين منهنجو مالڪ جيئن سڀني جڳت جي پرورش ڪريٿو، تيئن هنن جي بہ ڪندو."

گروجن جو جواب ٻڌي پنڊت شياملعل کي دلجاءِ ٿي ۽

هن ياڻي مولي کي چيو، ”پيارا! منش جو پنهنجي گهر گرهست ڏانهن برابر فرض آهي ۽ پنهنجي مالڪ، ديش ۽ سماج ڏانهن به منش جوابداريون آهن. جڳت جي اُڌار لاءِ پرڀوءَ نانڪ کي موڪليو آهي. اِهو مهان ڪارج هڪ ڳوٺ ۾ رهنديءَ تي نه سگهندو، انڪري توهين هن جي چڱي ڪم ۾ اُڙ نه وجهو!“

ان سمجهاڻي تي به نانڪ ديو جي سس سهري جي اندر جي آنڌ مانڌ نه گهٽي. هنن نواب دولت خان کي وڃي چيو ته، ”سندس نانيءَ تي ڪنهن جن ڀوت جو ڇانءُ پيو آهي. هن جا جيڪي ٧٦٠ روپيا باقي آهن، سي سندس استريءَ کي ڏنا وڃن.“ نواب جواب ڏنو، ”نانڪ هڪ سچو درويش آهي ۽ هن چيو آهي ته سندس اها رقم خيرات ۾ ڏني وڃي. تنهن هوندي به مان توهانجو نيايو ڪيس موڪليان ٿو ۽ جيئن هن چيو تيئن ڪيو ويندو.“ نواب جي ماڻهن کي گروجن چيو ته اڌ رقم خيرات ڪريو ۽ باقي اڌ رقم منهنجي سس سهري کي ڏيو! نواب ائين ئي ڪيو.

ياڻي مولا کتري پنهنجي ڌيءَ سلکڻيءَ ۽ ننڍي ڏوهٽي لکميچند کي وٺي پنهنجي ڳوٺ ويو ۽ سندن وڏو ڏوهٽو سريچند پنهنجي پڦيءَ نانڪيءَ وٽ رهيو. ڪجهه سال پوءِ جڏهن نانڪ ديو، ڪرتارپور ۾ رهڻ لڳا ته پنهنجي استريءَ ۽ پٽن کي اُتي گهرائي ورتائون. سندن وڏي پٽ سريچند سڄي عمر برهمچاري رهي ۽ يوگ سادنائون ڪري اُداسي سمپردايه هلايو. ننڍي پٽ لکميچند پنهنجي ناني وانگر دنيوي پرپنچ ۾ رهي ونش پرمپرا هلائي. ٻيڪا مٽا صاحب ۽ ٻيا گوردوارا ۽ جاگيرون هن جي اولاد جي هٿن ۾ آهن.

اهڙيءَ طرح پنهنجي ڪٽنب ۽ ساڌ سنگت کان موڪلائي، نانڪ ديو ٢٨ ورهين جي عمر ۾ سنه ١٤٩٧ع ۾ پنهنجي ڀورڻ

ياترا شروع ڪئي. اها ياترا ٻارهن سالن ۾ پوري ڪري ١٥٠٩ع
۾ واپس آيا. ان ياترا کي سک ڌرم وارا اوڀر جي ياترا چوندا آهن
۽ انهيءَ ڀائي مردانو ساڻ هون. اها ياترا گهڻو ڪري تيرٿن جي ٿي
۽ ان جا مکيه استان هيءَ هئا- ڪروڪيتر، هردوار، دهلي،
متراءِ، برندابن، ايوڌيا، پرياگ، ڪاشي، پٽنا، گيا، ڍاڪا، چٽگانءُ،
مٽيپور، ڪلڪتا ۽ جڳنات پوري وغيره.

انهن تيرٿن ۽ استانن تي جدا جدا مت متانترن وارن سان
نانڪ ديو جا وارتالاپ ٿيا ۽ ڌار ڌار ٻولين ۾ لوڪ سوال پڇندا
هئا. گروجن جي مک مان نه پر راڳ راڳڻين ۾ جواب نڪرندا
ويندا هئا. مرداني جو ساز ساٿ ڏيندو هو ۽ ٻڌندڙ آنند ۾ پرجي
ڪرتارٿ ٿي ويندا هئا. اچرج ته اهو هو ته ٻڌندڙ هن جو اُپديش
پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ سمجهي ويندا هئا. جيئنوٽيڪ سندس شبدن ۾
آسام ۽ لنڪا کان وٺي مڪي مديني تائين ٻولين جا لفظ آهن،
پر سڀني کان گهڻا سنڌي ٻوليءَ جا آهن.

نانڪ ديو اوڀر، ڏکڻ، اُتر ۽ اولهه ڏي چار ياترائون ڪيون
۽ انهن چئني ياترائن ۾ سندن ويس ٻين سادو سنتن کان نرالو
هو. پهرينءَ ياترا ۾ پيرن ۾ ڪاٺ جون چاکڙيون، هٿ ۾ ڪرمنڊل،
سر تي ڍگهي قلندري ٽوپي، نرڙ تي چندن جو تلڪ، بدن
تي گوڏن تائين پيلو ڪڙتو ۽ مٿان اڇي ڪفني. مطلب ته هندو
۽ مسلمان فقيرن جي ان انوکي لباس ۾ ڪوئي سمجهي نه سگهندو
هو ته صاحب هندو آهن ڪ مسلمان. حقيقت ۾ نانڪ ديو
جات پات، ديش ڌرم ۽ مذهبن کان مٿي هڪ خدائي فرشتو
هو. هو جتي به ويندو هو ته انوکي لباس ۽ سندن مڌر آلاپ ۽
مرداني جي رباب تي خلق اچي ڪٺي ٿيندي هئي ۽ کين
پنهنجو اُپديش ڪرڻ آسان ٿي پوندو هو. ڪن ڪتابن ۾ لکيل
آهي ته ڀائي بالو به ساڻ هوندو هو، پر ٻين ۾ لکيل آهي ته

صاحبن سان پهرين ۽ چوٿين وڻن ۾ رٻو مردانو ساڻ هو ۽ ٻئي ۽ ٽئين وڻن ۾ ٻيا ستسنگي ساڻ هئا، جن جا نالا اُتي ڏنا آهن.

*—*—*—*

## ١۴- ياترا ١- هڏن ۽ حرام جي روٽي

گرو نانڪ ۽ مردانو، سلطانپور ڇڏي اوڏانهن هلندا رهيا، جيڏانهن پرڀوءَ کين پريرڻا ڏني يعني پنهنجي مرضي تي هلايائون. اوپر طرف ڪجهه ڪوهه پنڌ ڪري، هو هڪ تلاءَ جي ڪناري، هڪ ٻيرن جي وڻ هيٺ ويهي ٿڪ ڀڃڻ لڳا. اُتي گروجن هري ڪيرتن ڪيو ۽ هلندي چيائون:- ”هن تلاءَ تي ڪو مهاپرش هڪ ڏاڍو سندر هري مندر ٺهرائيندو، جتان لوڪن کي سداءِ اڌياتمڪ پرساد ملندو رهندو.“

صاحبن جي اڳڪٿيءَ موجب اُن جڳهه تي امرتسر جي سوني دربار ٺهي ۽ چوطرف وڏو شهر وسي ويو. دربار جي تلاءَ جي ڪناري، اڃا تائين ٻير جو اُهو ٻڍو وڻ آهي، اُنکي ”دکڀنجني ٻير“ ڪوٺيندا آهن. ياتري اتي انهيءَ ويساهه سان نمندا آهن ته اُها جڳهه، دک ۽ ڪليش کي ختم ڪندي آهي. ويساهه ۾ وڏي شڪتي آهي.

اُتان هلي، گروجن ڀڳوان جي ڀڳتيءَ جو پرچار ڪندا، فيروزپور ضلعي جي سيدپور شهر ۾ اچي پهتا. اُنجو نالو هاڻي ايمناباد آهي جو بادشاهه فيروزشاهه جي دائيءَ ايمنا اهو وسايو هو. اُتي لالوءَ نالي هڪ مسڪين نماڻو ڀڳت رهندو هو، جنهنکي سداءِ اها اُڪير هوندي هئي ته ڪيس ڪو ستگرو ملي جو مالڪ سان ملائيس. اهو مهر جو ڏٺي ته سچيءَ سڪ جي مراد پوري ڪندو آهي. ست ڪرتار جي پاڻي سان نانڪ ديو جا پير، اُن لالوءَ واڍي جي دروازي وٽ اچي رکيا ۽ هن ”ڌنيه نرنڪار“ جو نعرو

لڳاني در ڪڙڪايو. لالي اچي گروجن جي چرڻن ۾ سر جهڪايو ۽ ڏاڍي آدر سان آٽي هڪ واڻ جي کٽولي تي وهاريو. اُنکانپوءِ سندن هٿ منهن ڌوئاري جهڪو رکو سڪو پوجن تيار هوس، آٽي صاحبن ۽ مرداني اڳيان رکيو.

اهو اٽيو باجهريءَ جو روٽلو ۽ سڪو ساڳ ڏسي ميان مرداني جي دل ۾ سسي ويٺي ته هيءَ سڪو پورو ڪيئن ڳيسبو؟ هو ناگوار منهن ڪري صاحبن ڏانهن نهارڻ لڳو ته هدن کيس چيو،– ”ڀائي مردانا! اسان اُن ست ڪرتار جا سيوڪ آهيون. هو اسانکي جهڙو به ڏئي يا نه ڏئي، تنهن تي شڪر ڪري اسانکي هنجا ٽورا مٺا آهن. پريم شرڌا سان ڏنل پوجن ته امرت سمان ٿيندو آهي.“

سدا ڪر شڪر، سامي در دوسن جي،
پاوين ملي مليدو، پاوين سڪو ٽڪر،
رکي چاهه اندر ۾، گهٽ وڌ ڪڏي نه ڳڻهه،
نور الهيءَ ۾ ٽن، ته خاصو خلوت دار ٿئين.

گروجن کي اهو روٽلو پريم سان کائيندو ڏسي، مرداني به کائڻ شروع ڪيو ته هنجي حيرت جي حد نه رهي جو ان سڪي ساڳ ۾ سيري جو سواد آيس ۽ پورپو ته اهڙو چشڪيدار لڳس جو هٿ پيو چٽي ۽ اڳلا لذيذ طعام به وسري ويس. صاحبن چيس،– ”پيارا! اهو سڀ پرتاپ پريم جو آهي.“

گرو نانڪ ۽ مردانو ڪجهه ڏينهن لالوءَ جي گهر رهيا ۽ اُتي هري ڪيرتن ڪندا هئا ته خلق اچي ڪٺي ٿيندي هئي، جو صاحبن جي مڌرواڻيءَ جي آلاپ ۽ مرداني جي رباب ۾ جادوءَ جهڙي ڪشش هئي. لالوءَ جو گهر تيرٿ سمان پوتر ٿي پيو ۽ سڀيئي لالوءَ جي نصيب کي ساراهڻ لڳا.

ڀاڱن ڏنو ڀي، تڏي ساڌوءَ جو سنگ ٿيو،
جهڙ جو جنمن جو، سو سڀو ٿاب ٿيو،
سنسو آتم جيءَ جو، سو وڃان لئي وئو،
پرين پاڻ ڪيو، هي نظر نماڻيءَ تي.

اُن شهر جو هڪ وزير ۽ شاهوڪار ملڪ ڀاڳُو هوندو هو، جنهن جي گهر ۾ ڏاڍي ٺٺ سان سنڌس پيءُ جي شراڌ جو برهم ڀوڄ ٿي رهيو هو. هن گهڻنئي مهاتمائن، ٻاون، ٻانيڻن کي گهرايو هو ۽ خوب ڪپڙا، لٽا، ٻاسڻ، برتڻ ۽ ڏڪڻا پڻ ڏني. نانڪ ديو جي مهما ٻڌي ڏاڍي ٿهلجي وئي هئي. ملڪ ڀاڳوءَ هنن کي ٻـ ڪوني اچڻ لاءِ ماڻهو موڪليو پر گروجن نه ويس ۽ چيائون تـ مَلڪ جا حلوا پُوڙيون اسان جي لائق ناهن.

اهو سبب ٻڌي ملڪ ڀاڳُو ڏاڍو ٽپي ويو ته هڪ گهومڙ درويش جي اهڙي جرئت جو چوي ته اسانجو ڀوڄن گندو آهي. هو اهو اپمان برداشت ڪري نه سگهيو ۽ يڪدم سپاهين جي هڪ ٽوليءَ کي حڪم ڏنائين ته ڪيئن به صاحبن کي وٺي اچو. اُنهن کي گروجن مشڪي چيو ته- ”اسان اچون ٿا، جو اسانجو مطلب پورو ٿيندو.“

جڏهن نانڪ ديو، ملڪ ڀاڳوءَ جي اڳيان اچي بيٺو ته صاحبن جي مک تي شانتي ۽ الاهي نُور ڏسي، هن نياز سان نمسڪار ڪري صاحبن کي آدر سان ويهاريو ۽ پڇيو- ”اسان توهانکي برهم ڀوڄ ٽي اچڻ جي نمبد ڏني ته توهان چون آيئو؟“

گروجن مشڪي چيو- ”نيند ڏيڻ توهان جي مرضيءَ تي ڇڏيل هو، پر اُها قبول ڪرڻ يا نه، سو ته اسانجي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي.“

ملڪ چيو- ”هي سنت! مان ته چوندي چوندي مال گهرائي، سڀي گيهه سان چٽيهن پرڪارن جا ڀوڄن براهمڻن کان تيار ڪرايا آهن، تن لاءِ توهان چيو ته اهي توهان جي لائق ناهن.

صاحب چيو، ”اسان ساڌو، غريبن جي پگهر سان ڪمايل روٽلو امرت ڪري سويڪار ڪندا آهيون ۽ جيڪو اناج بي ايمانيءَ ۽ ڏاڍائپ سان ڪسيل هوندو آهي، تنهنکي ڇهندا به نه آهيون ڇو ته انهيءَ جو واهپو ڪرڻ سان من مليل ٿيندو آهي. سچ چيل آهي ته 'جهڙو اَن تهڙو من'. توهان پنهنجي عهدي ۽ دولت جي زور تي هيءَ ڌن دولت ميڙي آهي، سا حلال جي ناهي. تنهنڪري اسان چيو ته توهان جا مالپڙا ۽ پوڙيون اسان جي لائق ناهن.“

هن وقت سوُڌي ملڪ کي اهڙيءَ طرح سچ چٽي تڙي ڪيڻ وارو ڪو نه مليو هو. اهو ليڪو بڌي هن کي چڙ لڳي ۽ چيائين، ”توهان اهڙا اجايا انومان ڪري هڪ اوچ جاتيءَ جي پوڄن کي قبول نٿا ڪريو پر هڪ شودر جي روٽلي کي پوتر ٿا سمجهو!“

صاحب چيس، ”هي پيارا! جات، مايا ۽ ڪل جو ايمان اجايو آهي، جو سيني ۾ اَن پريوءَ جي جوت آهي. سڀني ۾ اُهو هڪ وسي رهيو آهي. نه ڪوئي ننڍو آهي نه وڏو. سڀڪو پنهنجي چڱن يا مندن ڪمن ڪري پلو يا برو ٿئيٿو.

नीचा अंदरि नीच जाति नीची हु अति नीचु।
नानक तिनके संगि साथि, बडिआ सिउ किआ रीस।
जिथे नीच समालीअनि, तिथै नदरि तेरी बखसीस। (सिरी राग)

”نيچ جاتين ۾ به جيڪو نيچ آهي، تن سان نانڪ جو سنگ-سات آهي. وڏن سان مان ڪهڙي ريس ڪريان؟ جيڪو نيچن کي سنڀالي ٿو (سيوا ۽ مان ڏئي ٿو) تنهنکي، اي پريو! تون نظر سان نهال ڪرين ٿو!“

ملڪ ڀاڳوءَ چيو ته، ”اهي خيالي ڳالهيون اسان کي ٺيڪ نه ٿيون لڳن. اسانکي ته ڪا ساکيات ثابتي گهرجي!“

گروجن چيس ته هرويرو ضد ڪرينئو ته گهراءِ پنهنجون ٻوڙيون ۽ مالپوڙا! اتي لالو ۽ سچي سنگت به اچي ڪني ٿي هئي ۽ ملڪ ڀاڳوءَ جا به گهڻيئي ماڻهو ويٺا هئا. صاحبن لالوءَ جو ٻاجهريءَ جو روٽلو هڪ هٿ ۾ جهليو ۽ ٻئي هٿ ۾ ملڪ ڀاڳوءَ جا مالپڙا. ٻنهي کي نپوڙ ڀائين ته لالوءَ جي روٽ مان کير ۽ شاهوڪار جي مالپوڙن مان خون جا ڦڙا ڦڙا نڪتا.

نانڪ ديو چيو، "اي پيارا! اهو ڏيکاري ٿو ته تون ابوتر آهين. تون براهمڻن کان سچي گيهه يا گنگا جل سان پوڄن نهراءِ، ته به ڪجهه فرق نٿو پوي. تنهنجي حياتي غريبن جي حقن دٻائڻ، زور زبردستيءَ ۽ فريب جي آهي. تو غريبن کي چوسي مايا ميڙي آهي، تنهنڪري تنهنجي روٽيءَ ۾ رت ڀريل آهي. پاپ سان ڪٺي ڪيل ڌن جو دان ڪرڻ سان پڄ ڪونه ٿيندو. مونکي ته هلال ۽ حلال جي ڪمائيءَ وارا ٽڪر پيارا لڳندا آهن."

گروجن ڏٺو ته ملڪ ڀاڳوءَ تي اچا اثر ڪونه ٿيو آهي، تڏهن ڪٺي ٿيل خلق کي چيائون، "ڀائرو! پورٻلي ڪرمن انوسار به انسان کي ڌن دولت ۽ عهدو ملندو آهي، تنهنڪري گهرب ڪري غريبن جو نرادر ڪرڻ نه گهرجي، ڇو ته

गनीबां उपरि जि खिंजै दाड़ी। पार ब्रहम का अगनि महि साड़ी।

جيڪو غريبن کي رنجائي ٿو سو پار برهم جي اڳنيءَ ۾ سڙندو.

धन भूमि का जो करे गुमान। सो मूरख अंधा अगिआनु।

करि किरपा जिसकै हिरदै गरीबी बसावै।

नानक ईहा मुकतु आगै सुखु पावै। (१-१२ गउड़ी ५ पृष्ठ २७८)

جيڪو مورک زر ۽ زمين جو ايمان ڪريٿو، سو انڌو اگيان ۾ آهي. ڪرتار پنهنجي ڪرپا سان جنهنجي هردي ۾ غريبي وسائي آهي، سو هن سنسار جي پرپنچ کان ڇٽل رهيٿو ۽ پرلوڪ ۾ به سک پائيٿو.

غريبيءَ جي اها مهما ٻڌي، غريبن چيو، ”مهراج! اسان سنساري جيون کي ته مفلسيءَ ۽ اڻهوند جي گهٽتين ۽ ٻک ۾ ٻوڙيوءَ جو پڇڻ نٿو ٿئي. پيٽ نه ڀرن روٽيون ته سيئي ڳالهيون ڪوڙيون.“

صاحبن چيو، ”هائو پيارا! مان چوان ٿو ته هردي ۾ غريبي ۽ نهٺائي رکو، چو ته،

जिसि ग्रिहि बहुतु तिसै ग्रिहि चिंता, जिसि ग्रिहि थोरी स फिरै भ्रमता।
दुह विवस्था ते जो मुकता सोई सुहेला भालीऐ। (१-१-७ अंजुलीया, मारु ५)

جنهنجي گهر ۾ گهڻو آهي، تنهنکي چنتائون ۽ ڊپ آهي (چورن، ڌاڙيلن، عملدارن ۽ دشمنن جو). جنهنکي ٿورو آهي سو به ڀٽڪندو ڦريتو. جيڪو انهن ٻنهي اوستائن کان آجو آهي سوئي سؤکو آرامي آهي.

जिनी नामु बिसारिया तिना ठउर न ठाउ।
लालै लालचु तिआगिआ पाइआ हरि नाउ॥
तू बखसहि ता मेलि लैहि नानक बलि जाउ॥
(मारु राग असटपदीआ ८/४)

هوند ۾ يا اڻهوند ۾، جن به نام وساريو آهي، تن جو ڪو ٺور ٺڪاڻو ڪونهي. جنهن لالچ ڇڏي هري نام ورتو آهي، تنهنکي پرڀو ڪرپا ڪري پاڻ سان ملائي ڇڏيندو، نانڪ تنهن تان ٻلهار وڃي.

گروجن جي امرت وچن جو ملڪ ڀاڳوءَ تي ڪو اثر ڪونه ٿيو، جو هن کي پنهنجي عاليشان محل ماڙين ڌنڌي ۽ سمپتيءَ جي واڌ پريل هئي. صاحبن چيس ته اهي سڀ ڪم نه ايندءِ، مورڳو دک جو ڪارڻ ٿيندءِ، وقت هوندي سوچي وٺ! برابر ٿيو به ائين جو بابر بادشاه جي حملي ۾ ملڪ ڀاڳو برباد ٿي ويو. اهو بيان اڳتي ايندو. سامي صاحب به چيو آهي،-

چڙ وڏائي واءُ، ڪايا مايا ڪل جو،
سامي ٿيندءِ ڪوڪو، هر ہما همراهه،
ملي ساڌ سنگت سان، ساڃهہ ڪر سماءُ،
اهڙو دلبر داءُ، موٽي ايندءِ ڪينڪي.

اهڙيءَ طرح نانڪ ديو هڪ اوچي انسان کي، هڪ وڏي عهدي ۽ دولتمند ماڻهوءَ کان ٻہتر ثابت ڪري، سچي سماجواد جي پيڙهہ رکي. جنهن ۾ نہ ڪو راجا آهي ۽ نہ رنڪ، نہ غريب نہ شاهوڪار. سڀني کي هڪ جهڙو حق آهي. جيڪي وڏي ڪل ۽ سمپتيءَ ۾ چاوا آهن، تن کي اڳرائي ملڻ نہ گهرجي پر لياقت، گڻن ۽ محنت کي مان ملڻ گهرجي.

يڪدم لالوءَ صاحبن کي چيو، ”اي منهنجا مالڪ! عجب تہ اهو آهي جو توهانجي گهڻي سمجهائڻ تي بہ ملڪ ڀاڳوءَ پنهنجو ايمان نہ ڇڏيو!“ تڏهن گروجن هي شبد اُچاريو،-

مانجهہ ڪي وار سلوڪ ١-

مڇي تارو ڪيا ڪري، پنکي ڪيا آڪاس،
پٿر پالا ڪيا ڪري، کسري ڪيا گهر واس،
ڪتي چندن لائيئي، ڀي سو ڪتي ذات،
ٻولا جي سمجائيئي، پڙيئهہ سمرت پاٺ،
اندا چانڻ رکيئي، ديوي ٻاهہ پچاس،
چوڻي سُئنا پائيئي، چڻ چڻ کاوءَ گهاس،
لوها مارڻ پائيئي، ڍهي نہ هوءَ ڪپاس،
نانڪ مورک ايهہ گڻ، ٻولي سدا وڻاس.

اونهون پاڻي مڇيءَ کي ڇا ڪندو؟ آڪاس پکيءَ کي ڇا ڪندو؟ تہ پٿر کي ڇا ڪندي؟ کدڙي کي گرهستي ڇا ڪندي؟ (اُن سان اولاد پيدا نہ ٿيندي). ڪتي کي چندن لائبو تہ بہ سندس سڀاءُ- ذات ميٽي نہ سگهبي. ٻوڙي کي سمرتيون پڙهي

بـدائڻ سان ڪجهه نه ورندو. انڌي اکيان پنجاهه ڏينھا بارڻ به اجايا آهن. چوپائي جانور اکيان سونو رکبو ته به هو چوُندي چوُندي گاهه کائيندو. لوهه ڳري ويندو ته به ڪجهه ڪونـه ٿيندو، يعني ڪو به پنهنجي خاصيت نٿو بدلي. مورک جو به ساڳيو حال آهي جـو سمجهائبس ته وڙاس ڪندو. تيئن مالڪ پاڳـو بـه پنهنجي سڀاءَ جي وس آهي.

ايمنآباد جي پٺاڻ حاڪم جو نالو ظالم خان هو ۽ جهڙو هوس نـالو تهڙا هٿس ڪم. اُنهن ڏينهن ۾ سنـدس پٽ اچـي سخت بيمار پيو ته هن شهر جي سڀني سنتن مهاتمائن کي جيل ۾ وڌو ۽ چيو ته هـو خدا کي دعا ڪن ۽ جيستائين سندس پـٽ چڱو ڀلو نه ٿيندو، تيستائين کين آزاد نه ڪيو ويندو. مالڪ پاڳوءَ جي سورش تي هن نانڪ ديو کي به بند ۾ وڌو. ظالم خان صاحبن کي چيو، ــ ”توهانجي ڏاڍي ساک ٿي رهي آهي ته توهان الله تعالیٰ کي ڏاڍا پيارا آهيو. تـوهانجي نيزاري، خـدا ضرور اگهائيندو. منهنجو پٽ خوش ٿيندو ته مان توهان کي مـالا مـال ڪري ڇڏيندس!“

نانڪ ديو مشڪي چيس، ــ ”اي حاڪم! اسان جنهن شاهن جي شاهه جا نفر آهيون، تنهن پنهنجي نام جي ناڻي سان اسانکي اڳيئي مالا مال ڪري ڇڏيو آهي ۽ هي دنيوي ڪڻ پنگو مال متاع اسانجي ڪنهن ڪم جا ناهن. هاڻي تـون بـداءِ ته ڪوئي مئل ماڻهو ڪڏهن وري زنـده ٿيو آهي؟“ حاڪم چيو، ــ ”مئل کي ته ڪو جيئاري نـه سگهندو آهي.“ صاحبن چيس، ــ ”اي پيارا! تنهنجو پٽ به مـري چڪو آهي. تو ن هنن سنتن مهاتمائن کـي جيل ۾ وجهي مورڳو پنهنجا گناهه وڌائي رهيو آهين.“

ٿوريءَ دير ۾ ظالم خان کي گهران نياپو آيو ته سچ پچ سندس پٽ مري چڪو آهي. تڏهن هن کـي صـاحبن لاءِ ڏاڍو صدق

ٿيو ۽ اندر ۾ پشيمان ٿيو تہ ناحق مون الله جي پيارن کي بند
۾ وڌو آهي. هن تنڪال سيٺي کي آزاد ڪيو ۽ ملڪ ڀاڳوءَ تي
ناراض ٿيو، جنهن کيس گمراهہ ڪيو هو. سنتن سادن کي ستائي
بہ ڪڏهن ڪنهن کي سک مليو آهي؟

*—*—*—*

## ١٥- تلونڊي ۽ ڪروڪيٽر ۾

نانڪ ديو سيدپور ۾ رهيو پيو هو تہ مردانو پنهنجي جنم ڀومي
تلونڊيءَ مان ٿي آيو ۽ صاحبن کي اچي سندس ماتا ترپتيءَ ۽
راءِ بلار جا سڪ جا سنيها ڏنائين! تڏهن گروجن سيدپور کانپوءِ
تلونڊي آيا ۽ ڳوٺ جي ٻاهر اچي ديرو ڪيائون. اهو ٻڌي سندس
ماءُ پيءُ ۽ چاچو لالو اُتي آيا تہ صاحب سندن پيري پيا تہ ماتا
کٽي ڇاتيءَ لاتس ۽ سڄي سرير تي هٿ گهمائڻ لڳيس. هو ٽيئي
نانڪ ديو کي گهر هلي رهڻ لاءِ چوڻ لڳا ۽ ڪو ڌنڌو واپار
ڪرڻ لاءِ زور ڀرڻ لڳا. تڏهن گروجن چيو، ”هاڻي هي سڄو
سنسار منهنجو گهر آهي. اڳي مولکي کو ڌنڌو ڪونہ هو، پر
هاڻي ست ڪرتار مولکي پنهنجي چاڪريءَ ۾ لڳايو آهي تہ مان
چارڻ ٿي سندس گيت ڳائيندو گهمان ۽ سندس خلق جي سيوا
ڪريان ۽ ايڪتي پريم جو پرچار ڪريان. ان مان مولکي ۽ لوڪن
کي بہ شانتي ۽ امر آنند پراپت ٿئي ٿو. لوڪن جي اندر ۾ پريوءَ
جو پرڪاش ٿئي ٿو ۽ سندن جنم جنمانترن جو ٻنڌڻ ٻند ٿي
ست لوڪ ۾ لڪاءُ ٿئي ٿو. ان کان وڌيڪ ڪارگر ڪرت ٻي
ڪهڙي ٿيندي؟ تہ وهان مولکي آسيس ڪريو تہ منهنجو اهو
ڌنڌو وڌندو رهي ۽ لوڪن کي وڌيڪ ۽ وڌيڪ سک شانتي
پراپت ٿئي.“

گروجن جو پڪو ارادو ڏسي سندس وڏن وڌيڪ زور نہ

ڪيو پر ماتا ترپتا جو موھہ نہ گھٽيو. جيترا ڏينھن نانڪ ديو تلونديءَ ۾ رھيا تہ ھوءَ سندو ڪاڌو ڳاھي وٺي ڪٽي ايندي ھئي ۽ ڳراھيون ڳاھي پنھنجي ھٿن سان پياري پٽ کي کارائيندي ھئي. ٻنھي سالن جو قداور پٽ، ھڪ ٻالڪ وانگر ماءُ جي ھٿان کائي، سو درشيہ عجيب ھو، پر صاحب تہ پريم جي وس ھئا.

اُنوقت ڪالوراءِ جو ھڪ پيارو مترُ ڀائي چارومل، صاحبن وٽ آيو ۽ چيائين تہ پنھنجي ماتا پتا جي اھڙي پريم کي ڏسي ۽ لوڪ مريادا جو ويچار ڪري، ھلي گھر رھو. ماتا پتا جا توھان ٿي سڪيلڌا پٽ آھيو ۽ توھان ڪانسواءِ ھنن جو ٻيو ڪير آھي؟ تنھنڪري توھانکي ھلي ھنن وٽ رھڻ گھرجي. اھو ٻڌي گروجن گوڙي چيتي راڳ ۾ ھي شبد (١٧) ڳاتو:—

ڪت ڪي مائي باپ ڪت ڪيرا، ڪدھ ٿاوَھ ھم آئي،
اگن ٻنب جل ڀيتر نپجي، ڪاھي ڪم اُپائي،
ميري صاحبا ڪوڻ جاڻي گڻ تيري، ڪھي نہ جاتي اوگڻ ميري.
ڪيتي رُکہ برکہ ھم چيني، ڪيتي پسوُن اُپائي،
ڪيتي ناگ ڪلي مھہ آئي، ڪيتي پکہ اُڏائي.

”ڪير ڪنھنجو ماءُ - پيءُ آھي؟ ڪاٿون اسان آيا آھيون؟ (ماءُ جي) گرڀ اگنيءَ ۾ پتا جي جل (ويريہ) مان پيدا ٿيا آھيون، پر ڪھڙي ڪم لاءِ آيا آھيون؟ اي منھنجا صاحب! تنھنجا اٿاھہ گڻ ڪير جاڻي سگھيتو؟ منھنجي اوگڻن جو ڪاٿو ڪونھي.
ڪيترن جنمن ۾ اسان رکا وڻ (جنم ميوو نہ ٿئي) يا برکيہ (جنم ميوو ٿئي) ٿياسين ۽ ڪيترين جوڻين ۾ ڪئين جانور ٿياسين. ڪيترين جوڻين ۾ ڪئين قسمن جا ناڳ يا پکي ٿياسين.“

ھٽ پٽڻ بج مندر ڀني، ڪر چوري گھر آوي،
آڳھ ديکيءَ پڇھ ديکيءَ، تجھ تي ڪھان ڇپاوي،

تت تيرٿ هم نوَ کنڊ ديکي، هٽ پٽڻ بازارا،
ليءِ ڪيءَ ٽڪڙي تولڻ لاڳا، گهٽ هي مهه وڻجارا،
جيتا سمنڊ ساگر نير ڀريا، ليتي اوَگڻ هماري،
دئيا ڪرهه ڪڇ مهر اُپاڙهه، ڏُبدي پٿر تاري.

هٽ گهرگهاٽ مندرن ۾ ڪاٿ هٽي چوري ڪري گهر اچن ٿا ۽ ڪو ڏسي نه ٿو، اللاءِ اڳيان پنيان ڏسن ٿا. پر هي سڙو وياپڪ! توکان ڪيئن لڪائي سگهندا؟ سڄيءَ دنيا جي نوَ کنڊن ۾ تيرٿ ۽ ڪنارا، بزاريون ۽ شهر ڏٺاسون (جنم جنمانترن ۾ گهمياسي، رلياسي ۽ گوليوسي) پر جڏهن عقل جي تارازيءَ ۾ تورڻ ويناسي ته ڏٺوسي ته اُهو وڻجارو (صاحب) ته اسانجي گهٽ ۾ئي ويٺو آهي.

اي پريو! سمنڊن ۽ مهاساگرن ۾ جيترو پاڻي ڀريل آهي، اوترا اسانجا اوگڻ اٿاهه آهن. پر تون ديا ڪر، مهر ڪر! تنهنجو ئي آسرو آهي، جو ٻڏندڙ پٿرن (جيوَن) کي تون ئي تارين ٿو."

اِهي امولڪ گيان، ڀڳتي ۽ وئراڳ سان ڀريل شبد ٻڌي ڀائي چاروَمل ڪرتارٿ ٿيو ۽ صاحبن جي چرڻن ۾ سر جهڪائي هليو ويو.

اُن وقت سوڌي راءِ بلار ٻه اچي ٻڍو ٿيو هو ۽ هلڻ چلڻ کان لاچار هو. گروجن هن وٽ ويا ته هو اُٿي سندن چرڻن ۾ ڪرڻ لڳو، پر هٿن ڪٽي ڇاتيءَ لاتس. انهيءَ ڀاڪر سان راءِ بلار کي اُڪت آنند ۽ شانتي ملي. هن جي پريم ۽ شرڌا ڪري نانڪ ديو وٽس هر روز ايندا هئا.

تلونڊيءَ ۾ پنهنجي نندپڻ جي يارن دوستن جي زور ڀار ڪري گروجن ۽ مردانو ڪجهه ڏينهن اُتي رهيا، صبوح سانجهيءَ ڀڄن ڀاءُ ڪندا رهيا. پوءِ اُتان روانا ٿي سورج گرهڻ جي موقعي تي ڪروڪيتر جي تيرٿ ۾ اچي پهتا.

ڪروڪيتر ۾ سورج يا چنڊ گرهڻ وقت لکين ماڻهو اچي ڪٺا

ٿيندا آهن. آد جڳاد کان اتان جي تلاءَ ۾ اُن وقت اشنان ڪرڻ
جو مهاتم آهي. اها ڌارنا آهي ته گرهڻ وقت راڪشس راهو ۽
ڪيتو اچي سورج ۽ چنڊ مٿان غالب پوندا آهن ۽ ماڻهو دان پُن
۽ هوَن ڪندا ته سج چنڊ جو ڇوٽڪارو ٿيندو. براهمڻ ۽ پنگي
واڪا ڪندا آهن ته ”ڏيو دان ته ڇٽي گرهڻ.“ ان وقت رسوئي
ڪرڻ جي سخت منع آهي، جو اُن کي پاپ ليکيندا آهن ۽ سڀ
ڪجهه پليت ليکيندا آهن. گرهڻ کانپوءِ اشنان ڪري صاف ٿانو
به ٻيهر صاف ڪري پوءِ ورتائيندا آهن.

گرو نانڪ ڪوروڪيتر ۾ ڏکڻ طرف هڪ دڙي تي اچي ديرو
ڪيو ۽ مرداني کي چيائون ته شروع ڪر ساز ۽ پنهنجو. مڌر
سنگيت شروع ڪيائون. جن جي ڪنن تي پڙلاءُ پيو، سا خلق
اچي ڪٺي ٿي. اُن وقت اُتان هڪ راڻي ۽ راجڪمار لنگهي
رهيا هئا. گروجن جو ڪيرتن ٻڌي ۽ روحاني نُور ڏسي هنن
ڏاڍيءَ شردا سان کين پرڻام ڪيو ۽ شڪار ۾ ماريل هڪ هرڻ
جي پيٽا رکيائون. اُن وقت هنن وٽ ٻيو ڪجهه ڪونه هو. هنن
صاحبن کي پرارٿنا ڪئي ته سندن راڄ کسيو ويو آهي، سو کين
واپس ملي.

گروجن چيو، ”سڀ ڪجهه ڀڳوان جي ڀاڻي موجب ٿيو آهي
۽ ٿيندو رهندو. توهان اُن جي رضا ۾ راضي رهو. من ۾ سنتوش
رکي پرڀوءَ جو سمرڻ ڪندءِ ته راڄ کان وڌيڪ سک ۽ شانتي ملندو
۽ راڄ به ملندوَ.“

صاحبن جي آگيا انوسار، سيوڪن هرڻ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري
ديگڙي ۾ رڌڻ شروع ڪيو. گرهڻ وقت ٻاهر جو دونهون ۽
ماس پچندو ڏسي اُتان جا پنڊا ۽ ٻاهمڻ اچي بگڙيا ۽ هنگامو
مچائي گروجن تي ڪاهي آيا. اُن وقت ٻي خلق به اچي ڪٺي
ٿي، پر صاحبن جو تيج ۽ شانت سروپ ڏسي دنگو فساد نه

ڪيائون. تڏهن پنڊتن ۽ گروجن جو جيڪو واد وواد ٿيو، سو
گرو گرنٿ صاحب ۽ جنم ساکين ۾ ڏنل آهي.

انهن پنڊتن ۽ براهمڻن جو مکي نائڪ پنڊت هو. هن گروجن
کي اوّل چيو ته ماس کائڻ پاپ آهي ۽ سو به هڪ مهاتما لاءِ ته
مها اڌرم جو ڪم آهي. جواب ۾ گروجن هڪ شبد چيو جو
گرنٿ صاحب ۾ ”ملار راڳ دي وار“ ۾ لکيل آهي. اُن جو مطلب
آهي ته:- ”ماس ماس ته ڪيو ٿا پر ماس ڇا آهي سو سمجهو نه ٿا.
ماس گاهه جي پيدائش آهي. هرڻ، ٻڪري يا ماڻهو گاهه يا
ونسپتي کائيندو ته ماس ۽ ويرءِ پيدا ٿيندو ۽ اُن مان ٻيا جيوَ پيدا
ٿين ٿا توهان براهمڻ ڄاڻو ٿا ته ديوتائن کي ماس وڻندو آهي،
تنهنڪري توهان يڳيه جي اگنيءَ ۾ جانورن جون آهوتيون ڏيئي
ديوتائن کي ترپت ڪندا آهيو. توهان جي شاسترن ۾ ماس جا
احوال ڏنل آهن ۽ آد جڳاد کان ماس جو واهپو ٿيندو رهيو آهي.
برهمانڊ ۾ ڌرتي، آڪاس ۽ پاتال ۾ هر هنڌ پشو، پکي، جيت،
وڻ ٽڻ ٻوٽا ونسپتي سڀ جل جي رس مان پيدا ٿيل ماس جا
پانڊا آهن ۽ دک سک محسوس ڪن ٿا.

هي پنڊت! تون گيان ڏيان ته ڪرين ٿو ۽ فريب، انڌ وشواس،
پاکنڊ ۽ ڪوڙ سان ويساهي لوڪن کي حرام جي مالن ونڻ کي
حلال چوين ٿو! حقيقت ۾ ابوجهه لوڪن جي خون پسيني جي
ڪمائي فريب سان ڦرڻ ئي اڌرم آهي.“

تنهن کانپوءِ نائڪ پنڊت سورج گرهڻ جو سوال اُٿاريو ته گروجن
چيو ته:- ”سورج هتان کان ڪروڙين ڪوهه پري آهي. سورج ۽
چنڊ تي پاڇو پوڻ ۽ لهڻ، پرڪرتيءَ جو هڪ نيم آهي. تنهنڪري توهان
پنڊتن ۽ ٻانڀڻن، ابوجهه لوڪن کي پنيلائي ۽ فريب سان ڦري،
پنهنجي ڪمائيءَ جو هڪ ذريعو بڻايو آهي. توهان لٽيرن ۽
ڌاڙيلن کان وڌيڪ چالاڪ آهيو، جو ماڻهن کي پڌري پٽ ڦريو

ٿا. هن ڌرتيءَ تي ڪروڙين اربين ماڻهو آهن تن مان ٿورن جي
دان پڄ ڪرڻ سان سورج يا چنڊ ڪيئن چمڪندو؟ توهان هٿي
ڪپڙا لٽا ۽ ناڻو ونڊيو ته ڪروڙين ڪوهه پري راهو ۽ ڪيتو
راڪشسن کان سج جو موڪ ڪيئن ٿيندو؟

”حقيقت ۾ لوڀ لالچ جو گرهڻ ته توهان کي لڳل آهي
جو ڪوڙن وهمن ۽ ڀرمن ۾ ماڻهن کي ڦاسائي پنهنجو روزگار
ناهي ويٺا آهيو. هي پيارا! انهيءَ پاکنڊ کي ڇڏي پرماتما جو
ڀڄن ڪريو! پريم ۽ ديا سان لوڪن جي سيوا ڪريو ته توهانجو
گرهڻ مان ڇوٽڪارو ٿيندو. ڪروڙين ڪوهه پري سج چنڊ
جي گرهڻ جو توهان فڪر نه ڪريو! اهو ست ڪرتار پنهنجا
برهمانڊ باقاعدي ترتيب سان هلائي رهيو آهي. اسان جيتامڙا
جيوَ اُن مهان ست ڪرتار جي سرشٽيءَ کي سڌاري يا بگاڙي
نٿا سگهون.“

گروجن جي اُپديش جو اهو نتيجو نڪتو جو ناڻو پنڊت ۽
ٻيا پنڊا پوڄاري صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيا ۽ ڪمائيءَ
جا اهي فريبي ڌنڌا ڇڏي ڏنائون. ڪروڪيتر جي مکيه تلاءَ
ويجهو صاحبن پنهنجي منجي استاپت ڪئي ۽ ناڻو پنڊت کي
اُنجو پرچارڪ ڪري مقرر ڪيائون. اڄ اُن جڳهه تي ”گردوارا سڌ
ٻاٽي صاحب“ نالي عاليشان دربار آهي، جتي هري ڪيرتن ۽
لنگر هلندو آهي.

ڪروڪيتر جي وارتا مان ائين سمجهڻ نيڪ ناهي ته گروجن
ماس کائڻ جي تاڪيد ڪندا هئا. ڪشمير ۾ برهمداس جي وارتالاپ
۾ به صاحبن جي مڇي کائڻ لي هن سوال اُٿاريو هو، تنهنڪري
به صاحبن ساڳيو جواب ڏنو. هو انهن ڳالهين کان مٿي هئا ۽
چوندا هئا ته جانورن جي ماس کان غيبت اڇو ٿي، ۾ غريبن

جو رت ته چاهه سان چوُسيو ٿا! الهن جي خون پسيني سان پئدا ڪيل ان ۽ ڌن، زميندار ۽ سوُدخور ڪسڻ ڪان ته نفرت نٿا ڪن!

سکن جي لنگر ۾ ماس واپرائڻ جي منع آهي. گردوارن جي پبدارن ۾ بہ سڀ قسم جا اناج ۽ پدارٿ ونندا آهن، رڳو ماس وٺڻ جو حڪم ناهي. گرنٿ صاحب جي ڪن شبدن ۾ ماس کائڻ جي صاف منع لکيل آهي.

ڪروڪيتر جي پرسان ئي پاڪپٽ آهي، جتي شيخ فريد جي گاديءَ تي شاهه شرف نالي مشهور صوفي فقير رهندو هو. نانڪ ديو جي هن سان ملاقات ٿي ته هن پڇيس، "فقير ٿي ڪري بہ تو گرهستين جا ڪپڙا ڇو پاتا آهن ۽ مٿو بہ نہ ڪوڙايو اٿي؟"

گروجن وراڻيو، "من جي حجامت ڪرڻ گهرجي باقي هنن وارن لهرائڻ مان ڪهڙو لاڀ؟ جيڪو انسان من کي وس رکي، سک دک ۾ سمان رهي، خاوند جي رضا ۾ راضي رهيٺو، سو ڪهڙو بہ ويڳو پائي تہ چڱو لڳيٺو."

شاهه پڇيس، "تون ڪهڙيءَ جاٽ جو آهين ۽ نالو ڇا اٿيئي؟" نانڪ ديو چيو،

**هندو ڪها تو ماريئي، مسلمان ڀي ناهه،**
**پانچ تت ڪا پتلا، نانڪ ميرا نائن.**

"هوا، پاڻي، پرٿوي، باهه ۽ آڪاس جي جيڪا جاٽ آهي سا منهنجي جاٽ آهي. اهي پنج تتو سيني کي سمان سمجهندا آهن. انديءَ وانگر مونکي پرواهه ناهي تہ ڪو ڪير چاڙهي يا انهر گند ڦٽ وجهي. اهو ئي زنده آهي جيڪو چندن وانگر سدائين خوشبوء ڏيندو رهيٺو."

شاهه پڇيس، "سچو درويش ڪير آهي؟" صاحبن چيو، "جيڪو زنده هوندي بہ سنساري قرٽن پرپنچ کان نرليپ رهي ۽

مايا ممتا ۾ قائل نہ رهي. جيڪو هرهنڌ ان خاوند کي حاضران حضور ڏسي."

درويشن جو ڏڻ، وڏو جڏهن ويساهہ سان،
مٺيو لنهنجي من مون، سامي ممت مڪڻ،
پرچي لڏائين پانهنجو، انيڙ آدي گهڻ،
جنهن ۾ اجر امڻ، پڪہ وسي پرماتما.

ڪري فڪر فقيرڻ فارغ ٿيا فڪر کون،
سامي سپيرڻ جي، دل کي ڏئي ڏيڻ،
مِس کي جاڻن مصري، ڇيڙا پٽ ڇڻ،
رهن منجهہ سڀڻ، اسرئڻ آڪاس جان.

سچو درويش دنيوي فڪرن کان آجو ٿي سداءِ پرينءَ جي لگن ۾ مگن رهيٿو. هن لاءِ سڪو روٽلو مصريءَ سمان سوادي آهي ۽ اگهڙيون بہ پٽ پٽيهر آهن. هو ديهہ ۾ رهندي بہ وديهي آهي.

شاهہ شرف صاحبن جا وچن ٻڌي ڏايو ٻرسن ٿيو ۽ هنن جو هٿ چمي چوڻ لڳو،- "اي خدا جا پيارا! توکي ڏسي مون کي خدا جو ديدار ٿيو."

اهڙيءَ طرح مشهور صوفي درويش شاهہ شرف بہ گروجن جو ڏاڍي صدق وارو مريد بڻجي پيو. گروجن اُتان فريد صاحب جو ڪلام هٿ ڪيو جو پوءِ گرو گرنٿ صاحب ۾ وڌو ويو.

*—*—*—*

## ١٦- هردوار ۾

ڀاٽيپٽ کانپوءِ پرميشور جي پاڻي موجب گرو نانڪ ۽ مردانو ويساک سنبت ١٥٦٢ ۾ اچي هردوار پهتا. نانڪ ديو جي نصيحت جو طريقو سدائين مزيدار ۽ اثرائتو هوندو هو، سو هردوار جي واقعي

مان ظاهر ٿيندو. گنگا نديءَ ۾ گهڻيئي ماڻهو اشنان ڪندي اوڀر ڏي سوريه کي جلانجلي ڏيئي رهيا هئا. گروجن به گنگا جيءَ ۾ اشنان ڪندي اُنهن کان پڇيو ته توهان اوڀر ڏانهن پاڻي ڇو اڇلي رهيا آهيو؟ انهن چيو، ”اسانجا بزرگ مري ڪري سوريه لوڪ ۾ ويا آهن ۽ اسان هاڻي اُنهنجي پترن يعني آتمائن کي جل پهچائي رهيا آهيون.“ اهو ٻڌي نانڪ ديو اولهه طرف پاڻي اُڇلڻ لڳا. تڏهن حاضرين عجب ۾ پئجي ڪانئس پڇڻ لڳا ته تون هيءَ ڇا ٿو ڪرين؟ صاحب وراڻيو، ”پيارا! منهنجي ٻني اولهه طرف پنجاب ۾ آهي. مان انهي ٻج وجهي آيو آهيان ۽ هاڻي هتان اُن کي پاڻي پهچائي رهيو آهيان ته جيئن سڪي نه وڃي ۽ ٻوڪ چڱي ٿئي.“

اهو ٻڌي سڀيئي مٿس ٺٺولي ڪرڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته، ”هي ويچارو ڪو ڏاڍو ڀالو ڀولو ۽ گهيلو آهي ۽ ڪيس چيائون ته، ”تنهنجو پاڻي ته واپس گنگا جيءَ ۾ ٿو ڪري! اهو ايترو پري ڪيئن پهچندو؟

گروجن چيو، ”جي منهنجو پاڻي هن ڌرتيءَ تي هڪ سؤ ڪوهه پري نه پهچندو ته توهانجو پاڻي هن ڌرتيءَ کان ڪروڙين ڪوهه پري سوريه لوڪ ۾ ڪيئن پهچندو؟“

اهو ٻڌي سڀيئي چپ ٿي ويا ۽ خلق اچي ڪٺي ٿي ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته ڀائي، چوي ته سچ ٿو. تڏهن گروجن نديءَ مان نڪري ماڻهن کي اُپديش ڏنو، ”پيارا! اجاين وهمن ۽ ڀرمن جي چڪر ۾ نه ڦاسو! هن لوڪ ۾ ڏنل جل، ان، ڪپڙا لٽا يا ٻيا سامان پرلوڪ واسي بزرگن کي نٿا ملن، پر هن لوڪ ۾ رهندڙ ٻانڀڻن جي ڪتب اچن ٿا. ڪن چالاڪ ماڻهن پنهنجي سوارٿ لاءِ جيڪي ريتيون رسمون چالو ڪيون آهن، تنهجي ڦندي ۾ نه ڦاسو! هرهڪ جيو کي پنهنجي ڪرمن انوسار ڦل ڀوڳڻو پوندو،

تنهنکي جلانجلي ڏيئي يا پاڻيءَ کي مٿاڀون ڪارائي بدلي نٿو سگهجي. توهانجا بزرگ پنهنجن ڪرمن جو ڦل ڀوڳيندا ۽ هاڻي توهان شڀ ڪرم ڪري پنهنجو آئينده سڌاريو ۽ انهيءَ اند وشواس کي ڇڏيو."

گروجن جي اُپديش جو اثر ٿيندو ڏسي، برهمڻن جي پيٽ تي لت لڳي ته هو صاحبن کي وڙهي ويا ۽ لوڪن کي ٻڌائي چوڻ لڳا ته "هيءَ جيڪي شاسترن ۾ لکيل آهي ته گنگا ماتا ۾ اشنان ڪرڻ سان سڀ پاپ ناس ٿين ٿا ۽ سرڳ ملندو ته ڇا اهو سڀ ڪوڙ آهي؟

ساڌارڻ ساڌو به چوڻي ته اها مڃتا ڏاڍي خطرناڪ آهي جو اهڙي هتيارن ۽ ظالمن کي ڪو ڀؤ نه رهندو ۽ اهڙا وڌي ويندا. هو خون ڪري، ڌاڙا هڻي اچي گنگاجيءَ ۾ اشنان ڪندا. هڪڙا پاپ لاهي ٻيڪرا تي وڃي پيا چاڙهيندا. ٻيو ته گنگاجيءَ ۾ رڳو اشنان ڪرڻ سان سرڳ پراپت ٿيندو هجي ته جيڪي بيشمار مڇيون ۽ جل جيو سالن کان گنگا جل ۾ ترن ٿا، تن کي ڪو وڏو سک جو ڌام ڇو نٿو ملي؟ انهن تي جيترو به شڪ ناهي ته هر ڪنهن جيو کي پنهنجي ڪرمن انوسار ڦل ڀوڳڻو پوي ٿو.

نانڪ ديو چيو، "گنگا جي سرير کي ته ڀلي ڪندي، پر ٻڇڙايون ته من ڪري ڪچن ٿيون. من نرمل ٿيندو نام جي ڌيان ۽ پرماتما جي پريم سان."

اِهه نِس رام رديءَ سي پوري، نام رام ملي پرم دوُري.

جن جي هردي ۾ ڏينهن رات رام آهي، سي پورڻ پرش آهن. ڇو ته رام ماڻ سان اهي پرم دور ٿي وڃن ٿا.

پرماتما کي ڇڏڻ ڪرڻ، پريم ۽ آتم سمرپڻ ڪرڻ سان وٺندا سي. گهڻو ڪري ماڻهو پوجا پاٺ ڪن ٿا، گنگا اشنان ۽

تيرٿ ڪن ٿا، سي ڀرم ۽ سمرپڻ ڪري نٿا ڪن، ۽ ڀڳوان جي پوڄا ڪري ڪن ٿا. سمجهن ٿا ته جيڪي پاپ ڪيا آهن، سي انهيءَ پاڻ ڌوپ ۽ اشنان سان مٽي ويندا ۽ پرڀو انهيءَ سزا نه ڏيندو. جنهنڪري سداءِ ڌپ رهندو تنهنسان ڀرم ڪيئن ٿيندو؟ تنهنڪري نانڪ ديو پرماتما کي خسم ڪري مڃيو آهي، جنهن سان سياوڪ پيار ٿيندو آهي ۽ پتورتا استريءَ جي سڀ اوڻاين لي پتي اکبوت ڪندو آهي. پتورتا معنيٰ جنهن‌جي اکيو خسم سان ئي لڳل هجي ۽ ڪام آدي واسنائن سان پرپل من روپي پرائي مرد ڏانهن ارواح نه ورلس.

هردوار ۾ اُنهن ڏينهن ۾ به ساڌو سنتن جي ڀرمار هئي. هن زماني وانگر اهڙا گهرجائو گهٽا هوندا هئا جو زال مري يا ڏنڊي ۾ ٽوٽو پوي ته مٿو ڪوڙائي ڀاڳڪي ساڌو ڇوائيندا ته ڪين اند شوڌالو مال مليدا به جام ڏيندا هئا. اهڙن لاءِ گروجن چيو-

मुंड मुंडाइ जटा सिख बाधी मोनि रहे अभिमाना।
मनुआ डोलै दहदिस धावै बिनु रत आतम गिआना।
अमृतु छोडि महा बिखु पीवै माइआ का देवाना।
किरतु न मिटई हुकमु न बूझ पसुआ माहि समाना।
(मारु असटपदी ७/५)

مٿو ڪوڙائي يا جٽائون رکي، ايمان ۾ مؤن ورت ڌاري وهي ٿو، پر من ته ڏهن ڏسائن ۾ ڀٽڪندو ٿو. ڇو ته آتم گيان نه اٿس. اهو ديوانو، امرت ڇڏي، مايا جي زهر پيئي ٿو. اهو ڀڳوان جي حڪم کي نٿو ڄاڻي ۽ ڪيل ڪرمن جو ڦل ڀوڳي ٿو ۽ پسن وانگر هلي ٿو.

سو ساڌو جن جاڻ، جو ساڌي من سڌ ڪري،
دک سک لاڀ الاڀ، ۾ رهي ٿاٻوليءَ ساڻ،

سامي سڀ ڪنهن جو، ڪيول گهري ڪلياڻ،
ڪڏي پاڻهرجو پاڻ، پيئي پياري رام رس.

ٿابوڙي = اڏولتا، استرتا.

بيا وري پاڪي اُداسي چوائيندڙ هئا. انهن لاءِ نانڪ ديو چيو:-

सो उदासी जो पाले उदासु । अरध उरध करे निरजन वास ।
चंद सूरज की पाए गढि । तिसु उदासी का पड़ै न कधु ।
( रामकली सलोक ६ )

سوئي اُداسي آهي جو اُداس - نرليپ رهي. هيلاءِ هيٺ مٿي هرهنڌ نرنجن جو واس آهي چندر ناڙي ۽ سورج ناڙيءَ (پراڻ ۽ اپان وايو- ساه کڻڻ ۽ ڪيڻ) جي گڏيل ٻڌي هڪ ڪريٿو، اهڙي اُداسيءَ جو ڪنڌ هيٺ نٿو ٿئي.

سوئي اُداسي، جو رهي اُداس اندر ۾،
سيلي ٻهري سچ جي، ٿوپي آڪاسي،
ڪميا جي ڪفني ڪري، ڪٽي جم ڦاسي،
الک ابناسي، سامي ڏسي سڀ ۾.

١٥٠١ع ۾ گنگا جي ڪناري هردوار ۾ جنهن جڳهه تي گروجن جو اُپديش ٿيندو هو، اُتي هن وقت گردواري ۾ گرنٿ صاحب رکيل آهي ۽ شبد ڪيرتن ۽ لنگر ٿيندو آهي.

*—*—*—*

## ١٧- دهليءَ ۾

هردوار کانپوءِ نانڪ ديو ۽ مردانو دهليءَ اچي پهتا ۽ جتي هاڻي سبزي منديءَ ۾ ”نانڪ پيائو“ نالي گردوارو آهي، اُتي اچي رهيا. اهو نالو انڪري پيو جو اُن وقت مئيءَ - جون جا سخت گرميءَ جا ڏينهن هئا ۽ گروجن ڪرهه تان پاڻي پري ايندا

هئا ۽ اُڃايلن کي پاڻي پيئاريندا هئا. صبوح سانجهيءَ نيم موجب
گروجن جو هري ڪيرتن ٻڌڻ ٿيندو هو. جلدي گروجن جي ساک ڦهلجي
ويئي ۽ دهليءَ جا وڏا وڏا درويش ۽ سنت مهاتمائون صاحبن
سان وارتالاپ ڪرڻ اچڻ لڳا. مسلمان پيرن ۽ مؤلوين کي عجب
لڳندو هو ته هڪ هندو سنت، مورتي پوڄا ۽ هندن جي شرادن
وغيره جي خلاف پرچار ڪريٿو ۽ ساڻ ساڻ مسلمانن جي ڏيکاءُ
واريءَ عبادت ۽ نماز کي به اجايو چويٿو. ساڳئي وقت گروجن
جي پريم ڀڳتي ۽ سريلي آواز جي ڪلام سيني کي وس ڪري
ڇڏيو ۽ سندن ستسنگ تي ڏاڍي ڀيڙ ٿيڻ لڳي ۽ دهليءَ ۾
جتي ڪٿي صاحبن جي واهه واهه ٿيڻ لڳي.

اُنوقت دهليءَ جو بادشاه سڪندر لوڌي (١٤٨٩-١٥١٧) هو.
جيتوڻيڪ هن جي ماءُ هندو هئي ۽ پاڻ به ڪنهن هندو راجڪماريءَ
سان شادي ڪرڻ پئي چاهيائين، پر هو ڪٽر مذهبي ۽ ڏاڍو
ظالم هو. هو هندن تي ڪاسائڪا اتياچار ڪري کين مسلمان
ٿيڻ لاءِ مجبور ڪندو هو. هن جي راڄ ۾ هندن لاءِ رڳو ٻه رستا
هئا- اسلام ۾ داخل ٿيڻ يا عذابن سان موت. اتهاس شاهد
آهي ته هن گهڻيئي مندر ڊهرائي، اُنهن جڳهين تي مسجدون
ٺهرايون. مٿرا ۾ هن فرمان ڪڍيو ته هندو جمنا جي گهاٽ تي نه
اشنان ڪن ۽ نڪي منڊن يا ٻيا ڌرمي سنسڪار ڪرائين. مندرن
مان ديوتائن جي مورتين جا ٽڪر ٽڪر ڪرائي، هو ڪاسائين کي
موڪليندو هو ته اُنهن ٽڪرن سان ماس توريو.

هڪڙي ڏينهن نانڪ ديو ڏٺو ته سڙڪ تي هڪ هاٿي مئل
پيو هو ۽ اُنجي پرسان سندس مالڪ پنهنجا ڪرم ڪٽي ورلاپ
ڪري رهيو هو. صاحبن هاٿيءَ جي پرسان وڃي ڏٺو ته جيٺ
آکاڙ جي سخت تپت ۾ هاٿي جهولي جي جهڙپ ۾ بيهوش ٿي
ڪري پيو هو ۽ پويان پساهه ڪڍي رهيو هو. هن پاڻي گهرائي

هاٿيءَ جي بدن ۾ سونڍ لي هاريو ته ٿوريءَ دير کانپوءِ هاٿي سامت ۾ آيو ۽ پاڻي به پيتائين. هاٿيءَ جو مالڪ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گروجن جي چرڻن تي ڪري پيو. اها ڳالهه شهر ۾ ڦهلجي ويئي ته نانڪ ديو هڪ مئل هاٿيءَ کي جيئاريو.

اها ڳالهه بادشاهه سڪندر لوڌيءَ جي ڪنن تائين به وڃي پهتي. اتفاق سان اُن ڏينهن بادشاهه جو پيارو هاٿي به مري ويو هو. هن يڪدم نانڪ ديو کي حڪم موڪليو ته هو سندس هاٿيءَ کي به جيئاري. صاحبن چيو ته هو خدا جي ڪم ۾ اَڏو اچڻ لاءِ تيار ناهي. زندگي ۽ موت اُن الله جي هٿ وس آهي. اهو ٻڌي سڪندر لوڌي اچي ڏمريو ۽ هن صاحبن ۽ مرداني کي قيد ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

گروجن ڏٺو ته جيل ۾ گهڻيئي سادو سنت اڳيئي آهن، جن کان سخت ڪم پئي ورتا ويا. نانڪ ديو ۽ مرداني کي به اٽي پيهڻ لاءِ جنڊن تي ويهاريو ويو. صاحبن جو ته عقيدو هو، "جو تدَ ڀاوي سوئي ڀلي ڪار!" آرام ۾ رکين يا آزار ۾، تنهن ۾ آهه مون



لاءِ ڀلائي. ڪارائين نه واهه، بلڪه ۾ رکين ته به واهه واهه. جهجهو

ڏيڻ ته واهه، اهو ڪسي تنگيءَ ۾ رکڻ ته به واهه. لوڪ اُستتي
ڪن ته واهه، جي گلا ڪن ته به واهه. صحت بخشين ته واهه،
جي سور ٻيڙا ۾ وجهين ته به واهه واهه. هر حالت ۾، منهنجا مالڪ،
جيڪا تنهنجي مرضي، تنهن ۾ مان راضي! اهائي آهه منهنجي
بندگي!

ان ساڃهه موجب نانڪ ديو ته پنهنجي سدا واري شانت ۽
ڪلمه سپاڪ سان جنڊ پيهڻ لڳا ۽ ڀڳوان جا گڻ ڳائڻ به ڪرڻ لڳا. هنن
ڏٺو ته جيل ۾ ڪيترا ضعيف ساڌو سنت جنڊ پيهي رهيا هئا ۽
ٿوري ساهي پٽڻ يا غفلت ڪرڻ تي ڪين پهريدارن جا چهبڪ
کائيندا پئي پيا. ٻئي هنڌ مرداني گروهن کان پڇيو ته ائين ڇو آهي
ته ڪي سڀڻ هن آهيڙا ۾ به شانتيءَ ۾ آهن ۽ ڪي درد جون
دانهون ڪري رهيا آهن. ٻڌڻ گروهن هي شبد چيو:-

रातो होवनि कालीआ सुपेदा सेवंन ।
दिहु वगा तपै घणा कालिआ काले वंन ।
अंधे अकली बाहरे मूरख अंध गिआनु ।
नानक नदरी बाहरे कबहि न पावहि मानु ॥
(वार सूही सलोक १)

ڪاري رات ۾ به سفيد شيون اڇيون ٿي رهن ٿيون (مطلب
ته وقت ڪهڙو به خراب ٿئي پر چڱا، چڱائي رهن ٿا)، ڏينهن
ڪهڙو به روشن ۽ ٽپت وارو هجي، پر ڪاريون انڌ ڪاريون ٿي
رهن ٿيون. انڌي گيان وارا مورک انڌا بي عقل ٿي رهندا ۽ پرڀوءَ
جي مهر بنا انهنجو اُڌار نٿو ٿئي.

اُن عذاب ڀريل قيد ۾ گهڻو ڪري سڀيئي هڪ خوفناڪي
دهشت ۾ هيسيل هئا. بيگناهه مهاتمائن جي اها قياس جهڙي
حالت ڏسي صاحبن هي سندر شبد ڳايو:-

ڪيتنا دوک ڀوگ سدمار، ايهه ڀي دات تيري داتار.

ڪهڙو به دک ڀوڳائين ته اها به تنهنجي بخشش ورڊان آهي.

صاحبن جي واڻيءَ ۽ ڀڳتيءَ ڀريل آنند جي آلاپ سان
جيل جي سڄي فضا بدلجي ويئي. مظلومن جي دلين کي ڏڍ،
آٿت ۽ آنند مليو ۽ ظالم حولدار به اچنبي ۾ اچي ويا ته هي
ڪهڙو الله جو پيارو آهي جو پاڻنا کي به خاوند جي بخشيش
سمجهي آنند مگن رهيو. هنن نٿي ڄاتو ته:-

گيان وان گرمک، پاڻي مڌ ۾ پيو رهي،
ممت مٽائي من جي، سم ڄاڻي سک دک،
پورن هڪ پرک، سامي ڏسي سڀ ۾.

اُنوقت اهڙو اچي اتفاق ٿيو جو دهليءَ ۾ ڌرتي ڏڏڻ لڳي
۽ اهڙو سخت طوفان لڳو جو سوين وڻ ۽ جايون جڳهيون پاڙون
پٽجي ڪري پيئون ۽ سوين ماڻهو دٻجي مري ويا. چوطرف هاهاڪار
مچي ويو. سڄو ڏينهن گذري ويو ته به قدرت جو اهو قهر بند نه
ٿيو. ائين ٿي لڳو ته ڄڻ قيامت جو ڏينهن اچي ويو آهي.

تڏهن دهليءَ جا پير ۽ امام، سڪندر لوڌيءَ وٽ ويا ۽
چيائونس ته هيءُ خدائي قهر انلاءِ برپا ٿيو آهي جو تو خدا جي
هڪ پياري درويش کي جيل ۾ بند ڪيو آهي. جي اُن کي
آزاد ڪري پڇتاءُ نه ڪندين ته دهليءَ جو نام نشان ئي مٽجي
ويندو ۽ هزارين لوڪ بي موت مارجي ويندا. اهو درويش هندن
جي بت پرستيءَ خلاف آهي ۽ دين اسلام موجب رڳو هڪ الله
تعاليٰ ۾ عقيدو رکندو آهي.

اُنهن درويشن ۾ شيخ فريد جو مريد نظام الدين اولياءَ جو
گادي نشين به هو ۽ بادشاهه اُنکي پنهنجو مرشد ڪري ليکيندو
هو. هنجي ڳالهه اوٽائي لوڌي بادشاهه، نانڪ ديو کي آزاد
ڪري پاڻوٽ گهرايو. اُنوقت ٻيو اسرار اهو ٿيو جو طوفان ۽ زلزلو
بعد ٿي ويو. اهو ڏسي ۽ صاحبن جي شڪل ۾ خدائي نور ۽
الاهه شانتي ڏسي بادشاهه به سندن اڳيان سر جهڪايو ۽ هڪ

عزت پرٿي آسرَ تي ويهاريو. جنهن خوشيءَ بادشاه اڳيان وڏا وڏا سورما به ٿڙ ٿڙ ڪنبندا هئا تنهنجي اڳيان نانڪ ذرو مشڪندو رهيو. بادشاه جي عرض تي، صاحبن اُنوقت ڦارسيءَ ٻوليءَ ۾ تلنگ راڳ ۾ هيءُ سريلو ڪلام چيو:-

يڪ عرض گفتم پيش تو در گوش ڪن ڪرتار،
حقا ڪبير ڪريم تون بي عيب پروردگار،
دنيا مقامي فاني تحقيق دل داني،
مم سر موئي ازرائيل گرفته دل هيچ نه داني. (١) (٢٦٣)
جن پسر پدر برادران ڪس نيس دستگير،
آخر بيفتم ڪس نه دارد چون شود تڪبير (٢)
شب روز گشتم در هوا ڪرديم بدي خيال،
گاهي نه نيڪي ڪار ڪردم مم اين چنين احوال. (٣)
بدبخت همچو بخيل غافل بي نظر بي باڪ،
نانڪ بگويد جن ترا تيري چاڪران پا خاڪ.

هي ڪرتار! منهنجو هي عرض ڌيان ڏيئي ٻڌ! تون ست سروپ، وڏو ديالوءَ بي عيب پروردگار آهين! دنيا جو مقام فاني آهي، اهو دل ۾ پڪو سچ ڄاڻ! منهنجي مٿي جا وار، موت جي فرشتي ازرائيل جي هٿ ۾ آهن. هي من! تون نٿو سمجهين ته زال، پٽ، پيءُ يا ڀائر ڪوئي به سهائي نه ٿيندءِ! انت وڃي جڏهن ڪرندم، تڏهن ڪو به نه بچائيندو. رات ڏينهن لالچ ۽ خرابي سوچيندو رهانٿو ۽ نيڪ ڪم نٿو ڪريان. مان بدبخت، چغلخور، غافل، بخيل، بيشرم بيپرواهه آهيان. نانڪ چوي ٿو ته مان تنهنجو داس آهيان ۽ داسن جي چرڻن جي خاڪ آهيان.

انهيءَ ڪلام ۾ خدا جي بندگيءَ سان گڏ بادشاهه کي نصيحت ۽ ڇڙن ڪمن لاءِ پشيماني هئي. انجو بادشاهه تي ڏاڍو اثر ٿيو.

ھن صاحبن کي چيو، ”اي خدائي فرشتا! تون منھنجي رھنمائي ڪر تہ الله جي درگاھ ۾ منھنجو مان ٿيندو.“

نانڪ ديو چيس، ”اي بادشاھ! خدا جي ٻانھن تي تون رحم ڪندين تہ اُنجي رحم ۽ فضل جو حقدار ٿيندين. تو کي اُن پاڪ پروردگار، حاڪم بڻايو آھي. تون اھو ياد ڪر تہ سڄي مخلوقات اُن صاحب جي اولاد آھي. تون ھندو مسلم رعيت کي ھڪجھڙو سمجھي اُنھن سان رحم ۽ انصاف جي ھلت ھل! تون ھندن تي مذھب خاطر ظلم زبردستي ڪرين ٿو، تنھنجو نتيجو ٻنھي جھانن ۾ تو لاءِ چڱو نہ ٿيندو. تنھنجو رسول توکي بچائي نہ سگھندو، ڇو تہ انسان کي پنھنجي ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو ٿي پوندو. جھڙي ٻوڪڻي تھڙي لڻڻي. تون سڀني کي سک ڏيندين ۽ الله جي بندگي ڪندين تہ اُن جي درگاھ ۾ تنھنجي عزت ٿيندي.“

در گھر محلا سوھڻي، پڪي ڪوٽ ھزار،
ھستي گھوڙي پاکري، لشڪر لک اپار،
ڪسھي نال نہ چليئا، کپ کپ مئي اسار.

گھر ۽ محل ماڙيون سھڻا ھجن، ھزارين پڪا قلعا ھجن، سنجن سميت ھاٿي گھوڙا ۽ لک لشڪر اٿاھ ھجن، تہ بہ اھي ساٿ نٿا ھلن ۽ سندن مالڪ جھڙي جوڙي مري کپي وڃن ٿا.

سُئنا رپا سنچيئي، مال جال جنجال،
سڀ جگ مھ دوھي ڦيرئي، بن ناوي سر ڪال،
پنڊ پڙيءِ جيئہ کيلسي، بدفعلي ڪئا حال.

(سري راڳ اشٽپدي-١٦)

سونو چاندي ڪٺا ڪجن ٿا پر اھي مال، جار ۽ جنجال آھن. سڄي جڳت ۾ حڪم ھلندو ھجي، پر نام کانسواءِ سر تي ڪال بيٺو آھي، جنھنتي ھنجو حڪم نٿو ھلي. ديھہ ڍھي پوندي

۽ ڪيل ختم ٿيندو نه پوءِ جيڪي بدفعلي ڪندڙ آهن، تنهنجو ڪهڙو حال ٿيندو؟

لوڌي سڪندر، گروجن کي چيو، ”تو مونکي سچي راهه ڏيکاري آهي، تون مونکان ڪجهه گهري وٺ!“

صاحبن چيس، ”اسان شاهن جي شاهه جا خدمتگار آهيون. اسانکي ڪنهن چيز جي ضرورت ناهي، جو اسانجو مالڪ اسانکي گهرج کان وڌيڪ پهچائي ٿو. تون اسان کي خوش ڪرڻ چاهين ٿو ته بيگناهن کي جيل مان آزاد ڪر!“

سڪندر لوڌيءَ جيل جا دروازا کولائي ڇڏيا ۽ سيئي ساڌو سنت، نانڪ ديو جي جئه جئڪار ڪندا وڃي گهرن ۾ سکي ٿيا. سڪندر لوڌيءَ تي ڪجهه وقت صاحبن جي نصيحت جو اثر ٿيو، پر وري مذهبي مولوين ۽ قاضين جي اثر ۾ اچي هندن تي ظلم ڪرڻ لڳو. انت ڪجهه ورهين کانپوءِ مغل بابر مٿس ڪاهه ڪري ٽڙي ڪيس.

اهڙيءَ طرح دهشتناڪ پٺاڻ بادشاهه لوڌيءَ کي صاحبن سکيا ڏني ۽ چيد ڪيئي، سو پنهنجي خاوند جي زور تي، جنهن اڳيان لوڌيءَ جهڙا گهڻيئي در تي دربان آهن. ڀڳوان چيو آهي،-

ڀڳت پيارا جاڻ، لارڊ مالڪي سڀ ڪون،
جني منهنجي ناءُ تي، ڏنو پانهنجو پاڻ،
سنسو ڪيئي جيءَ مون، سر رهن سڀ ساڻ،
پوري تن جو پاڻ، سامي چڙيان ڪيئڪي.

سڪندر لوڌيءَ جي جيل مان نڪرڻ کانپوءِ، دهليءَ جي ڪيترن اوليائن ۽ پيرن گروجن کي پاڻ وٽ رهڻ لاءِ منٿون ڪيون پر هن جمنا جي ڪناري مجنوءَ فقير جو وڃي در کڙڪايو. اهو صوفي درويش خدا جي عشق ۾ مستانن وانگر رهندو هو، جنهنڪري ماڻهو کيس ’مجنو‘ ڪري سڏيندا هئا. هو ڪڏهن ڪانئيندو هو

۽ ڪيترا ڏينهن ڪاڏي جي ثابت به نه رکندو هو. نانڪ ديو
هنجي جهوپڙيءَ ۾ پهچي آيا ته هدن جو ديدار ڪري ڪيس ائين
لڳو ته جنهن خاوند جي سک جي سڌ هئس سو پاڻ وٽس آيو
آهي. صاحبن جو خدائي نور ڏسي هنجي رڳ رڳ ٽڙي پيئي
۽ هو سڌن چرڻ ڪملن تي ڪري پيو. هن نانڪ ديو کي
پنهنجو مرشد بڻايو ۽ ڪجهه وقت پاڻ وٽ رهايو. اُن عرصي
۾ دهليءَ جا گهڻيئي امام ۽ اولياءَ، سنياسي ۽ سنت صاحبن
سان وارتالاپ ڪرڻ ايندا هئا. صبوح سانجهيءَ گروجن اُتي هري
ڪيرتن ڪندا هئا.

دهليءَ ۾ تمارپور ۾ هن وقت جيڪو شاندار گردوارو آهي،
اُهو مجنوءَ جو اڏو هو، جتي گروجن اچي رهيا هئا. دهليءَ ۾
ميان مصروف نالي هڪ مشهور ڪراماتي فقير رهندو هو، تنهن
کي گروجن چيو ته انهن چمتڪارن جي چڪر ۾ نه پئه ۽ سچيءَ
دل سان الله جي بندگي ڪر!

دهليءَ جي مذهبي مولوين ۽ قاضين، صاحبن کي قرآن شريف
جون آيتون ٻڌائي، پنهنجي دين ۾ آڻڻ جون گهڻيئي ڪوششون
ڪيون، پر گروجن سداءِ اهو جواب ڏنو ته پريوءَ جي پريم کانسواءِ
انهن مذهبن ۽ ڌرمن جي قيدن ۾ ڦاسڻ اجايو آهي. هندو يا
مسلمان اُن ڪرتار جا هڪ جهڙا ٻچڙا آهن ۽ مذهبي تعصب
رکڻ گناهه آهي. ٻيون سڀ ڳالهيون ڇڏي هڪ الله سان لنءُ
لڳائجي، جو خبر ناهي ته الائي ڪڏهن موت جو فرشتو اچي
غالب پوي:-

پڙهي قرآن ڪتاب، ڏاڍي ڪوهه قصا ڪرين،
ملي وٽ محبوب سان، ڇڏي زور جواب،
متان اچي اوچتو، ڪريئي ڪال ڪباب،
ٿيندين پوءِ خراب، سڄ لٿي سامي چئي.

*—*—*—*

## ١٨- مٿرا ۽ ٻرندابن ۾

دهليءَ کانپوءِ نانڪ ديو ۽ مردانو ٻرندابن ۾ اچي پهتا. اُتي اُن وقت سانوڻ مهيني ۾ جهولا ۽ راس ليلائون ٿي رهيون هيون. گروجن ڏٺو ته راس ليلائن ۾ ڀڳوءَ جو ڀاءُ ڪونهي، پر تماشن وانگر ماڻهو نچڻ ڳائڻ جو لطف وٺي وڃي گهر سگهي ٿين ٿا. مطلب ته ڀڳتيءَ جي بهاني رونشي بازي لڳي پيئي آهي.

تڏهن صاحبن مرداني کي رباب وڄائڻ لاءِ چيو ۽ مٺي سُر سان هي شبد اُچاريائون ته خلق اچي ڪٺي ٿي:-

नाइनि चेले नचनि गुर। पेर हलाइनि फेरनि सिर।
उडि उडि रावा झाटै पाइ। वेखै लोक हसै घरि जाइ।
रोटीअ कारणि पूरहि ताल। आपु पछउहि धरती नालि।
गावनि गोपीआ गावनि कान्ह। गावनि सीता राजे राम।
निरभउ निरंकार सचु नामु। जाका कीआ सगल जहानु।
(आसाकी वार, सलोक १०)

راس ۾ چيلا وڄائين ٿا ۽ گرو نچن ٿا. پير هلائي سر لوڏين ٿا ته مٽي اُڏامي انهن جي وارن ۾ پوي ٿي. اهو ڏسي لوڪ کلندا کلندا گهر وڃن ٿا. روٽيءَ ٽڪر لاءِ اهي راسڌاري تال تي تال ڏيئي ڌرتيءَ تي ٻه پاڻ ڪيرائين ٿا. گوپيون ۽ ڪرشڻ بڻجي تماشو ڪن ٿا (پر اُهو ڀاءُ ڪونهي) يا سيتا ۽ راجا رام جا سانگ بڻجي ڳائين ٿا. اي پيارا! اُن نرڀو نرنڪار ستنام سان لنءُ لڳاءِ، جنهن هيءُ سڄو جهان بڻايو آهي.

مانکه ديهه جو وڏي ۾ وڏو پرشارٿ آهي پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڀاءُ ۽ ڀڳتي. پر هتي ته ملاڪڙو مٺو پيو آهي. اهي راسڌاري ڀڳوءَ جي ڀاءُ ۾ ڀنل ناهن. ڀاءُ جو ڏيکاءُ ڪري اوندا ٿين ٿا ۽ پٽ تي پاڻ پڇاڙين ٿا، سي آدرپورنا لاءِ ناٽ ٿا ڪن. جڏهن

راسڌارين وانگر ڦيرين پائڻ ۽ جهمر هڻڻ سان موڪيه تني ته انهن ۽ جنمن ۾ مڪتي لڀڻي.

انهن تماشن مان ڪجهه به حاصل نه ٿيندو! پريوءَ سان سچي لڳن لڳايو. سانده اُن سانوري جو سمرڻ ڪريو. اُهي پاڻي ۾ پيا رهي، من ۾ ديا ۽ سنتوش ڌاريو ته پنهنجي اندر ۾ ئي اُن ڪان جي مڌر مرلي ٻڌڻ ۾ ايندو. انهن ٻاهرين تماشن بدلي، اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو ۽ ٻڌو ته سانت ۾ سانده اُن ڪرشڻ جي انهد شبد جي مٺي مرلي وڄي رهي آهي. ٻڌڻ سان مها آنند ۽ شانتيءَ جي پراپتي ٿيندو.

ٻيا واڄ وڄي، مرلي من مندر ۾،
ٻڌڻ سان ٻالڪ چئي، وڃو پرم پد پائي،
ڪند برهمنڊ خيال جي، پيئي سڌ سچي،
توڙي رهي رچي، تا پي ڪري ايڪ پکين جا.
مرلي مڌ پري، ڪان وڄائي ڪُنج ۾،
مها مٺي موهڻي، ڌُن اپار ڌري،
ٻڌي ٻن ڪنن سان، لُونءَ لُونءَ سڀ ٺري،
سڌ ٻڌ سڀ وسري، سامي ڇٽي سنسار جي.

برندابن ۾ لوڪن کي سچي راهه ٻڌائي گروجن متّرا ۾ آيا. اُتي ٻه گهڻيئي مندر آهن. اُتي پنڊتن ۽ پوڄارين صاحبن جي ٺهاٺي صورت ڏسي جاچو ته ڪا سٺيي آسامي ڦاٿي آهي، سو چيائون ته "مندر ۾ هلي ڀڳوان جي پوڄا ڪريو ته سنسار ساگر مان تري پار پوندءَ."

نانڪ ديو چيو: "اهي پٿر جون مورتيون جيڪي پاڻ پاڻيءَ ۾ ٻڏي وڃن ٿيون، سي ٻين کي ڪيئن تاريندِيون؟ ڪلجڳ ۾ هندو ان پرماتما کي وساري، انڌن ۽ گونگن وانگر، پاکنڊ ۽ ڀرمن جي اندڪار ۾ گمراهه ٿي ڀٽڪي رهيا آهن. اي پوڄاريو! توهان

انهن مورتين تي جيڪي ڀانت ڀانت جي ڀوڄن جا ڀوڳ لڳايو ٿا
سي ته ڀاڻ کائو ٿا ۽ ٻالو ٺاڪر جو ڪيو ٿا! هاڻي انهيءَ ڀاڪنڊ
کي ڇڏيو! پڀوءَ جي پريم ۾ رتا رهو ته هن سنسار ساگر مان تري
پار پوندءِ!"

ديوي الون ديول، مورک پوڄن مت ري،
لائن ڀوڳ پرانت جو، کير کنڊ ميوا،
ورلو ڪو ساڌو ڪري، سامي ست سيوا،
الک ابيواهه، پورن ڏسي پريم سان.

مندرن ۾ مٺن جا مٺ پوڙيون، لڏون، ڀاڄيون، لسيون وغيره
پدارٿ ٺاڪر جيءَ تي ڀوڳ چاڙهيندا آهن. اهو مقرر تيل پوڄارين
۽ ٻانڌن کي ڏيندا آهن ۽ اُهي وري دڪانن تي وڪڻندا آهن.
ڀڳوان جي انهيءَ پرساد جا ٻه اگهه آهن، ٻي رڌي کان اٺ آني
ڍائين ڍڪيٽ. گهڻو ڪري ياتري يا ڪيترا شهري ماڻهو ٻه اهو
پرساد خريد ڪري کائيندا آهن. ڪيترا ڀنگيا ڀنگ پيئندا آهن ته
اُنهنکي ٻه اهي مال مليندا گهربا آهن، جو ڀنگ ڪري چٽي بکه
لڳندي آهي. ايئن نه آهي ته اهو رڳو متر ا ۾ آهي، پر گهڻو ڪري
ڀارت جي ڪيترن وڏن مندرن ۾ پرساد وڪڻڻ جي رسم آهي.
جڻ ته مندرن کي واڻيي گهر يا هوٽل بڻائي ڌرم جي دڪانداري
ڪري رهيا آهن. هڪ مندر ۾ ته گيهه جي وڏي ڪڍ ڏنئم جو
شرڌالو ڀڳت ڀڳوان جي ڀوڳ لاءِ سڄي گيهه جا دٻا موڪليندا
آهن. انهن مندرن جي گوسائن جي ملڪيت ڪروڙن ۾ آهي.
ساڳئي وقت چوطرف يتيم، اپاهج ٻار ۽ محتاج روٽيءَ ٽڪر لاءِ
حيران پريشان آهن. نانڪ ديو اهائي تاڪيد ڪئي ته ان پوڄن
جو لڪمن ٻکين کي ڀوڳ لڳائڻ گهرجي، جو اُنهن ۾ به پرماتما
آهي. دٻا ڌرم جو مول آهي.

*—*—*—*

## ١٩- گورکه مٿو

مٿرا ڪانپوءِ نانڪ ديو جا قدم گورکه مٿي ڏانهن هليا. اهو استان پيلي ڀت شهر کان ويهه ميل پري هماليه پربت ۾ آهي. هن وقت سوامي وويڪانند جي ماياپوريءَ جو ادويت آشرم به اُن طرف آهي. پنج سؤ سال اڳ اُتي گورکه پنٿي ناٿ جوڳين جو وڏو آشرم هوندو هو. اتي هو ڏاڪڙا ۽ ڪشالا ڪڍي وڏا جوڳ ڀڄائيندا هئا. انهيءَ سمپرداءِ وارن جو سڄي ڀارت ۾ ڏاڍو زور ۽ ڌڪاءُ هو. گروجن چاهيو پئي ته هن آپدا ۽ اڌرم جي وقت، اهي جوڳي عام جنتا کي آٿت ڏين ۽ نئين سجاڳي آڻين. پٺاڻ حاڪمن ۽ تعصبي ملان مولوين جي ظلم زبردستيءَ ڪري ماڻهو پاڻ کي بيواهه ۽ بيوسيلو سمجهي نراشا ۾ غرق ٿي رهيا آهن. انهن ۾ نئين اُمنگ ۽ همت جاڳائڻ لاءِ اهي جوڳي گهڻو ڪجهه ڪري سگهن ٿا. ڇو جو هو ڀُونن ۽ گهرن ۾ پيا گهمندا آهن.

جوڳين جي آشرم ٻاهران پپل جو هڪ سڪو ٺوٺ وڻ هو. گروجن اُن وڻ هيٺان اچي ويٺا. پهاڙي پرديس ۾ سخت سيءُ ٿيندو آهي. مرداني گروجن کي چيو، ”سائين! هنن غفائن ۾ هي جوڳي ڌُوڻيون دکائي ويٺا آهن ۽ اسان وڻ هيٺ ٻاهر ڪيئن رات ڪاٽينداسين؟ هڙيءَ ولهه ۾ ته اسان ڄمي ڪاٺ ٿي وينداسين. مان هنن جوڳين کان ٿورڙيون دکيل ڪاٺيون وٺي اچان ته جيئن اسان به ڌُوڻي دکائي ويهون.“

مرداني انهن جوڳين وٽ وڃي سوال ڪيا، پر ڪنهن ڪنهن به دکيل ڪاٺيون ڪونه ڏنيون. هو سوچڻ لڳو ته نانڪ ديو ۽ هنن ۾ ڪيڏو نه فرق آهي جو هو غريب مودي هوندي به سلطانپور ۾ ڪنهن کي خالي هٿين ڪين موٽائيندو هو ۽ هيءُ ڌرم جا ٺپيا جوڳي، ٿوري باهه به نٿا ڏين. هو پريشان ٿي موٽي آيو ۽ صاحبن کي چوڻ لڳو، ”مالڪ! هي جوڳي ڏاڍا بي ترس

آهن جو هٿ ٻڌي عرض ڪرڻ تي ٻه ٻاهه ننڍا ڏيئن ۽ مُورڳو
ڇمڙو اولاري پچائي ٽا ڪيئن."

نانڪ ديو چيس، "مردانا! تون رب جي رضا ۾ راضي رهه!
تون چپ ڪري ويهه خدا جو نالو وٺ! اُن پرڀوءَ جي مرضي
هوندي ته تڏ ۾ ويهاريندو ۽ جي مرضي هوندس ته پاڻيهي باهه
جو انتظام ڪندو. تون سردي گرميءَ کي هڪ جهڙو سمجهي
اُن سان لنوَ لڳاءِ ۽ رڳ رڳ ۾ اها ڀاونا رک ته "جو تنهنجي ڀاوي
سوئي ڀلي ڪار!"

ائين چئي نانڪ ديو آسڻ لڳائي خاوند جو ڌيان ڪرڻ لڳا ۽
مردانو به مٿان ڪري خدا جو نانءُ وٺڻ لڳو پر ولهه ۾ بدن پئي
ڏڪيس. اُن وقت هڪ ڪانير جهنگ مان ڪاٺيون ڪري
پنهنجي ڳوٺ پئي ويو ۽ هُن ٻنهي کي ٻنا ڌوڻيءَ ڏسي هُن
ڪاٺين جي ڀري اُتي لاٿي. ڪجهه ڪاٺيون هُن جي اڳيان رکي
باهه ڏکايائين ۽ ڪجهه ڪاٺيون ويجهو پرسان ڪري رکيائين
۽ باقي ڪاٺيون کڻي هليو ويو. مردانو سوچيندو رهيو ته هن
ڪانير کي هيڏانهن ڪنهن موڪليو ۽ ڪنهن هن کي باهه ٻارڻ
جي مت ڏني! پوءِ نانڪ ديو جا اهي شبد ياد آيس ته اهو
پرتپال پرماتما سڀني جي سار لهندو ۽ انسان ڪيترا به پرپنچ ۽ جتن
ڪرينٿو ته نٿو ٿئي. جيڪو اُنجو حڪم هوندو سوئي ٿئي ٿو.

نيم موجب صبوح جو مرداني رباب شروع ڪيو ۽ صاحبن جو
مڌر آواز چوطرف فضا ۾ ڦهلجي ويو. پسون پکي وڻ ٽڻ اهو
الوڪ سنگيت ٻڌي نهال ٿي ويا. وڏو اچرج اهو ٿيو جو اُن
سڪل وڻ ۾ ڄڻڪ جان اچي ويٺي جو اُن ۾ نوان ساوا پن ۽ ٽاريون
ٽاريون لڳڻ لڳيون. اهو ڏسي جوڳي وائڙا ٿي ويا ۽ گروجن کي
وڏو ڪلاوان پرش سمجهي ڏاڍي آدرڀاءَ سان پنهنجي آشرم ۾
وٺي ويا.

اُن وقت نانڪ ديو ۽ انهن جوڳين جو جيڪو وارتالاپ ٿيو سو گرنٿ صاحب جي راڳ سوهيءَ ۾ ڏنل آهي. هن پستڪ ۾ گروجن جي ٻينءَ ياترا ۾ سمورو پربت تي جيڪو جوڳين سان وارتالاپ ٿيو هو، سو وستار سان ڏنل آهي. تنهنڪري هتي مختصر ۾ ڏجيٿو. اُن وقت صاحبن جي شبدن مان هڪ هيءُ آهي:-

”اُن نه ڪائيتا، ساد گوائيتا، ٻهه ڏکه پائيتا، دوجا پائيتا.“

ان نتا کائين، جيوت (هري ڀڄن جو) سواد وڃائين ٿا، (سنسار ۽ سنياس ۾) ٻيائي سمجهي گهڻو ڏک سهن ٿا.

ٻستر پهريءَ آهه نس ڪٽريءَ،
مونِ وِ گوتا ڪڻه جاڳي، گر بن سوتا.

ڪپڙا نتا پائين، رات ڏينهن رنج ۾ رهن ٿا. مؤن (ورت) ڌاري خراب ٿين ٿا. گروءَ بنا سمجهيل ڪيئن جاڳندا؟

نانڪ ديو، جوڳين کي چيو ته توهان سنسار کان ڀڄي هن ايڪانت استان تي اچي رهيا آهيو. سنسار ۽ سنياس ۾ اُهو ساڳيو ست ڪرتار سمايل آهي. توهان هٺ يوگ جون ڪٺن ڪريائون ڪري پنهنجو املهه مانش جنم اجايو وڃائي رهيا آهيو. خالق آهي خلق ۾ سمايل. توهان خلق جي سيوا ڪندؤ ته يوگ جي آخرين ڪامنا به پوري ٿيندؤ. گهمي ٿي ڀڄي نه اچو، پر نشڪام ڪرم يوگي ٿي ميدان ۾ اچو ۽ انسانن جو ڏک درد دور ڪريو. اهوئي سيني کان اُتم سچو يوگ آهي.

گروجن جي وچنن جو انهن آڪڙ پرول جوڳين تي اهڙو اثر ٿيو جو هو سندن چرڻن تي ڪري پيا. اُنهن مان ڪن هيٺ ملڪ ۾ وڃي ماڻهن ۾ ڀڳتي ڀاؤ ۽ ڌرم جو پرچار ڪيو. اُڪانپوءِ ان جٿي کي ”نانڪ متو“ ڪوٺڻ لڳا. اُتان موٽندي نانڪ ديو سان مڇندرناٿ به ساڻ هو. (اصل مڇندرناٿ کي ٿئي ته هزارين سال گذري ويا آهن. هي کو ساڳئي نالي جو ٻيو جوڳي

هوندو.) رستي تي مڇندرناٿ ۽ مرداني کي اچي ٻُڪ سنايو جو
چڙيءَ ۾ نٿي سگهيا. گروجن چيو،- ”هن آريٺن جي وڻ جي
ٽاريءَ جا ڦل ڀڃي کائو!“

ٻنهي چيو،- ”آريٺا ته ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪم ايندا آهن ۽ پيٽ
۾ پچندا به ناهن ۽ سخت ڪوڙا ٿيندا آهن.“ نيٺ صاحبن
جي چوڻ تي اُنهن اُن ٽاريءَ جا ڦل کاڌا ته مٺا به لڳن ۽ بدن ۾
جلد پچي ڪري نئين تراوت ۽ سگهه به اچي وين. اڄ به ان ٽاريءَ
جا آريٺا مٺا آهن ۽ اُتي ”ريٺا صاحب“ نالي سندر گردوارو آهي.
جيڪي ياتري ”نانڪ متي“ ويندا آهن، سي ٢٥ ميل پري ان
گردواري ۾ به متو ٽيڪڻ ويندا آهن ۽ ان ٽاريءَ مان هڪ ٻه
مٺو آريٺو ڀڃي ايندا آهن. ٻئي سڄي وڻ جا آريٺا ڪوڙا آهن.

*—*—*—*

## ٢٠- ٽڪِي، ايوڌيا ۽ پرياڳ

نانڪ ديو ۽ مردانو اڳتي وڌندا رهيا ۽ سات وارا جوڳي به
جدا جدا شهرن ۾ هليا ويا. انهن ڏينهن جي مسافريءَ ۾ جوکم ۽
هلاڪت به نهايت گهڻي هوندي هئي. هڪ گهاٽي جهنگل مان
لنگهندي هنن ٻنهي کي ٻه پنج ڌاڙيل اچي ورايو. گروجن جي
شهاڻي شڪل ڏسي، هنن سمجهيو ته هي ڪو وڏو مالدار ماڻهو
فقيراڻي ويس ۾ آهي. هن وٽ يقينن لڪل هيرا جواهر جام
هوندا. گروجن وٽ هو نام جو گپت خزانو.

پياڪ ڌاڙيل ڏسي، مرداني کي ڏڪڻي وٺي وئي. تڏهن
گروجن چيس،- ”اي پيارا! تون ڪو فڪر ڦڙو نه ڪر!

ڪرسہ ڀئيا نهہ ميٽي ڪوءِ، ڪيا جاڻا ڪيا آگي هوءِ،
جو تس ڀاڻا سوئي هائا، اؤر نہ ڪرڻي والا دوُڄا.

جيڪي ٿيڻو آهي، سو ڪوئي ميٽي ڪونہ سگهي. هيڪان ٻوءِ

ڇا ٿيڻو آهي سو ٿئڻو ئي آهي. جيڪي هنن ڪيو سو ڀوڳيو ڌرتيءَ.
اِن (ڦريوءَ) ڪانسواءِ ٻيو ڪوئي ڪرڻ وارو ئي ڪونهي تـه ڇنتا
ڇا جي؟ پيارو خاوند جيڪي بہ ڪندو تنهن ۾ ڀلائي آهي.“

نانڪ ديو جي پڇڻ تي لڳن چيو تہ اسان چور آهيون ۽ واٽهڙن
کي ڦرڻ اسانجو ڌنڌو آهي. تڏهن صاحبن مشڪي کين ويهڻ
لاءِ چيو، ”توهان شانتيءَ سان ويهو تہ مان توهانکي اهڙو نام جو
پدارٿ ڏيان ٿو، جنهن اڳيان سنسار جا سڀ پدارٿ سکڻا آهن.
اِن رام رتن سان توهانجو پيٽ ڀي ڀرجندو ۽ توهانجي منش ديهہ
بہ سڦلي ٿيندي.“

صاحبن جو روحاني تيج ڏسي هو پنجئي سندن پيرن ويهي
رهيا. اهو هنن لاءِ انوکو انڀؤ هو، ڇو تہ هنن جون پوائنيون
شڪليون ڏسي مسافرن جو مت وهي ويندو هو ۽ هيءُ شخص
بي ڀئو ٿي مشڪي رهيو هو! گروجن، مرداني کي رباب وڄائڻ
لاءِ چيو ۽ لڳن ڏي مخاطب ٿي چيو، ”اي پيارا! توهان بہ پنج
آهيو ۽ هو بہ پنج آهن، پر هو توهان کان وڌيڪ زوراور آهن.



राज मालु रूप जाति जोबनु पंजे ठग ।
एनी ठगीं जगु ठगिआ किनै न रखी लज ।। (मलार की वार)

راڄ، مال ملڪيت، سونهن، جات ۽ جوڀن جي چاهنا، اهي
پنج ٺڳ جڳت کي ٺڳي رهيا آهن ۽ ڪنهن جو به لحاظ رکي،
ڇڏين ٿا."

एक नगरी पंच चोर बसीअले बरजत चोरी धावै ।
त्रिहदस मालरखे जो नानक मोख मुकति सो पावै ॥ १ ॥
चेतहु वासदेउ बनवाली । रामु रिदै जपमाली ॥ १ ॥
(गूजरी असटपदी-१)

هن سرير روپي نگريءَ ۾ به پنج چور رهن ٿا ۽ زبردستيءَ
چوري ڪن ٿا، ڪدم واسنائن ۾ ڦاسائين ٿا. جيڪو جيءُ پنهنجا
ٽيرهن مال (من، ٻڌي، چت، ڏسڻ، ٻڌڻ، ڇهڻ، ڪائڻ، سواد
وٺڻ، هٿ، پير، اکيون، ڪن ۽ وات) سنڀالي رکي ٿو، سو موکيه
پائي ڇٽي آجو ٿئي ٿو. انڪري هردي ۾ واسديو ونمالي رام جو جپ
ڪريو نه رکيا ٿيندو."

وري نانڪ ديو، گوڙي- چيتي راڳ جو ١٤ هن ٻاتو، جنهن جو
ارت آهي:-

"هو آهن پنج، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار. مان
اڪيلو پنهنجي گهر ٻار ۽ من جي رکيا ڪيئن ڪريان! هو نت نت
مونکي مارين ٿا، لٽين ٿا. مان ڪنهن اڳيان وڃي پڪار ڪريان؟
هي من! سري رام، جو جپ ڪر، نه ته اڳيان جمدوتن
جو ٽولو ملندو، جيڪي مها ڀيانڪ آهن.

"هن سرير روپي ماڙيءَ ۾ جيئو آتما روپي اڪيلي استري،
ٻالڪي امر سمجهي ويٺي آهي ۽ سنساري وشيه واسنائن ۾ مدو
ٿي رهي آهي ۽ اهي پنج ٺڳ هن کي لٽي رهيا آهن. موت جو
ملائڪ اچي اها ماڙي ڊاهي ٿو ۽ ان اڪيلي ناريءَ کي سوگهو
جهلي ٿو. ان تي جم جا ڏنڊا پون ٿا ۽ گلي ۾ زنجير وجهي
گهلي وڃنس ٿا. انوقت اهي پنج ڄڻا پڇي پاسو ڪن ٿا. جيئو

آتما روپي سندر استري نہ سونهن چانديءَ جهڙي چاهنا ۾ ڦاٿل ۽ اهي پنج چٽا نہ پوڳن جي سواد ۾ ڦاٿا. تنهن جهڙ جن لاءِ چوري لڳي ۽ ٻيا پاپ ڪري ٿو، سو سنگ ساٿ ڇڏي ٿو ڏئيس ۽ اڪيلو جمپور جا سخت ايذاءَ سهي ٿو.

اي پيارا! جيڪا نشي جهڙي ٻوٽي پيئاري، توهان واٿرن کي بيهوش ڪري ڦريندا آهيو، سا موهه ممتا جي ڏاڍوري جهڙي ٻوٽي سڄي جڳت ۾ ورتجي رهي آهي.

तृसना माइआ मोहणी सुत बंधप घर नारि ।
धनि जोबनि जगु ठगिआ लबि लोभि अहंकारि ॥
मोह ठगउली हउ मुई सा वरतै संसारि ॥ १ ॥
मेरे प्रीतमा मै तुझ बिनु अवरु न कोइ ।
मैं तुझ बिनु अवरु न भावई तूं भावहि सुखु होइ ॥ १ ॥ रहाउ ॥
(सिरी राग, असटपदी, १३)

”پٽ، مت مائٽ، گهر، استريءَ جي ترشنا ۽ ممتا ڏاڍي موهيندڙ آهي. ڌن، جوڀن، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جا ٺڳ، ٺڳڻولي (ٻوٽي) سنسار ۾ ورتائي رهيا آهن ۽ مان انهيءَ سان مٺي پيئي آهيان. اي منهنجا پريتم! توکان سواءِ منهنجو ٻيو ڪو ڪونهي. مونکي توکان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ وڻي، تون وڻين ٿو تہ سک ملي ٿو.“

اوديا ون لئي، ٿي خاص خزانو سڀ جو،
جوڙي جيئن کي ٻنڌي، گهيرت سان گهڙي،
پيادا پنج ٻچي ڪري، رانيون ڏيهن ڪٽي،
ڪو سامي سنت ڇڏي، ڪري حمايت هر جي.
سڀ کي نگن لڳي، پنج پانهنجا پرتم ڦٽي،
سامي سمجهن ڪيڪي، انڌا جيءَ الڳ،

رهي اليپ آڪاس جان، ڪي ساڌو سر ٻَڳ،
جن کي ٽوٻي پڳ، نظر نه اچي نام ري.

اي پيارا! پين کي لنڊ ڪان اڳ پنهنجو ته بچاءُ ڪريو! ٽوشٽا ڏائڻ پاڻ ۽ پنهنجن پنجن ڌاڙيلن ذريعي توهانجو آتم ڌن لٽي رهي آهي! اکين تي اهڙي پٽي ٻڌل اٿو جو اُهي پنجن کي پيار ڪري سينئي سان سانڍي ويٺا آهيو! رام نام جا مدام هيرا لعل ٽٽا ڪري، ڪانچ ۽ پٿرن جون ڇوريون ڪري پرلوڪ ۾ وڃي عذاب سهندءُ. پريو توهان تي مهر جي نظر ڪري جو توهان کي رام نام روپي رتن ڏي!"

گروجن پنهنجي نينهن ڀريل نگاهن سان مشڪي نهاريو ته نگر وسمار ۾ اچي ويا ۽ صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيا ۽ ڪيل پاپن لاءِ ڏاڍو پشيمان ٿيا. گروجن چيو ته "آئينده هٿن جي نيڪ ڪمائي ڪريو ۽ پاپ سان ڪٺي ڪيل مايا غريبن ۽ محتاجن جي سيوا ۾ لڳايو ته ديا ساگر پريو توهان جا گناهه بخشيندو." ڌاڙيل گروجن جي چرڻن تي ڪري پيا ۽ سندن گڻ ڳائيندا هليا ويا. اهڙيءَ طرح خطرناڪ ڌاڙيلن کي نيڪ انسان بڻائي، ناناڪ ۽ مرداڻو اچي ايوڌيا پهتا. ايوڌيا ته رام ڀڳتن سان ڀريل آهي. پريوءَ جي سينئي نالن ۾ گروجن کي رام جو نالو ڏاڍو پيارو هو. ايوڌيا جي سنسنگ ۾ صاحبن گوڙي اشٽپدي (١٦) جو هي شبد اُچاريو -

رام نام چت راپيءَ جاڪا- اُپجپ درسن ڪيچيءَ تاڪا،
رام نه جپهه اڀاڳ تمارا- جڳ جڳ ڌاتا پريب رام همارا. (اِڪ رهاءُ)

جنهنجي چت ۾ رام نام ڪنل آهي، تنهنجو درشن امرت ويلي ڪريو! توهان رام نام نٿا جپيو نه اڀاڳا آهيو. اهو پريو رام، جڳ جڳ ۾ اسان جو ڌاتا بخشيش ڪندڙ آهي.

گور مت رام جپيءَ جن پورا- تت گهت انهت واجي تورا.

گروءَ جي سکيا موجب جيڪو رام نام جپي ٿو، سو پورڻ پرش آهي. انجي انتهڪرڻ ۾ انهد شبد جو ناد نرهي وڄندو.

جو جَنَ رام ڀڳت هر پيار-سي پريت راکي کرپا ڌار.

جنهن ماڻهوءَ جو رام ڀڳتيءَ ۾ پيار آهي، تنهنتي پرڀو مهر جي نظر ڪريندو.

گروجن جي رام ڀڳتيءَ تان ايوڌياواسي به ٻلهار وڃڻ لڳا ۽ سندن گيان اُپديش ٻڌي ڪرتارٿ ٿيا.

ايوڌيا کانپوءِ نانڪ ديو ۽ مردانو اچي پرياڳ پهتا. اُتي ان وقت ٻارهن سالن کانپوءِ ڪنڀ جو ميلو هو. ان مهورت تي گنگا، جمنا ۽ سرسوتي جي سنگم ترويڻيءَ تي اشنان جو مهاتم ليکيندا آهن. اُن وقت به لکين ياتري، سوين هزارين ميل مسافري ڪري آيا هئا ۽ ڪنڀ جو اشنان ڪري رهيا هئا. نانڪ ديو به سنگم جي ويجهو پنهنجو ديرو ڪيو ۽ هري سمرڻ ڪري ڪيو ته اُتان هڪ مهنت پئي لنگهيو، تنهن کيس چيو ته لکين ماڻهو ڪلن ڪشت سهي ڪنڀ جي اشنان ۾ پاپ ڌوئڻ آيا آهن، پر توهان هتي هوندي به اشنان ڇو نٿا ڪريو! اهڙو اوسر ته وري ٻارهن سالن کانپوءِ ايندو!

گروجن جي چوگرد خلق اچي ڪٺي ٿي ۽ سڀيئي ساڳيو سوال ڪرڻ لڳا. تڏهن نانڪ ديو، مردانې کي چيو ته هلاءِ رباب جو خسم جي ٻاڻي آئي آهي. انوقت صاحبن ڌناسري راڳ جو چند-1 ڳاتو، جنهنجو ارٿ آهي:-

”مان تيرٿ ۾ اشنان ڪرڻ ويندو آهيان، پر اُهو تيرٿ آهي هريءَ جو نام. نام جي شبد جو ڌيان ۽ اندر جو گيان آهي سچو تيرٿ. سارو سنسار ترشنا جو روڳي آهي ۽ هريءَ جو نام اُنجي دوا آهي. سٽ ڪانسواءِ ميل-گند لڳي ٿو، پر گروءَ جا وچن اُن

کي صاف نرمل ڪنتا ۽ اُهي اَٽل پرڪاش آهن ۽ اُهي سچي تيرٿ جو اشنان آهن.

”ست پرش کي ميل- ڌوڙ لڳندي ئي ناهي ته ڇا لاءِ ڌوئي؟ نيڪ ڪمن جي ڪٽڻ جو هار سينگار ڪيائين ته ڇا لاءِ روئي. پريو پياري جي سنگت ۽ ميلاپ ئي پورو (ڪنڀ جو) اشنان آهي. اُنجا گڻ گان ڪرڻ ئي سهڻا شبد آهن. ست ڪرتار جي سچي من سان اُستتي ڪرڻ ئي دان پنج ۽ ديا پرڀل بڌي آهي. پرماتما جي سک ۽ نام جپ جي سنگم ۾ ٽٻيون لڳائڻ ئي تروينيءَ جو سچو اشنان آهي.

”جنهن انسان جو من فريب ۽ گناهه جي گندگيءَ سان ڀريل آهي، تنهنجو سرير ته سنگم جي اشنان سان صاف ٿيندو، پر من جي مٿل ته نام جپ سان صاف ٿيندي. جيئن پتل جي گهاگهر ٻاهران چلڪائي ڇڏجي پر اندر زهر ڀريل هجي. اها زهر هاري، انهن رام-نام روپي امرت ڀرڻ گهرجي. اهو آهي تن ۽ من جو سچو اشنان.

خطئه جمي خطي ڪري، نت خطئان وچ پاهه،
ڌوئي مول نه اُترهه، جي سئه ڌوئڻ پاهه،
نانڪ بخشي بخشيئهه، ناهي ته پاهي پاهه.

گناهن ۾ گناهه جمع ٿيندا رهن ٿا، جي سؤ دفعا اشنان ڪرڻ سان به نٿا ڌوپجن. پرماتما مهر ڪري بخشي ته ئي ته موچڙن هنيان موچڙا کائبا.“

ڀڳتي ڏني ڀڳوان، جن کي پرچي پاڻهنجي،
ٻن سامي سيئي ڪيا، جپ تپ دان اشنان،
راڄ ڀوڳ سک سرڳ جي، انهيا رکن ڪان،
رهن منجهه جهان، سدا اليپ ڪنول جان.

ڪنب جي اثر لي جوڳي ۽ سنياسي بہ ڏاڍا اچي ڪلا ٿيندا آهن. اُنھن کي ڏسي گروجن چيو:-

हाथ कमंडलु कापडीआ मनि तृसना उपजी भारी।
इसत्री तजि करि कामि विआपिआ चितु लाइआ परनारी।
सिख करे करि सबदु न चीनै लंपटु है बाजारी।
अंतरि बिखु बाहरि निभराती ता जमु करे खुआरी।
(मारु अष्टपदी ७-६)

”جوڳيءَ جي هٿ ۾ ڪمنڊل، من ترشنا سان ڀريل، استري ڇڏي اٿس پر من ۾ ڪام سمايل اٿس جو پر ناريءَ ۾ چت لڳل اٿس. ٻين کي سکيا ڏيندو، پر پاڻ شبد جو سار نٿو ڄاڻي. ٻيک جو ڍنڍو ڪريٿو ۽ لمپٽ آهــي. انــدر ۾ زهر، ٻاهر ڀرانت ۾ ڀٽڪيٿو ۽ ڏيکاءُ ڪريٿو، شانت ۽ نرليپ جو. اهڙا جمراج وٽ خوار ٿيندا.“

سو جوڳيسر ڄاڻ، مندرا جنھن مرم جون،
سگي واهي سهج جي، سم رهي سڀ ساڻ،
ڇيڙيءَ ۽ ڪُنجر ۾، ڏسي پاڻهنجو پاڻ،
پائي پد نرٻاڻ، ماڻل ٿيو مهراڻ ۾.

*—*—*—*

## ٢١- بنارس ۾ اومڪار مٺا

نانڪ ديو ۽ مرداني پرياڳراج کانپوءِ ١٥٠٦ع ۾ بنارس اچي پهتا. اِنھن ٻنھي شهرن ۾ جتي گروجن ڀڄن ڪيرتن ڪيو، اُتي هن وقت وڏا گردوارا آهن. ڪاشيءَ جو ”گرو ڪا باغ“ ته ڏاڍو سندر استان آهي. بنارس آد ڄڳاد کان هندو ڌرم جي گيان، اُپاسنا ۽ ڪرم ڪانڊ جو قلعو آهي. گنگا جي ڪناري کي سنياسي ڪرڪن جي لکتن لي ويندا هئا، کي سالن کان پاڻهون

مٿي ڪري ٻڌا هئا ته ٻانهون سڪي ويئون هئن ۽ ڪي مٿان جي ڀڀوت لڳائي ڳانجي ۽ چرس جا سوٽا لڳائي رهيا هئا. ڪي چوگرد باهه ٻاري سج جي تپت ۾ ويٺا هئا. پنهنجي ديهه کي ڏکوئيندڙ، اهڙن تپسوين کي ماڻهو ڏاڍيءَ شردا سان مٿو ٽيڪي رهيا هئا ۽ جدا جدا مت متانترن ۽ ساڌوئن ۾ ڀٽڪي رهيا هئا. گروجن چيو ته انهن ڪمن مان ڪجهه هٿ حاصل نه ٿيندو. رام نام جي سڪ سان پنهنجو هردو صاف ڪريو ته اُم اُن پريتم جو درشن ٿيندو.

گهر ۾ رام رهي، مورک ڦولي ڏهه دسا،
جيئن لپ ساڌن جوڳ ۾، سامي ڏيهه ڏهي،
ناحق ڏک سهي، تو پني ڏٺي پاٽڪي.

نانڪ ديو ۽ مردانو گنگا جي ڪناري ويٺا هئا ته اُتان جي پنڊتن ۾ شرومڻي چترداس اچي اُتان لنگهيو. هن جو وچتر ويس ڏسي، هن چيو- ”هي ڀڳت جا! توهان ڪهڙي قسم جا ڀڳت آهيو جو نڪي سالگرام جي پوڄا ٿا ڪريو ۽ نه تلسيءَ جي مالها ٿا جپيو! جپ تپ دان اشنان کانسواءِ توهانجي مڪتي ڪيئن ٿيندي؟“

گروجن وراڻيو- ”هي پنڊت! مورتي پوڄا ڪرڻ ڪلراٺي زمين ۾ کيتي ڪرڻ مثل آهي، جنهنجو ڪجهه ڦل نٿو نڪري. ‘جي پٿر پوڄي هري ملي، ته مان پوڄون پهاڙ.’ تلسيءَ جي مالها جپڻ مان ڪهڙو لاڀ، جنهن سان چنچل من استر ٿئي، پريوءَ جي رنگ ۾ نه رتو رهي!“

پٿر پوڄا ڪن، ديو نه ڏسن ديهه ۾،
پنڊت جاڳي پاٽڪي، ڪرمن مڇ ٻجهن،
سي ڪيئن رنگ رچن، سامي سپيرن جي.
ڀڳتي ڏني ڀڳوان، جن کي ٻرچي پانهنجي،
تن سامي سيئي ڪيا، جپ تپ دان اشنان،

راڄ جوڳ سک سرڳ جي، اڇا رکن ڪان،
رهن منجهه جهان، سدا اليپ ڪنول جان.

پنڊت چيو: ”اي سنت! توهان زباني طور تہ مورتي پوڄا ۽ جپ تپ جو کنڊن ڪريو ٿا، پر ويدن ۽ شاسترن کي توهان ڪيئن نيساري ٿا سگهو؟ مان توهانکي شاسترن جا پرماڻ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان تہ برهما، وشنو ۽ مهيش ئي هن سرشٽيءَ جي اُتپتي، پالنا ۽ سنهار ڪري رهيا آهن ۽ اسان اُنهن ڀڳوانن جي پوڄا ڪري رهيا آهيون.“

گروجن چيو: ”اي پيارا! توهانکي انهن ٽنهي جي مندرن مان جهڪي مال ملندا ۽ پيئائون ملن ٿيون، تنهي لوڀ ۽ ترشنا کي تياڳي اُن نرنڪار پرڀوءَ جو ڌيان ڪريو، جنهنجي ڪا مورت ناهي. نہ جميو نہ مريو، ٽنهي ڪالن ۾ دائم اِڪ رس ست سروپ آهي. اُن جي آد شڪتيءَ سان ئي سرشٽيءَ جو پسارو ٿيو آهي. مالڪ کي ڇڏي توهان اُنجي ڪاردارن جي چاپلوسي ڇو ٿا ڪريو؟

ايڪا مائي جگت وئائي، تين چيلي پرواڻ،
اِڪ سنساري، اِڪ ڀنڊاري، اِڪ لائي ديواڻ،
جو تس ڀاوي، تيوي چلاويءَ، جيو هووي فرماڻ،
اوهہ ويکيءَ، اونا نذر نہ آويءَ، بهتا ايهہ وڊاڻ،
آديس تسيءَ آديس.
آدي انيل اناد اناهت، جگہ جگہ ايڪو ويس.

(نرنڪار جي اُن) ڏال (مايا - قدرت) ترڪيب سان ئي ويئم ڪيا، ٽي چيلا ٿيا. هڪ سنسار بڻائيندڙ (برهما)، ٻيو پالنا ڪندڙ ڀنڊاري (وشنو)، ٽيون موت جي دربار لڳائيندڙ (شنڪر). اُن (نرنڪار پرڀوءَ) کي جيئن ڀاوين ٿو، تيئن فرمان موجب هو ٽنهي سرشٽيءَ جو ڪاروبار هلائين ٿا. هو (نرنڪار) اُنهنجي ڪارڻ

کي ڏسيٿو، پر پاڻ ٽنهي جي نظر نٿو اچي. اُن ست ڪرتار کي اسانجو پرڻام آهي، پرڻام آهي. هنجو نه آد آهي نه انت نه روپ آهي، نه رنگ. هو اِڪ رس، جڳ جڳانترن ۾ هڪ ئي ويس وارو آهي.

عجائب قدرت، ڪرتار رچي ڪل سان،
آد شڪتيءَ کون ديو ٿيو، تن کون ٿيا پنج تت،
تتن کون وستار ٿيو، سڀ نياري نا نت،
لُڙ کي هٽي ات، موٽي سمهيو سڀج ئي.

جيئن مٽي اصل هڪ روپ آهي پر سرون، مٽ، چاڏا، دلا، ڏيئا ۽ ٻيا ٿانوَ اُن جون جدا جدا شڪليون آهن، تيئن نرنڪار پريو جڳ جڳانترن ۾ ساڳيو ئي آهي. نانڪ ديو کان ٥٠٠ سال پوءِ سائنسدان به آخر انهيءَ نرڻي تي پهتا آهن ته شڪتيءَ جا ٽي پرماڻو آهن، ٽن مان هڪ اليڪٽران، پدارٿ پيدا ڪريٿو، ٻيو نيوٽران، پالن ڪريٿو ۽ ٽيون، پازيٽران ناس ڪريٿو.

پنڊت چندرداس پڇيو- ”جي مورتي پوڄا غلط رستو آهي ته پرڀوءَ وٽ پهچڻ جو صحيح رستو ڪهڙو آهي؟“

صاحبن چيو- ”هڪ ته پرڀوءَ جو پريم رڳ رڳ ۾ هجي. ٻيو ا,, ايڪو اومڪار ست نام ڪرتا پرک جي ڄاڻ. ٽيون اهو وساهه ته اهو ست ڪرتار اڳي به سچ هو، هاڻي به سچ آهي ۽ اڳيندهه به سچ رهندو. چوٿون ان پرڀوءَ جو ڀڄن ڪيرتن. ان جو پاٺو منو ڪري پوڄڻ، ديا ۽ سنتوش سان هلڻ سان ايشور جو ساڪياتڪار ٿئي ٿو.“

ستگر ساڌن چار، ڇيا سڪ سروپ جا،
سڪ، سمجهه وساهه، سچ، هري جس هردي ڌار،
پهچائيندءِ پاڻهي، دوساٽيءَ دربار،
نڙي نڙن نهار، ته سيتل ٿيئن سامي چئي.

پنڊت چيو، ”هي مهاپرش! اومڪار جي وڏائي ووڇنا ڪريو! اساڻا ويد شاستر به اومڪار جي مهما سان ڀريل آهن.“

صاحبن مرداني کي چيو ته شروع ڪر ساز، سندر واڻي آئي آهي. مرداني جي رباب ۽ گروجن جي مڌر آلاپ تي خلق اچي ڪٺي ٿي. اُن وقت گروجن اومڪار جي جيڪا وڏي مهما ڳاتي، سا گرو گرنٿ صاحب ۾ رامڪلي راڳ جي ٥٤ پدن ۾ ڏنل آهي، تن مان ڪي ٿورا پد هيٺ ڏجن ٿا-

ओअंकारि ब्रह्मा उतपति। ओअंकारु कीआ जिनि चिति॥
ओअंकारि सैल जुग भए। ओअंकारि बेद निरमए।
ओअंकारि सबदि उधरे। ओअकारि गुरमुखि तरे।
ओनम अखर सुण बीचारु। ओनम अखर त्रिभवण सारु।
सुणि पांडे क्रिआ लिखहु जंजाला। लिखु राम नाम गुरमुखि गोपाला।
।१। रहाउ

”هي پنڊت! اومڪار روپ پرماتما مان برهما پيدا ٿيو. جنهن اومڪار جو چت ۾ ڌيان ڌريو پربت ۽ جگت جي رچنا ڪئي ۽ ويد نرماڻ ڪيا. اومڪار جي جپ سان لوڪن جو اُڌار ٿيو ۽ شرڌالو تري پار پيا. ”اوم نمه“ اکر پڙهي ويچار ڪر! ”اوم نمه“ ئي ٽنهي جهانن جو سار تت آهي. لکيل شاسترن جي پرپنچ ۾ نه پئو! شرڌا سان رام نام گوپال جو نام جپ!

”گيان جون ڳالهيون ڪري سيکيئي چون ٿا ته اهو صاحب هڪ ادوتيه آهي، پر اُنهن جي هردي ۾ گرب- اهنڪار ڀريل آهي. پر جيڪو اندر باهر هڪ ئي جاڻي ٿو، سو هن سرير روپي گهر کي پرماتما جي رهڻ جو محل ڏسيتو. اهو پريو سڀ کان وڌيڪ ڄاڻي، چيو ته سڄي سرشٽي اُن ئي اُپائي آهي. ان اومڪار (اوم شبد) کانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي. سڄي سرشٽي انهي سمايل آهي. هو سرو وياپڪ آهي. ”اوم“ جو جپ، زبان سان ڪرڻ

ڪان وڌيڪ ڦلداٻڪ اُهو آهي، جو هردي ۾ چپ چاپ ڪندو رهجي. سامي صاحب ان اجپا جپ لاءِ لکيو آهي ته-

سدائي گلزار، گرمک رهي گيات ۾،
سم ڏنائين سڀ ۾، ساکي سرجڻهار،
لنوَ لنوَ اوانڪار، سامي جڀي زبان ري.

*—*—*—*

## ٢٢- گيا ۾ پنڊا

ڪاشيءَ کانپوءِ گرو نانڪ ۽ مردانو گيا جي تيرٿ تي اچي پهتا. قديم زمانـي کان سڄي ڀارت جـا هندو، گيا ۾ پنهنجن مري ويل بزرگن جي نمت پنڊ ڀارائي، اُتان جـي پنڊن ۽ برهمڻن کي ڪپڙا لٽا، جتيون ٽوپيون، ٿانو ٿپا، هنڌ ۽ پلنگ وغيره دان ڪندا آهن. ڪنهن زماني ۾ ته ڳالهيون به دان ڪندا هئا جو اها مڃتا آهي ته جيڪي به پنڊ ۾ ڏبو، سو مري ويل کي پرلوڪ ۾ ملندو. نانڪ ديو کي به برهمڻ اچـي ورايو ته پنهنجن بزرگن جي نمت پنڊ ڀاراءِ ۽ اسان برهمڻن کي پوڄن ڪراءِ!

تڏهن گروڄن چيو- ”اي پيارا! توهان ڀانئيڪي براهمڻ چوايو ٿا، پر مان براهمڻ اُنکي چوانئو، جيڪو

सो ब्रहमणु जो विदे ब्रहम । जपु तपु संजमु कमावै करमु ।
सील संतोख का रखै धरमु । बंधन तोड़ै होवै मुकतु ।
सोई ब्रहमणु पूजण जगतु ।।

جنهن برهم جـو گيان، جپ، تپ، سنجم، سيل، سنتوک هجي، سوئي برهمڻ پوڄڻ جوڳو آهي. اُهو پاڻ به مڪت ٿئيتو ۽ ٻين کي به مڪت ڪريندو.“

سو ٻانڀڻ ٻڌوان، جو انيٺ سار سهي ڪري،
سامي جاڻي جيءَ ۾، فاني سڀ جهان،

چنتا چاھ ڪدي ڪري، ٿئي نرمل نرباڻ،
درسن پائي دان، سدا رھي سنتوک ۾.

گروجن چيو، "اي پنڊت! توھان چئو ٿا ته توھانکي ڏنل پدارٿ پرلوڪ ۾ بزرگن کي ملن ٿا، پر انسان ته ڪنھن وقت خراب نتيجو نڪرندو. سمجھو ته ڪو ماڻھو چوري ڪيل پدارٿ ڏئيڪو ته ۽ پرلوڪ ۾ اھو مال ھنجي بزرگ وٽ پڪڙجي پوئتو ته اھو بزرگ ۽ چوريءَ جو مال پھچائڻ وارا توھان ٻه دربار ۾ سزاياب ٿيندا."

اھو ٻڌي برھمڻن جو ٻوٽ پٽ سان لڳو پر ته ٻه ٻنيو وٺي بيٺا. چي، "نيس ڪوئي عذر گھٽا." جي پوجن نثو ڪرائين ته ڏيئا پاڻ نه ته تنھنجا بزرگ پرلوڪ ۾ اونڌھ ۾ پيا ٿابا ڪائيندا. تڏھن نانڪ ديو مردانې کي ساز شروع ڪرڻ لاءِ چيو ۽ ھڪ شبد اُچاريو، جنھنجو ارٿ ھنريت آھي،-

"پريوءَ جو نام ئي منھنجو ڏيئو آھي، جنھن ۾ دک روپي تيل پيو آھي ۽ اُن ڏيئي جي پرڪاش دک کي سڪائي ڇڏيو آھي ۽ جم سان ميلاپ يعني موت جي پڙ کي ميٽي ڇڏيو آھي. اڙي لوڪو! جيئن ڪاٺين جي ٻڳ کي ھڪ چڻنگ پسم ڪري ڇڏيندي آھي، تيئن نام روپي چنگاري پاپن جي ٻير کي ناس ڪري ڇڏيندي آھي. ڪرتار جو نام ئي منھنجي شرڌا جي پنڊ ۽ پتل (پنڊ جا برتڻ) جي ڪريا آھي. ان جو نام ئي، ھن لوڪ ۾ ۽ پرلوڪ ۾ منھنجو آڌار آھي. ھي پريو! تنھنجا گڻ گان ئي مونلاءِ گنگا ۽ بنارس جو پوتر اشنان آھن، سچو اشنان آھن. رات ڏينھن تو سان لڙ لڳي رھي آھي. ديوتائن يا بزرگن جي ٿالي ڏنل پنڊ پوجن يا ڪپڙا لتا ته ٻانيڻن کي ئي ملن ٿا. پريوءَ جي ديا ۽ پريم جو پنڊ ته ڪڏھن سماپت نٿو ٿئي."

اھڙيءَ طرح گيا ۾ پنڊن کي ٻه گروجن اُپديش ڏنو ته پنڊ

ٻارائڻ ۽ شراڌ جي بهاني لوڪن کي ٺڳڻ جو فريب نه ڪريو، ٻين
جي محنت ۽ پگهر جي ڪمائيءَ تي توهان پاڙي وڌا آهيو ۽ واندا
ويهي موج شوق ڪريو ٿا. تنهنمان توهانجي ڪڏهن به ڀلائي نه
ٿيندي. توهان پاڻ محنت جي ڪمائي ڪريو ۽ اُن مان ڪجهه
حصو غريبن ۽ محتاجن کي ڏيو ۽ هن وقت سوڌي جيڪي مال
مليدا ۽ املاڪ گڏ ڪيا اٿوَ، سا خيرات جي ڪمن ۾ آڻيو ته
هيل تائين ڪيل پاپن کان ڇٽندءَ ۽ توهانجو لوڪ پرلوڪ سڌرندو.
ڏارين جي پرلوڪ واسي پترن جي پڄر ڇڏي، نام جپ سان
پنهنجو نستارو ڪريو."

گيا کانپوءِ گروجن ۽ مردانو پٽنا شهر ۾ اچي پهتا. اُتي مرداني
گروجن کي هڪ سوال ڪيو، "مهراج! سڀني شاسترن ۾ لکيل
آهي ته منش جنم املڪ هيرو آهي. اهو ڄاڻي ڪري به گهڻو
ڪري سنساري لوڪ ان کي واسنائن جي گپ ۾ ڇٽو وڃائي
رهيا آهن؟"

صاحبن چيو، "ڀائي مردانا! هيري جي پرک کي ڄاڻو
جواهري ڪري سگهندا آهن. جڏهن ساڌ سنگت مان مانک ديهه
جي هيري جي پرک ڪرڻ ڄاڻي آهي، سي اُن جو قدر ڪري،
پرماتما سان ميلاپ جو جتن ڪندا آهن. ٻين لاءِ ته اهو هيرو پٿر
جو ٽڪر آهي."

گروجن جو چوڻ مرداني جي سمجهه ۾ نه ويٺو ته ڄاڻي واڻي
ماڻهو اها غلطي ڇو ڪري رهيا آهن! تڏهن نانڪ ديو هن کي
هڪ املهه هيرو ڏنو ۽ چيو ته شهر ۾ وڃي ان جي ڪٿ ڪرائي
اچ! مردانو اهو هيرو کڻي گهڻن واپارين وٽ ويو ته بدلي ۾
حلوائيءَ اڌ سير مٺائي ڏيڻي ڪيس. اناج واري ٻه سير ڪڻڪ
آڇيس. ڪپڙي واري ٻه وال ڪپڙو ۽ تيل واري هڪ سير تيل
ڏيڻ لاءِ تيار ٿيس. نيٺ شهر جي مشهور جواهري سالسرام کي

وچي اهو هيرو ڏيکاريائين. اُن جواهريءَ هيري جي پرک ڪئي ته واڇُون ٽي ٽڙي پيس ۽ چيائين، ”اي مترو! منهنجي خزاني ۾ جيترا هيرا لال موتي آهن، سي هن جي هڪ پتيءَ برابر به نه آهن.“

اهو ٻڌي مرداني کي گروجن جي وچنن جي سچائي سمجھ ۾ آئي ۽ هن اچي اُنهن جي چرڻن ۾ سيس نمايو ۽ چيو، ”هي ستگرو! توهان ئي سچا شاهه صراف آهيو، جن منش جنم جي هيري جو پورو ملهه جاتو آهي.“

سامي صاحب چيو آهي،

ورلي ڪنهن جاتو، قدر مانک ديهه جو،
جنهن ملي ساڌ سنگت سان، منهن مڙهيءَ ڀاتو،
سامي چئي سروپ کي، ستهه سڃاتو،
واري ڪٿ ڪاتو، جيئندي وينو جم سان.

تيڙو جنم سڦل، ملي ساڌ سنگت سان،
جاڳيو سهج جتن ري، پرڪارت پربل،
مٽي ويئي من مون، سامي ممتا مل،
آتم پد اُچل، پرچي لڌو پاڻ مون.

سالسرام جواهري گروجن جي درشن لاءِ آيو ۽ سندن روحاني تيج ۽ شانتي ڏسي، چرڻن تي ڪري پيو ۽ کين اُپديش ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائين. تڏهن مرداني رباب هلايو ۽ صاحبن جي مکھ مان جيڪي شبد نڪتا، تنهن جي معنيٰ هيٺين آهي،

”اڙي ديوانا! جيئن آيو آهين تيئن اُٺي هليو ويندين. جيئن جميو آهين، تيئن مري ويندين. جيترا مزا ڀوڳي رس ورتا اٿئي اوترا دکھ سهڻا پوندءِ. نام وساري سنسار ساگر ۾ ٻڏي ويندين. تن ۽ ڌن جي گھمنڊ ۾ قندين ٿو، سوني ۽ سهڻيءَ سان لو سک لڳائي آهي ۽ نام وساري ڀرم ۾ پيلو آهين.

”لالچ (ڌن ڪٺي ڪرڻ) ۾ ڦاسي نام وساريئي، هي جيون

رڳو جنم مرڻ جي اچڻ وڃڻ ۾ اچايو وڃايئہ. جڏهن جمراج اوچتو اچي نرگهت کان جهلي ماريندءِ ۽ وات ۾ ڳڙکائيندءِ تہ هوش نہ رهندءِ. رات ڏينهن پرائي نندا ۽ ٻئي جي تات ۾ وڃائين ٿو، پر هردي ۾ نڪي نام سمرڻ اٿي ۽ نہ ٻين تي ديا. ٻنا گر سنگت جي نہ تنهنجي گتي ٿيندي ۽ نڪي ٻرم پرميشور کي پائيندين. رام-نام ٻنا نرڪ ۾ وينديئن.

”مايا ۾ ڦاٿل جيؤ، سک سمپتي ايندي ڏسيٿو تہ مَن ايمان ۾ ٻرجي وڃيس ٿو. جنهن مالڪ تن ۽ ڌن ڏنو آهي، سو موٽائي وٺيس ٿو تہ اندر ۾ دک ٻرجي وڃيس ٿو. انت ڪال ۾ ڪجهہ بہ ساڻ نٿو هلي. جيڪي بہ ڏسڻ ۾ اچيٿو سو سڀ اُن ٻرڀوءَ جي مايا آهي. اهو مالڪ آد پرش اپرم پار (بي انت، بي انت) آهي ۽ جيڪو جيؤ هردي ۾ اُن جو نام ڌيائي ٿو، سو پار پوئٿو،-

जिनि इहु चाखिआ राम रसाइणु तिनको संगति खोजु भइआ।

रिधि सिधि बुधि गिआनु गुरु तें पाइआ मुकति पदारथु सरणि पइआ।।

दुखु सुखु गुरमुखि सम करि जाणा हरख सोग तें बिरकतु भइआ।

आपु मारि गुरमुखि हरि पाए नानक सहजि समाइ लइआ।।

”اي پانڙا! جن اهو رام رسائڻ چکيو آهي، تنجي سنگت جي ڳولا ڪر. گروءَ جي شرڻ پوندين تہ رڌي، سڌي، بڌي، گيان ۽ موکيہ روپي اماهہ پدارت پائيندين. گرمک، دک ۽ سک سمان ڪري ڄاڻيٿو ۽ هرکہ-شوڪ (خوشي ۽ غم) ۾ نرليپ رهي ٿو. جيڪو گرمک پنهنجو اهم ڀاءُ (مان-مان) مٽائي ٿو، سوئي ٻرڀوءَ کي پائيٿو ۽ سهج اوستا ۾ سمائجي ٿو.“

گيتا ۾ جنهن اوستا کي استت پرگيہ، برهم نرواڻ چيو ويو آهي، جنهن ۾ جيو آتما پرماتما ۾ اِستر رهيٿي، تنهنکي گروجن سهج اوستا چيو آهي.

انهن امرت وچن جو سالسرام تي اهڙو اثر ٿيو جو ليهڻ ۾

نمر پوري گروجن جي چرڻ ڪملن سان ڇنبڙي پيو. هن صاحبن
ڪي چار مهينا پٽنا ۾ رهائي ڇڏيو ۽ گروجن جي آگيا موجب
پنهنجي وڏي حويليءَ ۾ ڌرمشالا ٺهرايائين. اُتي گروجن پنهنجي
ڪٿ استاپت ڪئي. اڄ ان جڳهه تي عاليشان ”هر مندر گردوارو“
ٺهيل آهي. اهو چار منزلو آهي جو ۱۸۳۹ع ۾ مهراج رڻجيتسنگهه
ٺهرايو هو. ۱۹۳۴ع جي زلزلي ۾ ان گردواري جو ڪجهه حصو
ڊهي پيو هو، سو ۱۹۶۰ع ۾ ٺهي راس ٿيو. اُن جي پرسان اها جڳهه
آهي، جتي گرو گوبند سنگهه جو جنم ٿيو هو. مٿي ماڙيءَ تي
اهي شيون اڃا رکيل آهن، جي ان ٻالڪ جي ڪم ايندڙيون هيون.
هڪ پينگهو، هڪ ننڍي تلوار، ۴ تير ۽ هڪ گرلٽ صاحب،
جنهن تي گرو گوبند سنگهه جي صحيح پيل آهي. پٽنا جي سڀني
گردوارن ۾ هيءُ گردوارو اوچ لکيندا آهن. اسان وياسين ته اُن
جنم استان تي هڪ الؤڪڪ شانتيءَ جو انڀو ٿيو.

*—*—*—*

## ۲۳- ڪامروپ جون جادوگرڻيون

پٽنا کانپوءِ نانڪ ديو، بد گيا، وِلدنات ڌام، منگير، بردوان
ڀاڳلپور وغيره شهرن ۾ اِڪ نرنڪار جي نام ”اوم“ جو پرچار
ڪندا، آسام ديش جي ڪامروپ پرڳڻي ۾ اچي پهتا. اُن وچم
گهڻن ئي پنڊتن، مهاتمائن ۽ مولوين سان سندن ست سنگ ۽ واد وواد
ٿيا، جي وستار جي ڀؤ کان هتي نٿا ڏجن. آسام جي پهاڙي
ديس ۾ گروجن ۽ مردانو هرروز ڪجهه ڪوهه پنڌ ڪندا هئا ۽
رات جو ڪنهن ڳوٺ ۾ پهچي پاءُ ڪندا هئا.

ڪامروپ ديش ۾ استرين جي حڪومت هئي. ظاهري طور
زالون چاهي مرد سهڻا هئا پر لڇڻ چڱا نه هئن. جڏهن ڌپري
شهر ۾ اچي پهتا ته مرداني کي اڃ بک لڳي ۽ هن گروجن کان

شهر مان ڪجھ ڪالي اچڻ جي آگيا گھري. صاحبن چيس،-
”هي خراب ماڻهن جو شهر آهي. خبرداريءَ سان وڃج، جو متان
جادوءَ جو شڪار نه ٿي پوين.“

مردانو شهر ۾ هڪ دروازي تي ڪاڌي ملڻ جي آس تي
وڃي ويٺو. اُن گھر جي نوجوان استريءَ، هن کي اندر گھرايو ۽
پريم سان پلنگ تي ويهاري هن ڏي مٺيءَ مشڪ سان نهاريو.
اُن سندريءَ جي شهوت جاڳائيندڙ، جادو ڀريل ۽ موهيندڙ نظر
مرداني جا هوش حواس خطا ڪري ڇڏيا. هو بي سمجھ وانگر
زمين تي ڪري اُن جڳھ کي چمڻ لڳو، جتي هوءَ ويٺي هئي.
هن کي پوريءَ طرح پنهنجي وس ۾ ڏسي، اُن استريءَ مرداني
کي ڪارو ڌاڳو ٻڌي، هڪ گھيٽي وانگر ڪاٺ جي ڪلي سان
سوگھو ٻڌي ڇڏيو ۽ پاڻ دلو کڻي پاڻي ڀرڻ وئي. مردانو سمجھي
ويو ته مان ڪهڙيءَ آپدا ۾ اٽڪي ويس، پر هن کي گروجن جو
آسرو هو.

مرداني جو انتظار ڪندي، گروجن کي ڪافي وقت گذريو
ته هن کي ڳولڻ لاءِ هو شهر ۾ آيو ۽ اُن گھر جي ٻاهران اچي
پهتو، جتي مردانو گھيٽو بڻجي ٻڌو پيو هو. صاحبن کي ڏسي
هو ممياڻ لڳو. هن جي بيڪرات ٻڌي گروجن چيس،- ”مردانا
ست ڪرتار کي سچيءَ دل سان سڏ ڪر ته تنهنجو سهائي ٿيندو!“
مرداني جي ڳچيءَ مان ڌاڳو ڇڄي پيو ۽ هو آزاد ٿي، ايشور جو
سمرڻ ڪندو اچي گروجن جي چرڻن تي ڪريو.

ايتري ۾ اُها سندري اچي پهتي، جنهنجي مٿي تي پاڻيءَ سان
ڀريل دلو هو. هن شوخ نظرن سان هنن ٻنهي ڏانهن نهاريو ته صاحبن
به ترا ٽڪ جي چيندڙ نگاهه هنتي وڌي. هن استريءَ پنهنجي
مٿي تان دلي لاهڻ جي گھڻيئي ڪوشش ڪئي، پر اهو ڄڻ
مٿي تي ڄمي ويو هوس ۽ لاهي نه سگھي. هن ڏاڍو ششدر ٿي

واڪا ڪرڻ شروع ڪيا. ٻاڙيسراٽيون مٿي آيون ۽ منتر جنتر
پڙهي دلي لاهڻ جا جتن ڪيائون، پر ڪو اثر نه ٿيو. اِهو ڏسي
ڪن وچي راڻيءَ کي سڏ ڏني ته اهڙو ڪو عطائي آيو آهي، جنهن
تي جادوءَ جو ڪو اثر نٿو ٿئي، مُورکو هن جو جادوُ اسان کان
ڳرو آهي.

راڻيءَ جو نالو نورشاهه هو. هوءَ جادوءَ ٽوڻي ۽ منتن تنترن
۾ ڏاڍي نپڻ هئي ۽ سندس سونهن به حور پريءَ مثل هئي. هن
جون لوڪرياٽيون به اپسرائن مثل موهيندڙ هيون. هن پنهنجي
جادوءَ ۽ سونهن سان وڏن جوڳين ۽ تپسوين کي به وس ڪري
پنهنجو ٻڌو ٻانهون ڪري رکيو هو. وڏا وڏا امير ۽ ملڪ جيتيندڙ
جوڌا به هدن جي هاڪ ٻاڪ ۽ مسميرزم سان پنهنجو وجود وڃائي
ٻت ٻڻجي پوندا هئا. وٽن جيڪي مال متو هوندو هو سو آڻي هن
اڳيان رکندا هئا ۽ هن جا تعبيدار ٿي رهندا هئا ۽ مٿان سر صدقي
ڪرڻ لاءِ به تيار رهندا هئا. هو نه رڳو انهن سان ڀوڳ ولاس
ڪري سندن سٽ ڪيڍنديون هيون، پر ٻانهن وانگر ڪانئن نيچ
۾ نيچ ڪم ۽ سخت پورهيو ڪرائينديون هيون. مطلب ته هو
مردن تي غالب پئجي کين آڳياڪاري جانور بڻائي، ٻاندر وانگر
ناچ نچائينديون هيون.

پنهنجي راڄ ۾ ٻاهڻ کان وڏي جادوگر جو اچڻ ٻڌي، هوءَ
پنهنجن چوند نائبن جي ٽوليءَ کي وٺي گروجن وٽ آئي. ڪن
جنم ساکين ۾ لکيل آهي ته اُنهن مان ڪا وڻ جي ٽاريءَ تي
چڙهي آئي، ڪا ڪنهن جانور جي ڪل تي سوار هئي ته ڪي
ڪاغذن يا ڪالين تي چڙهي آيون. سڀني اچي صاحبن تي
منتر جنتر پڙهيا مگر هدن تي ڪو اثر ڪونه ٿيو.

راڻي نورشاهه دل ۾ سوچيو ته نازنين جي حسن تي ته وڏن
وڏن رشين منين ۽ ديو ديوتائن به موهت ٿي پنهنجي تپسيا ۽

ساڌنا وڃائي آهي. منهنجي مٿان ٻه وڏا وڏا جوڳي ۽ امير، سردار ۽ سالار اڳ ئي چڪا آهن، جن جي سٽ منهنجي تابع ٿيا آهن ۽ هن نوجوان گهوٽ ساڌوءَ جو ڪهڙو وت آهي! اهو سوچي هوءَ صاحبن اڳيان مشڪڻ ۽ طرحين طرحين جا ناچ نچڻ لڳي، جنهن ۾ هنجون ڇاتيون ۽ منوهر انگ انگ پڌرا ٿي لڏيا. هنجو سڄو بدن سونهي جي رنگ جهڙو ۽ گلن سمان نرم ۽ گلابي هو. هنجي ساز سينگار ۽ چٽڪ مٽڪ تي ته هوند وڏن جوڳين جو من به مست ٿي قابوءَ ۾ نه رهي، ته به ڏنائين ته نانڪ ديو شانت چت سان ويٺو رهيو. پوءِ هن زور شور سان، ڪام واسنا اڀاريندڙ ترڪتال هلايا جو نچندي نچندي هنجي ساڙهي گسڪي ترڪي ٿي وئي ۽ وارن ناهڻ لاءِ، ٻانهون مٿي کڻي ڇاتيون پڌريون لوڏيائين. اهو ڏسي جيڪو ٻيو ڪو ديوانو ٿي پوي، پر گروجن تي اُن موهڻي مايا جو ڪو اثر نه ٿيو. ڀلا ڪاٺ جي ماڻهوءَ ۾ ڪو سمنڊ ۾ ولولو ڪيئن پيدا ڪري سگهندي؟

نيٺ نورشاهه ۽ سندس ساهيڙيون ٿڪجي پيئون ۽ صاحبن جي نوراني چهري تي روحاني شانتي ڏسي، هنن جي سڄي موهڻي شڪتي ۽ جادو ٽوڻن جا عمل گم ٿي ويا. هو نمرتا سان، هٿ جوڙي اچي گروجن جي چرڻن تي ڪريون.

تڏهن گروجن هي شبد ڳاتو، گوڙي راڳ (اشٽ پدي-١٠)

نٽڻ سلوڻي سندر ناري، ڪوڙ سينگار ڪري اس پياري؛

بن جگديش پڇي نت خواري.

”اي سلوڻي نيڻن واري سندر ناري! گهڻيئي سينگار ڪري، ڏاڍي وڻندڙ پياري لڳين، ته به جگديش جي پريم بنا تون خراب خوار آهين.

”اي نياڻيون! اهو ٻاهريون سينگار ۽ ناچ اڌرو ڪنهن ڪم جو ناهي، جي اندر ۾ پاپ ۽ عياشيءَ جي ڪارنهن پريل هجي.

توهان پنهنجو املوڪ مانش جنم اجايو نه وڃايو! سيني کي پنهنجي وس ڪرڻ جي واسنا ۽ جادو ٽوڻن جو غرور ڇڏي هري نام جو جپ ڪريو. جنهن توهان جهڙن اڌيت سڌڙن کي نماڻو آهي، اهو ست ڪرتار پاڻ کهڙو نه سندر هوندو! سڀ ڪان سهاڳڻ اها آهي جا اهڙي سندر پرميشور کي نياز ۽ سيوا سان رجهائي."

نورشاهه چيو:- "هي ستگرو! اسان گمراهه ٿيل توهان جي شرڻ آيون آهيون. اسانجو اڌار ڪريو ۽ رستو ڏيکاريو ته اسان پتي پرميشور کي ڪيئن پايون؟"

گروجن هي شبد ڳاتو:-

گلي اسي چنگيان، آچاري بريان،
منهه ڪسدا ڪاليان، باهره چٽويان،
ريسان ڪره تناريان، جو شوڪن در کڙيان،
هوندي تاڻ نتانيان، رهن نماڻيان،
نانڪ تن کي سنگ سات، ماڻهه ڪيا رليان.

"اي ڀيڻو! اسان ڳالهين جا چڱا پر لڇڻن جا خراب آهيون. من ڪڪرم ۾ ڪارو، پر ٻاهران چٽيل سينگاريل آهي. ريس ڪريون ٿا سهاڳڻين (سمتن) سان، جي تنهنجي در تي سدا سيوا لاءِ تيار بيٺيون آهن. نماڻيون ۽ نهٺيون ٿي رهن ٿيون. شل نانڪ جو انهن سان سنگ سات رهي جي پريتم جي رنگ ۾ رتل آهن.

"هي منهنجا خاوند! توهان نظر سان نهال ڪريو تو ته ڪام واسنا ۽ ترشنا جهڙن ڏائڻيون غالب نه ٿيون ٿيون. اندرين جي پسون ورلي مٽي وڃي ٿي ۽ تو ۾ لڳن لڳي ٿي ته هردو نرمل ٿئي ٿو.

"اڙي اياڻي نورشاهه! توکي انهن جادو ٽوڻن مان ڪهڙو

سڪ ڏو ملي جو سهاڳ جو سچو سڪ وساري ويٺي آهين؟ انهيءَ
جادوءَ جي سگهڻ ڪمن مان ڪجهه وٽ وڻاءِ نہ ٿيندءِ

जिनी न पाइओ प्रेम रसु, कंत न पाइओ साउ ।
सुञे घर का पाहुणा, जिउ आइआ तिउ जाउ ॥

”جنهن پريم رس نہ پيتو آهي، سهاڳ جو سواد نہ ورتو آهي،
سو سڃي گهر جي مهمان وانگر جيئن آيو ليئن سڪڻو هليو ويو.“

ڪوهہ ڪرين ڪوڙيون، هار سينگار سهاڳ ري،
رول نہ مانڪ ڏيهہ ڪي، ممتا منجهہ موڙيون،
جاڳي ڪي اندر مون، اوڏيا آروڙيون، (گنڊ جو پڳ)
لائي لڏو ڳوڙهيون، سامي چئي مل شاهہ سان.

نورشاهہ چيو- ”هي ستگرو! اسانجي گستاخي معاف ڪجو.
اسانجا ياڳ ڪليا جو توهان جهڙو سمت پاڻ اسانوٽ اچي پهتو.
اسان سمجهي ويٺيون هيونسين تہ جادو ٽوڻن ۽ ڪام واسنا کان
متي ٻي ڪا شڪتي ڪانهي، پر توهان اسانجا ڪپاٽ کوليا تہ
پرڀوءَ جو پريم اُنهن کان متي آهي.“
ائين چئي نورشاهہ وار وار گروجن جي چرڻن تي ڪري پيئي.

*—*—*—*

## ٢٤- نورشاهہ جو سڌارو

گرونانڪ چمتڪار ۾ لکيل آهي تہ نورشاهہ جو اصل نالو پدما
هو ۽ پڻس جو نالو نريندرنات هو. ڏانپور ۾ هڪ سڌ فقير نورشاهہ
نالي رهندو هو. هو ٽيمت ۽ ڀارت جي سيني لنترن منترن ۽ جادوءَ
جو اُستاد هو. پوت پريت وس ڪري لڪل خزانن جو پتو ڪيڻ،
ٻئي جي من جو سماءُ لهڻ، هپناٽزم ڪري ڪنهنڪي پنهنجي
حڪم ۾ رکڻ، باهہ جي شعلن، درياهہ، نانگن وغيره جي وسڪارن

جا نظارا پيدا ڪرڻ وغيره وغيره، طلسم ۽ جادوءَ جي فن ۾ هوءَ نپڻ هو. نريندرنات ۽ پدما هن جا مريد ٿيا ته اُن فقير پنهنجو سڄو علم کين سيکاريو. هن جي مرڻ کانپوءِ پدما هن جي گاديءَ تي ويٺي ته سڀيئي هن کي نورجهان واڱر نورشاهه چوڻ لڳا. هوءَ جادو ٽوڻن، سموهڻ شڪتيءَ ۽ ڀوتن پريتن کي وس ڪرڻ جي وديا ۾ پنهنجي گروءَ کان به گوءِ کڻي ويئي. ان کانسواءِ هوءَ اپسرا کان به وڌيڪ سونهن جي راڻي هئي، تنهن ڪ. هن کي لاجواب موهيندڙ ۽ جيتيندڙ ٻڌائي ڇڏيو، جنهن اڳيان ڪنهن جو وس نٿي هليو. ايتري قدر جو هن ڪامروپ علائقي جي حاڪم کي به پنهنجو گولو غلام بڻايو هو ۽ ٻيا جيڪي هتي ڪاهي آيا، سي هن جا ٻڌا ٻانهان ٿي پيا هئا.

گرو نانڪ ۾ پورو ڪامل پرش هن کي مليو، جنهن اڳيان نورشاهه جو ڪجهه وس نه هليو ۽ هن جا سڀ طلسم ۽ جادو بيڪار ثابت ٿيا. ڀلا ماڪوڙي ڪيئن جبل کي لوڏي سگهندي؟ نورشاهه، ڏاڍيءَ نمرتا سان گروءَ کان ڪيترائي سوال جواب ڪيا، سي جن سڄڻ کي وستار سان ڄاڻڻا هجن، سي گروگرنٿ صاحب جي راڳ سوهيءَ ۾ پڙهي سگهن ٿا. اُنهن مان ڪي ٿورا شبد هتي ڏجن ٿا، جن مان معلوم ٿيندو ته نانڪ ديو سنڌي ٻوليءَ جا گهڻيئي چيدا لفظ به واپرائيندا هئا.

نورشاهه پڇيو- ”هي ستگرو! توهان جنهن بستي پرميشور جي پريم ۽ سهاڳ جي سک جو اشارو ڪيو، تنهن کي مان ڪاٿي وڃي ڳوليان؟ هو ڪهڙي شهر ۾ رهندو آهي؟“

نانڪ ديو چيس،-

काइया नगर नगर गड अंदरि: साचा वासा पुरि गगनंदरि॥

असथिरु थानु सदा निरमाइलु आपे आप उपाइदा॥

”ٻري وڃڻ جي ضرورت ناهي. هي سرير روپي شهر، اُن جي

رهڻ جو نگر ۽ قلعو آهي. جنهن ۾ سچو سائين (ڏسوين دوار) جي گگن (آڪاس) ۾ رهندو آهي. اُن نرمل پوتر استان ۾ اُن مالڪ جو سنهه سڏ ٻڌائو آهي، جنهن ٻاڻ کي ٻاڻ اُپايو آهي.

”مونکي سونو چاندي وٽدڙ موتي ماڻڪ ۽ املهه شيون ڏنائين ته مان اُنهن ۾ ٻُڏي پنهنجو من چت لڳائي ڇڏيو ۽ ڏيڻ واري خاوند کي وساري ويٺيس. مٽيءَ ۽ پٿر جا محل ماڙيون ڏنائين ته اُنهن جي ٺاهه ٺوهه ۽ ساج سينگار ۾ پلجي، اُن ڏيڻ واري پياري پتيءَ ڪنت وٽ نه ويٺيس.

सुती सुती झालु थीआ भुली वाटड़ीआसु जीउ।
ते सह नालहु मुतीअसु दुखा कूं धरीआसु जीउ॥
तुधु गुण मैं सभि अवगुणा इक नानक की अरदासि जीउ।
सभि रातो सोहागणी मैं डोहागणि काई राति जीउ॥

”سُتي سُتي صبح ٿي ويو، مان وات ڀلي پيس. پتيءَ کان وڇڙي ڏکن (لوڀ ترشنا) کي پڪڙي ويٺيس. تو ۾ سڀ گڻ ۽ مون ۾ سڀ اوگڻ آهن. نانڪ جي اهائي ارداس آهي ته تو (ڀڳتي گيان وارن سنتن) سهاڳڻين کي ته سڀ راتيون ڏنيون آهن، پر مان (اوگڻ ڀريل) ڏهاڳڻ کي به هڪ رات (ميلاپ- مڪاميلو) ڏي.

बाबा लगनु गणाइ हंभी वंञा साहुरे बलिराम जीउ।
साहा हुकमु रजाइ सो न टलै जो प्रभु करे बलिराम जीउ॥
किरतु पइआ करतै करि पाइआ मेटि न सकै कोई।
जाञी राउ नरह निहकेवलु रवि रहिआ तिहु लाई।

”هي ستگرو بابا! لڳن ڳڻاءِ ته مان به ساهوري وڃان. اُن شاهه جي رضا ۽ ٻرالوءَ جو حڪم ٽرندو ناهي. پوربلي ڪرمن انوسار جيڪي سنسڪار پيا آهن، تن کي ڪو ميٽي نٿو سگهي. منهنجو

چاهي (پتي) اهو آهي جو نرن (لوڪن) ۾ لـوليپ آهي. ۽ سڄ سمان ڏنهي لوڪن ۾ وياپڪ آهي."

سامي صاحب ٿو چوي:-

ڏهاڳڻ پيئي، ور ورائي ڏڪ ۾،
چپ چنبڻدي راتڙي، وهامي ويئي،
سامي سهاڳڻ ڪي، آهي پڙ ڪيهي؟
جنهن تن من ڏن ڏنئي، پر ريجهايو پانهنجو.

جيوَ آتما، پرماتما کان منهن موڙي ٿو ته سڄي عمر ائين ئـي سڪڻي گذري وڃيس ٿي. جنهن جيوَ پنهنجو تن، من ۽ ڏن ارپڻ ڪري پريتم کي ريجهايو، پرس ڪهو آهي سو پڙ ڇا جو ڪري؟ هن جو پنهنجو ڪجهه آهي ئي ڪونه، ته لاڀ ۽ هاڃيءَ جو ڦرنو فڪر ڇا لاءِ ڪري؟

پرڻيءَ کان ڪنواري، پڇي سڪ سهاڳ جو،
هن مشڪي ڏنو مرم سان، بيحد ڏسي پاري،
پرڻي پوندءِ پاڻهي، سامي سڌ ساري،
خلوت جي خواري، ٻڌندي ناهه ٻزار ۾.

پريوءَ سان پهتل پرش کان، سنساري جيوَ پرماتما جي ميلاپ سماگم، اُن لين ٿي وڃڻ جو سڪ پڇيو ته هـن مشڪي چيس ته اها ڳالهه عام لوڪن کي ٻڌائي نٿي سگهجي. رڳـو پـاڻ، اُن پد تي پهچي، محسوس ڪري سگهجي ٿي.

نانڪ ديو، نورشاهه جي دل ۾ پتي پـرميشور جو اهـڙو پريم جاڳايو، جو هن جادو ٽوڻا ڇڏي ڏنا ۽ جن ماڻهن کـي هن غلام جانور بنائي رکيو هو، تنکي سموڻ ڦاس مان آجو ڪيائين. هن سچيءَ دل سان پڇتاءُ ڪري، پنهنجي دولـت ۽ مـال ملڪيت خيرات ۾ ڏيئي محسوس ڪيو تـه هن کي سڪ ڏيڻ سان پاڻکي سچو سک مليو. هن پنهنجي ساٿي جادوگرڻين کي به حق حلال

جي ڪمائي ڪرڻ شروع ڪرائي. نورشاهہ جي محلات جي جڳهہ تي ”گرو جي ڪا ٻڙڇا“ نالي هڪ گردوارو ٺهيو، جتان لوڪن کي پڳتي گيان وئراڳہ جو پرساد ملڻ لڳو. گردواري تي اهو نالو انڪري پيو جو اتي ٻاٽيءَ جي اٽاڻ هئي ۽ گروجن هڪ ٻڙڇو (پيالو) هڻي اُتي ٻاٽيءَ جو چشمو ڪڍيو هو.

جن ماڻهن کي نورشاهہ آزاد ڪيو، سي پنهنجي نجات ڏيارينڌڙ ٺانڪ ديو جي چرڻن تي اچي ڪريا تہ مان هڪ چيو، ”مان سنياسين جي مٺ جو گرو هوس. هڪ دفعي اورشاهہ تي نظر پيئي تہ اندو اوندو ٿي پيس ۽ منهنجو سڄو گيان ۽ يوگ هنجي سونهن ۾ وهي ويو. جيئن مينڪا اپسرا جي موهہ ۾ وشوامتر ٻي هزارن سالن جي تپسيا پدگہ تي هڻي، تيئن منهنجو حال ٿيو. ڪن پورٻلن جنمن جو پڄ هو، جو توهان جهڙي ستگروءَ اچي اُڌار ڪيو.“

ٻئي چيو، ”مان هڪ ٻوڌي ڀڪشوُ آهيان ۽ ٻڌ ڌرم جي پرچار لاءِ هن ملڪ ۾ آيو هوس، مگر هن نورشاهہ مونتي اهڙو ڪامڻ ڪيو جو مان پنهنجا نيم ڌرم وساري هنجو ٻڌو ٻانهون بڻجي، سندس سيوا ڪرڻ لڳس. هاڻي توهان منهنجي جند آجي ڪرائي مونکي نئون جنم ڏنو آهي.“

ٽئين چيو، ”اي خدا جا پيارا ولي! مان بہ هن مردود زائفان جي چنبي ۾ چڙهي ويس، جو مونکي پنهنجي طلسم ۾ اهڙو قابو ڪيائين جو مان هڪ ٻانڊر وانگر هن اڳيان نچڻ لڳس. مان عابد، زاهد ۽ پرهيزگار هوس ۽ باقاعدي روزا ۽ پنج دفعا نماز ادا ڪندو هوس، پر هن رن منهنجي مذهبي مُوڙي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي. مان پنهنجي قبيلي جو پير هوس، پر تون منهنجو مرشد آهين ۽ يا عمر تنهنجي قدم بوسي ڪندو رهندس. تو مونتي جبل جيڏو تورو ڪيو آهي.

چوٿين چيو، ”مان جين ڌرم جي ديکيا ورتل آهيان، پر نورشاهہ جي ناز نخري ۽ حسن لئي هرڪجهي منهنجا حوصلا خطا ٿي ويا ۽ مان هن جي گهر ۾ گوشت کائڻ ۽ پيئڻ ۾ بہ پرهيز نہ ڪئي. اي منهنجا ستگرو! تو ئي منهنجو ڇوٽڪارو ڪيو آهي ۽ مان عمر ڀر تنهنجو ٻانهون ٿي رهندس. تو مونتي جيڪي پال پلايا آهن، تن مان هڪ لاءِ بہ مان پڇي نہ سگهندس.“

پنجين چيو، ”منهنجي ڳالهہ تہ توهان سڀني کان وڌيڪ دردناڪ آهي، جو مان پرسان واريءَ رياست جو والي آهيان. هڪ دفعي مان هن جي ليمڙ لئي هتي آيس، تہ هن پنهنجي لينهن جي نظر سان مونکي گهايل ڪري ڇڏيو. مونڏانهن مشڪي نهاريائين تہ منهنجي اندر ۾ محبت جا مچ ٻرڻ لڳا ۽ مون جهڙو سورمو بہ پنهنجو وجود وڃائي ويٺو. هوءَ ڏينهن کي چوي تہ رات آهي تہ مونکي بہ اوندهہ ٿي ڏسڻ ۾ آئي. مان حاڪم هوندي بہ هن جو تعبيدار ٻڌو ٻانهون ٿي پيس ۽ هن جي ٽهل ڪرڻ لڳس. منهنجي سڄي عمر زيان ٿي وڃي ها. اي مهاپرش! تو مونکي هن جي بند مان آزاد ڪرائي جيئدان ڏنو آهي. تون هلي منهنجي راڄ جو ڌڻي ٿيءُ ۽ مان تنهنجي حڪم ۾ هلندس.“

گروجن چيو، ”پيارا يارو! مونکي پنهنجي شاهن جي شاهہ، نام سمرڻ ۽ پريم جي اهڙي بادشاهي ڏني آهي، جنهن اڳيان دنيا جون سڀ حڪومتون خسيس ۽ فاني آهن. جي توهان مونکي خوش ڪرڻ ٿا چاهيو تہ توهان بہ ايڪ اومڪار ستنام جو سمرڻ ڪريو؛ اُن جي رضا ۾ راضي رهو ۽ سڀني لئي ديا ڪريو!

اهڙيءَ طرح ٻيا بہ نانڪ ديو جي جڳ جئڪار ڪري حيران ٿي پڇڻ لڳا تہ جنهن نورشاهہ جي جادوءَ، مسميريزم ۽ سموهڻ شڪتيءَ اڳيان وڏا وڏا جوڳيشور ۽ سورما بہ ڦاسي پيا تہ گروجن ڪهڙيءَ شڪتيءَ سان هن تي غالب پيا. صاحبن چيو،

”اسان کي پنهنجي ڪا به سمرتي ڪانهي، پر مان جنهن اڪ ست ڪرتار جو داس آهيان، سڀ اُن جو ئي پرتاپ آهي. اُن جي در تي لکين شهنشاهه، پيغمبر، ديو ديوتائون هٿ ٻڌي ادب ۾ بيٺا آهن. جيئن ننڍن اوڪرن جو، شهنشاهه جي عملدار اڳيان وس نه هلندو آهي، تيئن جن ڀوتن جو به مون تي زور نه هليو. توهان به اُن اڪال پرکه جا داس بڻجو ته توهان آزاديءَ جو آنند ماڻيندءُ. اُن جي مهر سان، توهان جادو ٽوڻن جي جيل مان آزاد ٿيا آهيو. هاڻي وڃي پنهنجي جيوت سڌاريو.“

پوءِ گروجن، نورشاهه جي ڌرمشالا ۾ پنهنجي منجي (کٽ) استاپت ڪري، سيني کان موڪلائي پاڻ به اڳتي وڌيا. ڪامروپ (آسام ۾ ڍبري شهر، جتي نورشاهه جي حڪومت هئي سو ڳوٺ) برهمپترا نديءَ جي ڪناري هو. اُن نديءَ کي ٻوڙ ڪرڻ جي عادت ۽ علت پيل آهي. اُتي نورشاهه جو پراچين گردوارو آهي، پر ١٦٦٦ع ۾ جڏهن گرو تيغ بهادر اُتي ويو، تڏهن هڪ مٿاهين دڙي تي ”دمدما صاحب“ نالي شاندار گردوارو ٺهرايائين.

*—*—*—*

## ٢٥- چٽگانگ، ڍاڪا ۽ ڪلڪتي ۾

ڪامروپ کانپوءِ نانڪ ديو ڪاماکيا ديويءَ جي پراچين تيرٿ تي ۽ ناگا پرديش ۾ ويا. اُتان جا لوڪ ديويءَ جي اُپاسنا ڪندا هئا. اُتي به صاحب اڪ نرنڪار جو پرچار ڪيو. پوءِ منيپور راڄ جي چٽگانگ ۾ ست ڪرتار جو اُپديش ڪيائون. اُتان جو راجا سگرسين ۽ سندس ڀاٽيجو اندرسين ۽ ٻيا ڪيترا سردار، صاحب جا شرڌالو شش بڻيا. چٽگانگ ۾ گروجن، جهنڊي

نالي هڪ واڍي جي گهر وچي رهيا. اُن جڳهه تي اڄڪلهه هڪ گردوارو آهي، جو نانڪ ديو اُتي پنهنجي منجي (ڪٽ) استاپت ڪئي هئي. اِهو گردوارو شهر جي چونڪ بزار ۾ آهي. اُن جڳهه تي ئي راجا جو پائيو اِندرسين ۽ راجا سگرسين، صاحبن سان مليا هئا ۽ محلات ۾ رهڻ جي منت ميڙ ڪئي هئي، پر گروجن کي غريبن سان وڌيڪ پيار هو.

چٽگانگ کانپوءِ نانڪ ديو ڍاڪا ۾ اچي پهتا. ڍاڪا ۾ يونيورسٽي ڪاليج جي لاڳيتو، هن وقت جيڪو گردوارو آهي، تنهن جڳهه تي نانڪ ديو وچي رهيا هئا. پاڪستان بڻجڻ کي اهو آستان ڊهي ويو هو، پر جڏهن ١٩٧٢ع ۾ هندستاني لشڪر وچي بنگلاديش آزاد ڪيو ته اُن گردواري جي مرمت ڪرائي وئي ۽ تلاءَ مان ڪن ڪچرو ڪڍائي نرمل پاڻي ڀرايو ويو. ان وقت گرنٿ صاحب جي به استاپنا ڪئي وئي هئي.

ڍاڪا ۾ گروجن جي زماني ۾ ڀوميا نالي هڪ جاگيردار جو زور هو. هو هڪ وڏو ڀاڳيدار هو جو پنهنجن رکيل ڦورن ذريعي مسافرن ۽ شاهوڪارن جي لٽ ۽ چوريون ڪرائيندو هو ۽ اُن حرام جي مال کي هضم ڪرڻ لاءِ سداورت به هلائيندو هو. جڏهن نانڪ ديو ڍاڪا پهتا ۽ پنهنجي نيم موجب هري ڪيرتن شروع ڪيائون ته اُنهنجي مٺي آلاپ تي ڀيهه ڪٺي ٿيڻ لڳي. ڀوميا کي پتو پيو ته جنهن مهاتما ڪامروپ جي زبردست راڻيءَ نورشاهه جي بند مان سوين ماڻهو آزاد ڪرايا ۽ جنهنجي ڪڏهن جادوءَ ۽ سوهڻ شڪتيءَ ڪم نه ڪيو، سو سنت هتي آيو آهي، تڏهن هو اچي گروجن جي چرڻن تي ڪريو ۽ چوڻ لڳو، ”مهراج! هن شهر ۾ منهنجو سداورت هلندو آهي ۽ سيئي سادو سنياسي ۽ ياتري مفت ڀوڄن ڪندا آهن، توهان به ڪرپا ڪري هلي ڀوڄن ڪريو!“

صاحب چيس، ”پيارا! اسان پاپ جي ڪمائيءَ جو ان نه کائيندا آهيون.“

اهو ٻڌي ڀومٿيا جا تاڪ لڳي ويا ته هن سنت کي منهنجي اندرين راز جي سڌ ڪيئن پيئي! يقين ٿيس ته هن جاڻي جاڻهار کان ڪجهه به لڪائي نه سگهبو. تڏهن چيائين، ”مهراج! مان پنهنجي هٿن سان ته ڪجهه به زور زبردستي نه ڪندو آهيان. ڦرلٽ ڪندڙ ته ٻيا منهنجا زيردست آهن، مگر مان اِها ڪمائي چڱي پاسي لڳائيندو آهيان. توهان کي ته مونکي آفرين ڏيڻ گهرجي.“

گروجن چيو، ”ظلم سان ڦريل مال کي پرمارٿ جو مصالح لڳائڻ سان اهو ڪو حرام مان حلال ٿي نه پوندو. پاپ جي ڪمائيءَ مان ٻج جو سلو ڪيئن اُپرندو؟“

ڀومٿيا چيو، ”توهان جهڙن سچن سنتن جو پيٽ ڀربو ته مونکي آسيس ڪندا ته اُن آسيس سان منهنجا پاپ ڌوپجي ويندا.“

صاحب چيس، ”اها پاپ جي ڪرت ڇڏي تون حق حلال جي ڪمائي ڪر! خون ۽ ظلم سان رڱيل ڌن، آسيس ڪرڻ سان ڌوپجي صاف نه ٿيندو ۽ توکي گناهن جو نتيجو ڀوڳڻو ئي پوندو. تو وٽان پوڄڻ ڪري ويل سنت، توکي ڌرمراج جي ڏنڊي ۽ نرڪ کان ڪونه بچائيندا. تون ڀلي وڃي اُنهن کان پڇ ته ڇا پاپن جي سزا اُهي ڀوڳيندا؟“

جيئن والميڪ لٽيري کي سادن جي ڳالهه جو اثر ٿيو هو، تيئن ڀومٿيا به دل ۾ چيو ته هي سنت چوي ته سچ ٿو. گروجن چيس، ”اي پيارا! اِهو ظلم جو ڌن نه اڄ تنهنجا عملدار ڪرڙ مرڙ ڪن ٿا ۽ جيڪي به بچي ٿو سو پاپ جي مايا پراڇت ڪايا. جهڙو اُن تهڙو من. اِهو ان کائي سادن جي من ۾ به وڪار

جاڳندا. تنهنڪري تون ٻئي پاپ جو ڀاڱي بڻجين ٿو. حق حلال
۽ هڏن جي پورهئي جو ان ڪاڻ سان ٿي من ۽ تن اُجل رهيٿو."

ڀومئيا چيو، "اي مهاپرش! جن کي منهنجا شريڪ ڦرين ٿا
سي شاهوڪار آهن ۽ اُنهن کي ڦرڻ ۾ ڪو پاپ ڪونهي جو
انهن به پرائو مال فريب ۽ مڪاريءَ سان ڪٺو ڪيو هوندو.
اُنهن کي پنهنجي ٻانهن جي ڪمائيءَ مان مال ملڪيت ڪانه
ناهي آهي. اسان نه مُورڳو اهڙن گنهگارن کي سزا ڏيئي رهيا
آهيون ۽ سڄيءَ خلقت کي اِڪ سمان سماجواد بڻائڻ جو چڱو
ڪارج ڪري رهيا آهيون."

گروجن چيو، "اي پيارا! اهڙيءَ دليلبازيءَ سان تون وڏيءَ
دربار مان ڇٽي نه ويندين. چوري ۽ لوٽمار ڪرڻ مها پاپ آهي.
اُن ست ڪرتار پرٿوي، آڪاس ۽ جل جي جيون، جنتن ۽ وڻن
ٽڻن ۾ به ننڍ وڏائي رکي آهي. ڪنهنکي اولو لڏگڙو ته ڪنهنکي
تيز پهلوان، ڪي اياڻا ۽ سياڻا ۽ ڪنکي ڪارو ڪوڙو ته ڪنکي
گلابي چندن جهڙو بڻايو اٿس. تون ڪير آهين اُن کي ميهڻ
وارو؟ سڀني جيون کي اُنهنجي پورٻلي پرالبڌ ۽ پرشارٿ انوسار
سک ڏک، غريبي شاهوڪاري، ميلاپ ۽ وڇوڙو مليٿو. ڪو انسان
سڄيءَ عمر جي محنت ڪري پڙاپي جو توشو ناهيٿو يا پنهنجي
نياڻيءَ جي شاديءَ ۽ ٻين ڪارجن لاءِ ناڻو ڪٺو ڪري ٿو،
تنهن کي ڌرهان ڌهو ڏيئي ايندءُ ته اُنجي ڇا نه آه نڪرندي
هوندي! اي پيارا! انهن دليلن سان من کي گمراهه نه ڪر! جي
تون مالڪ جي دربار ۾ سرخرو ٿيڻ چاهين ٿو ته اهي ڪتا
ڪرتوت ڇڏي ڏي. عام لوڪن کي سک ۽ سلامتيءَ ۾ رهڻ ڏي!
نام ڪيرتن سان پنهنجو مالڪ جنم سڦلو ڪر!

**"ڪرت ڪرو، نام جپو، ونڊ ڇڪو"** ڪرت ڪار ڪر،
نام سمرڻ ڪر ۽ جيڪي مليٿي، سو ونڊي ورهائي کاءُ.

شاهوڪارن کي ڪنگال بڻائي ٿو، غريبن کي شاهوڪار بڻائي نٿو سگهي ۽ لکي سگهه جو واڌارو ڪري ٿو. مؤرخو دکه ئي دکه وڌائين ٿو."

گروجن جا اهي وچن پوميا جي دل ۾ گهر ڪري ويا ۽ هن اُن ڏينهن کان لوٽمار ڪرڻ کان توبهه ڪئي ۽ پنهنجي زبردستن کان به کيتي ٻاري ڪرائڻ لڳو. نه رڳو ايترو پر هن ڍاڪا ۾ ڌرمسال ٺهرائي، جتي باقاعدي نت نيم سان پڄن ڪيرتن، لنگر ۽ ۽ بيمارن کي دوا درمل ملندو هو.

ڍاڪا کانپوءِ نانڪ ديو ڪاليگهاٽ ڪلڪتي اچي پهتا. اُنوقت ١٥٠٣ع ۾ اُتي جو راجا ٻادرسنگهه هو، جيڪو اُنوقت مها مصيبت ۾ هو. هن گروجن جي مهما ٻڌي ۽ وٽن اچي پنهنجون مشڪلاتون ٻڌايون. نانڪ ديو هنکي اهڙي سٺي صلاح ڏني جو هنجون سڀ تڪليفون آسان ٿيون. هن گروجن جي صدق ۾ هڪ ڌرمسال ٺهرائڻ شروع ڪئي، جيڪا هنجي پوٽي راجا حضوري سنگهه پوري ڪئي. اُتي به هاڻي گرنٿ صاحب رکيل آهي ۽ اُنکي "گردوارا ٻڙي سنگت" ڪوٺيندا آهن.

*—*—*—*

## ٢٦- جڳنناٿ پوريءَ ۾

نانڪ ديو ۽ مردانو، بنگال ۽ بهار جي ڳوٺن ۾ ڀڳتيءَ ۽ نام جو پرچار ڪندا، اوڙيسا علائقي جي ڀونيشور ۽ ساکي گوپال جي وڏن مندرن مان ٿيندا، جڳنناٿ پوريءَ جي تيرٿ ڌام ۾ اچي پهتا.

آکاڙ مهيني ۾ اُتي رٿ ياترا جو وڏو ميلو لڳندو آهي. هڪ وڏي سورهن ڦيٿن واري ڀاري رٿ تي ڀڳوان ڪرشڻ، ٻلديو ۽ سڀدرا جون مورتيون رکي، هزارين ماڻهو ٽلهن رسن سان اُن

رت کي ڇڪيندا آهن ۽ چوطرف جهڻڪار ڪندا آهن. اُنوقت اهڙو اند وشواس هو جو ڪي ماڻهو اُن رت هيٺان ڇپياٽجي مرڻ ۾ وڏو پُنُ سمجهندا هئا ته اهڙيءَ طرح سڌو وئڪنٺ ڌام ويندا سين. انگريزن جي راڄ ۾ اهو آپگهات ڪرڻ بند ٿيو.

گروجن مکيه مندر جي ويجهو پنهنجو ڏيرو ڄمايو. آتي مرداني جو رباب وڄو ۽ صاحبن جي مڌر ڪنٺ مان ڀڳتي ڀريل آلاپ نڪتا ته خلق اچي ڪٺي ٿي. اُنوقت اُپديش ڪيائون ته ديا جي ساگر ڀڳوان، هيءَ امولڪ مَنش ديهه وئرٿ وڃائڻ لاءِ نه ڏني آهي. اِها اند وشواس ۾ نشٽ نه ڪرڻ گهرجي، پر پرڀوءَ جي ڀڄن ڀڳتيءَ ۽ ڏکين جي سيوا ۾ جيون سڦل ڪرڻ گهرجي.

مانک جو اوتار، ڪنهن مايو پورب پُن لئي،
تنهنجي ڪريان ڪيترين، وڏائي وستار،
سهسن ۾ سامي ڇٽي، ڪو جاڻي سنت سڄيار،
ڪيو جنهن ديدار، گر گم ٻرڇي پانهنجو.

گروجن جنهن مزيدار ناٽڪي نموني سان لوڪن کي اثرائتي سکيا ڏيندا هئا، اُهو عمل هتي به ڪيائون. گهمندي گهمندي هڪ جڳهه تي ماڻهن جو ميڙ ڏٺائون، جنهن جي وچ ۾ هڪ سادو، اکيون ڪن ۽ نڪ بند ڪري ويٺو هو. پوڙهن ڀڳتن پئي چيو ته هي يوگي، نه ڏسيٿو ۽ نه ٻڌيٿو، ته به هنکي ٽرلوڪيءَ جي سڄي ليلا ڏسڻ ۾ اچيٿي! ماڻهو اهڙي مهاتما کي هٿ جوڙي رهيا هئا ۽ پيرسان رکيل ڪمنڊل ۾ پيسا وجهندا پئي ويا.

صاحبن اڳتي وڌي اُهو ڪمنڊل کڻي سندس پٺيءَ طرف رکيو. آتي ويٺل ڀڳتن کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا ته اهڙي پهتل يوگيءَ سان گستاخي ڪرڻ واجب ناهي. ٿوريءَ دير کانپوءِ اُن جوڳيءَ اکيون ۽ ڪن کوليا ته ڀڳت سندس جئڪار مچائڻ لڳا. ان جوڳيءَ چيو، ”اها ها ها!

ڪهڙو نہ آنند منگل ٿي رهيو هو! راجا اندر جي دربار ۾ اپسرائن جا عجيب نرتيہ ۽ گان ٿي رهيا هئا! ڪير ساگر ۾ وڏا وڏا رکيشور ۽ يوڳي هئا. ٻڌي وشنو ڀڳوان جي اُستتي ڪري رهيا هئا! خراسان ۾ گهوڙن جي ڇنايڻي ۽ برهم ديس ۾ ٻوڌين جو وڏو ميلو متو پيو هو. ايشور جي ليلا اپرمپار آهي!“

اهي ڳالهيون ٻڌي لوڪ سندس وڏيڪ جئہ جئڪار ڪرڻ لڳا. تڏهن نانڪ ديو پڇيس- هي يوڳي! توهانکي ڪهڙيءَ سڌنا ڪري اهو ترلوڪي درشن ٿئيٿو؟

يوڳيءَ چيو- ”ٻچا! اسانکي يوڳہ ٻل سان سڄي سرشٽي هٿ جي ترئيءَ مثل صاف ڏسڻ ۾ ايندي آهي.“

گروجن چيس- ”هاڻي ڪرپا ڪري ڏسو تہ توهانجو ڪرمنڊل ڪٿي آهي؟“

اهو ٻڌي جوڳيءَ جو ڌيان ڪرمنڊل ڏي ويو ۽ اهو غائب ڏسي هو ڪکو وکو ٿي گهبرائجي ويو ۽ پڇڻ لڳو تہ منهنجو ڪرمنڊل ڪاڏي ويو؟ تڏهن ماڻهو مٿس کلڻ لڳا تہ هاڻي ڀنئي چيائين تہ سڄي ترلوڪي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، پر پنهنجي رکيل ڪرمنڊل جي سڌ نٿي پويس! پنهنجو پول پڌرو ڏسي، اُهو پاکنڊي سادو پڇ پائي اُٿي ڀڳو. نانڪ ديو چيو تہ اهڙن ٺڳهاڻن ڀڳتن جي جار ۾ نہ ڦاسو! اهي فريبي پنهنجي ڦرڻ لاءِ اهي ڍونگ رچائي لوڪن کي ڀنيلائيندا آهن. ڪلجڳ ۾ هڪ رام نام جو ئي آڌار آهي ۽ ساڌهہ اُنجو ئي ڌيان ڌريو تہ توهانجا ڀڄي لوڪ سڌرندا ”

ڪوڙا ڪري ڪرتب، ڏيکارا سب ڏيهہ کي،
اڳيون عجيبن جي، ڇجي ڪن ڪسب،
سامي سچيارن کي، ڪونهي لالچ لب،
راتيون ڏينهان رب، ڏسن پانهنجي ڏيل ۾.

سچي شهر ۾ اهــا ڳالهه واشگاف ٿـي وئي ته نانڪ ديو،
راوڪي ڏسندڙ جوڳيءَ جو پانڌو ڦوڙي وڌو.

گوروجن جي ڀڄن ڪيرتــن تي ماڻهن جــو ميڙ وڌندو رهيو ته
مندر جي وڏي پوڄاريءَ ڪلجڳ پنڊت، صــاحبن کــي چيو ته
توهان ڀڳوان جي ڀڳتيءَ جا ڀڄن ڳايو ٿا، پر ڀارت جي هن وڏي
۾ وڏي مندر ۾ ڀڳوان جــو درشن نٿا ڪريو! نانڪ ديو چيو:-
”هي مورتيون هٿن سان ٺاهي هن جاءِ تي استاپت ڪيون ويئون
آهن ته اُنهن کي جڳت جو ناٿ ڪيئن چئبو! جڳت جو مالڪ
ته اُهو ست ڪرتار آهي، جنهنکي نه ڪوئي ٺاهي يا ڍاهي سگهي
ٿو ۽ نه استاپت ڪري سگهي ٿو.

ٿاپيا نه جاءِ ڪيتا نه هوءِ، آپي آپ نرنجن سوءِ؛
جن سيويا تن پائيا مان، نانڪ گاويئي گڻي ندان؛
گاويئي سڻيئي من رکيئي ڀاءِ، دک پرهر سک گهر لئي جاءِ.

اُن پرڀوءَ کي ڪوئي تــراشي، گهڙي استاپــت ڪري نٿو
سگهي. اُهو نراڪار پرڀو پنهنجو پاڻ ٿيو آهي. جيڪو اُن جــي
سيوا ڪري لنوَ لڳائيندو، سو اُن جو مان- پريم پائيندو. اُن گڻن جي
ڀنڊار هريءَ جا گڻ ڳايو ۽ ٻڌو ۽ ڀاونا لڳن رکو ته دکن جو ناس
ٿي سرير روپي گهر ۾ سک سمائجي ويندو!“

پوڄين ڪوهه پٿر، لون چرپا چيتن کي چڙي،
جنهين ساڏن سِڏ ڪيا، تنهنجي ڪر نظر،
ساکي ٻولي سڀ ۾، ٿيو وياپڪ چر اَچر،
سامي اَجر اَمر، چڙي پوڄ ۾ پعد کي.

جڳنناٿ جي مورتين جي آرتــي به ڏاڍيءَ ڌام ڌوم ســان
ٿيندي آهي. مورتين ماڻڪن سان جڙيل وڏي ٿالهه ۾ ڏيئا ٻاري
آرتي ڪندا آهن ۽ چوطرف گلن جي ورکــا سان واتاورڻ سڳند
سان ڀرجي ويندو آهي. گهنڊ گهڙيال ۽ مردنــگ سان آرتــي ڳائڻ

لڳندا آهن. نانڪ ديو ان آرتيءَ ۾ به شامل نه ٿيو. تڏهن هڪ پوڄاريءَ چيس ته- ”ڀڳوان جي آرتيءَ ۾ ته اسان پريوءَ جا گڻ ڳان ڪريون ٿا، تنهنڪري توهان شامل ڇو نه ٿا ٿيو؟

گروجن چيو ته اُن نرنڪار پريوءَ جي آرتي ته سانده قدرت ۾ ٿي رهي آهي، اسانجي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي رهڻي ڏيئو آهي. پوءِ مردانې کي رباب وڄائڻ لاءِ چيائون ۽ هي شبد ڳاتائون-

ڳڳن ۾ ٿال روي چند ديپڪ بڻي، تارڪا منڊل جنڪ موتي؛
ڌوپ ملي آنلو پوڻ چونرو ڪري، سگل بنراءِ ڦلنت جوتي؛
ڪئسي آرتي هوءِ، ڀوَ کنڊنا تيري آرتي، انهتا شبد واڄنت ڀيري.

”آڪاش روپي ٿالهه ۾ سج ۽ چنڊ ڏيئا ٻري رهيا آهن ۽ تارا اُنهن موتين سمان جڙيل آهن. مليه بن جي چندن جي سڳنڌ اُن آرتيءَ جو ڌوپ آهي. هوا روپي چنور جهولجي رهيو آهي. هي جوتي سروپ پريوا سڄي بڻن جا گل تنهنجي آرتيءَ ۾ آهن. هي وراٽ سروپ، ڀوُ کنڊ پرماتما! هي جيتامڙو ماڻڪ تنهنجي آرتي ڪيئن ڪري سگهندو؟ انهد شبد، تنهنجي آرتيءَ ۾ نغاري مثل سانده وڄي رهيو آهي!

”تنهنجا هزارين نيتر آهن، پر وري هڪ نيتر به ناهي؛ هزارين روپ، هزارين پير، هزارين نڪ، هزارين ڪن آهن پر ته به هڪ به روپ، پير، نڪ، وات، ڪن تنهنجو ناهي ۽ مان تنهنجي اديت روپ تي موهت آهيان.

”هي جوتي سروپ پرماتما هي جڙ چيتن سڀني پدارٿ تنهنجي پرڪاش سان ئي وجود ۾ اچي ڏسجي رهيا آهن. هنن ۾ جيڪا چيتنا آهي، سا تنهنجي ئي جوت آهي. جيڪي توکي ڀاوي ٿو، سائي تنهنجي آرتي آهي. هي هري! موڪي پنهنجي نام جي رنگ ۾ رڱي ڇڏ!“

اهو پد چئي نانڪ ديو، وسماد جي ڀاو ۾ لين ٿي سماڌيءَ

۾ اچي ويا ۽ ٻڌندڙ به ست ڪرتار جي ورات سروپ جو اديت
انڀوتيءَ ۾ مگن ٿي ويا. سڀني کي محسوس ٿيو ته اُن عجيب
ڪاريگر سج، چنڊ، تارا، هوا، پاڻي ۽ پرڪاش ٺاهيو آهي ۽ اُن
۾ پاڻ ئي سمائجي رهيو آهي. اهڙي چوطرف حاضران حضور ڀڳوان
کي وساري، پٿر ۽ ڪاٺ جي مورتين کي، اگياني لوڪ ڀڳوان
مڃي رهيا آهن! هي سڄو برهمنڊ اُن هريءَ جو مندر آهي، جنهن
۾ سانده آرتي ٿي رهي آهي.

جڳناٿ پوريءَ ۾ گروجن جو ڪلجڳ سان جيڪو وارتالاپ
ٿيو، سو گرو گرنٿ صاحب ۾ سري راڳ جي ڀرين شبد ۾ ڏنل
آهي. ڪلجڳ به صاحبن جو شردالو ڀڳت بڻجي پيو. ڪن پستڪن
۾ ڪلجڳ کي ترينا جڳ، دواپر جڳ وانگر هڪ ديوتا يا دئيت
ڪري ليکيو ويو آهي، پر هن وقت به جڳناٿ پوريءَ ۾ پنڊتن
جي هڪ ذات جو نالو ”ڪلجڳ“ آهي. ليکڪ جي موجوده
پنڊي جو نالو ”دامودر ڪلجڳ“ آهي. هو پيٽ گذران لاءِ اسان
ججمانن کان مندر جي پوڄا ۽ ڀوڳ وغيره لاءِ پيسا چاڙهائيندو
آهي، جو انهن مان ڪجهه حصو ملندو آهي، پر خانداني پرمپرا کان
گرو نانڪ لاءِ شردا اٿس ۽ اُتي جي گوردواري ۾ به اسان کي
وٺي هليو.

جڳناٿ ۾ نانڪ ديو جي ڀڳتيءَ ۽ گيان ڀريل شبدن جو لوڪن
تي ڏاڍو اثر پيو. ڌن ڀاڳ انهن جا، جن صاحبن جي مٺڙ سُر
سان ورات سروپ پرماتما جي اها آرتي ٻڌي هوندي. جڳناٿ
۾ رهندي ۽ پريوءَ جا گڻ گان ڪندي، نانڪ ديو جي چيتنيه
مهاپرڀوءَ سان به ملاقات ٿي. گورانگ چيتنيه ديو بنگال ۾ ڪرشڻ
ڀڳتيءَ ۽ سڀني جيون سان پريم ۽ ديا سان هلڻ جو ڏاڍو پرچار
ڪيو هو. اُن وقت جا به مهان ڀڳت پاڻ ۾ مليا هوندا ته ڪيئن
هڪ ٻئي سان ٺهڪيا هوندا؟ چيو ته چيتنيه مهاپرڀو، ڀڳوان

جي مورتيءَ جو پڳس هو جو جڳناٿ جي مورتي ڏسندي ٿي
پاڪ سماڌيءَ ۾ اچي ويندو هو ۽ هيڏانهن نانڪ ديو ته اُن
مورتيءَ کي ڪاٺ جو ٽڪر ڪري ليکيندو هو. ٻنهي مهان ڀڳتن
جي وارتالاپ جو پورو پتو نه پيو آهي.

اِها حقيقت آهي ته جڳناٿ پرانت جي راجا ڪرشن راوَ کي
گروجن لاءِ ڏاڍي شردا هئي. جنهن جڳهه تي نانڪ ديو ديرو
ڪيو هو، اُن جڳهه تي راجا، گروجن جي نالي ڌرمشالا ٺهرائي جا
اڃا تائين قائم آهي، جنهنکي "منگو مٺ" ڪري ڪوٺيندا
آهن. گروجن پنهنجي جڳناٿ جي منجهيءَ جو اڌڪاري ۽
ڪلجڳ پنڌي کي ڪيو هو. مونکي پنهنجي پنڌي دامودر
ڪلجڳ ٻڌايو ته هنجا بزرگ سوين سال اُن ڌرمسال جا مهنت
هئا، پر پوءِ خالصن اچي چارج ورتي ۽ گرنٿ صاحب جي
استاپنا ڪئي.

*—*—*—*

## ٢٧- آدمخور ڪوئبا ۽ وهيلا ڏاڙهيل

مرداني کي پنهنجي ڳوٺ جي ياد ستائي رهي هئي، جو
کيس پنجاب ڇڏئي اٽڪل ١١ سال گذري ويا هئا. اُن عرصي ۾
هن گهڻين مشڪلاتن ۽ بک اُڄ کي منهن ڏنو هو. نانڪ ديو ته
سدائين پرڀوءَ جي رنگ ۾ رتو رهندو هو ۽ کين بک اُڄ يا ڪهڙي
به ڪٺن سردي گرمي ۽ ٿڪاوٽ محسوس نه ٿيندي هئي، پر
مردانو نه ماندو رهندو هو. هن جي وينتيءَ تي گروجن جڳناٿ
کانپوءِ پنجاب ڏانهن موٽڻ شروع ڪيو.

رستي تي گهڻيئي اونچا اونچا پهاڙ، نديون ۽ گهاٽا جهنگل
لتاڙيندا هو هڪ آدمخور ڀيلن جي علائقي ۾ اچي پهتا. ڀيلن
جو رنگ ڪارو، اکيون خوفناڪ ڳاڙهيون، چيلهه ۾ ڪڍهن

جانور جي کل ٻڌل ۽ باقي اُگهاڙي ڦڏاور بدن سان راڪشسن وانگر
ڀوائتا پيا لڳندا هئا. هو کيتي ٻاري نه ڪندا هئا ۽ شڪار تي
گذران ڪندا هئا. اُن جڳهه تي مرداني کي ٻڌ ۽ اُڃ اڳڙو اچي
وياڪل ڪيو، جو آنڊن ۾ ٻٽي وڃي پيس. صاحبن جي چتاءُ ڪرڻ
تي به هو ڪاڏي ڀڄي جي ڳولا ۾ اڳتي وڌي ويو.

جهنگل ۾ ڪرانڌا ڌلي هڪ ڀيڌڪر ڀيل اچي مرداني کي
ورايو. هيڪي ڏسي مرداني جا پيرا پيرا ٿي ويا. هن ڪيس ائين
ڪري ڪاهي ٿي ڪيو ڄڻ ڪو ڇيلو ڪٺي ٿي ويو. هو ڏاڍو
خوش ٿيو ته اڄ ڪيس مرداني جو متارو ۽ سوادي ماس کائڻ لاءِ
ملندو. ٿورو پريرو هن جي جهوپڙي هئي ۽ اُتي هڪ وڻ سان
مرداني جا هٿ پير ٻڌي ڪيس سوگهو ڪيائين. هو ٻاهر ٻاري هڪ
ڪڙاهيءَ ۾ تيل گرم ڪرڻ لڳو ته اُنهن مرداني کي ڳتا ڳتا ڪري
ٿري مزي سان وڏهي کائيندو. اُتي چوطرف ماڻهن ۽ جانورن
جا هڏا پيا هئا. اهو ڏسي مرداني جا ته هوش حواس ئي خلاص
ٿي ويا.

مرداني کي ڳوليندي، گروجن ڪرنڌي راڪشس جي اڳيان اچي
پهتا. سندن ليڪسوي مک منڊل تي نرمتا جي مشڪ ڏسي
ڪوندو دئيت حيرت ۾ پئجي ويو ته سندس ڀوائتي شڪل ۽
ڏکوڙ ٻڌي ته جهنگلي جانور به خوف ۾ ڀڄي ويندا آهن پر
هيءَ ڪهڙو فرشتو آهي جو ٻاڪمرادو سندس ڀرسان اچي پهتو
آهي! پريو پريم ۽ اُن ۾ سمائجي وڃڻ سان انسان ۾ جيڪو
الوڪڪ تيج ٿيندو آهي، سو ٻئي کي به ڳاري ڇڏيندو آهي.
ڪولڊو راڪشس ڀڄو ۾ پرجي صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيو ۽
مرداني کي آزاد ڪيائين. گروجن سندس جهوپڙيءَ ۾ نشچنت
ٿي ويٺا ته هن ڏاڍيءَ شرڌا سان ڦل ڦول ۽ پاڻي آڻي اڳيان
رکيس. پوءِ ٻڌ ۾ پاڪ تيل مرداني جي پيٽ ۾ ساهه پيو. ناٺڪ ديو

هُن وٽ ٻه ٽي ڏينهن رهيا ۽ کيس ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۽ نيڪ ڪرمن ڪرڻ جي سکيا ڏنائون. هُن جي اُپديش ڪري ڪونڌو، هڪ خونخوار ڀسونءَ مان هڪ ڀڳت بڻجي پيو ۽ پنهنجي منش جوڻ سڦل ڪئي. پارس لڳڻ سان لوهه به سونو ٿي پوندو آهي.

آدمخور ڀيلن ۾ ڪونڌو ئي ٽانڪ ديو جو ڀريون پرچارڪ بڻيو. هُن ڀين ڀيلن ۾ به پرڀو پريم، ديا، سنتوش ۽ ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي رهڻ جو پرچار ڪيو. گهڻن ڀيلن، خون خرابيون ڪرڻ بند ڪيون ۽ پوکه تي گذران ڪرڻ لڳا.

ڀيلن جي علائقي ڪانپوءِ گروجن ۽ مردانو روهيلکنڊ جي ڏاڙيلن جي رياست ۾ اچي پهتا. وات تي جهنگلن ۾ ڪڏهن برسات



ته ڪڏهن طوفان ۽ آدمخور ڀيلن کان وڌيڪ خوفائتا شينهن، چيتا، رڇ، اجگر سانپ ۽ هتيارا آديواسي ۽ لٽيرا به کين مليا، پر جن سان سندن خاوند سائڻ، تن کي ڀؤ ڀولو ڇاجو! چيل آهي:-

ڀڳتي ڏني ڀڳوان، جن کي پرڇي پانهنجي،
سامي تن سمنن جي، مشڪل ٿئي آسان،
ڪايا مايا ڪل جي، ڪلپت رکن ڪانه،
رهن مڌجهه جهان، سدا اليپ آڪاس جان.

روهيلکنڊ جي چمبل پرديش جا ڏاڙيل، ماڻهن کي نه ڪٽي

ويندا هئا ۽ رهائيءَ جي رقم وٺي آزاد ڪندا هئا يا غلام ڪري وڪڻندا هئا. هڪ ظالم ڏاڙيل نانڪ ديو جي جواني ۽ سونهن ڏسي کيس پڪڙي پنهنجي گهوڙي تي ويهاري پڄائي وٺي ويو. هن مرداني کي ٻڍو ۽ وڪري لائق نه سمجهي ڪوله جهليو. اُنوقت صاحب مرداني کي چيو ته ڪو فڪر نه ڪج ۽ اِتي رهي منهنجو انتظار ڪج!

اهو روهيلو ڏاڙيل، نانڪ ديو کي پنهنجي گهر وٺي آيو. جيتوڻيڪ صاحب جي عمر اُنوقت ٣٩ سال هئي ته به جوان ڇوڪر ٿي ڏسڻ ۾ آيا. هُن جي موهيندڙ صورت ۽ مٺو سڀاءُ ڏسي ڏاڙيل جي زال چيو ته اسان هن نوجوان کي پنهنجو پٽ بڻايون جو اسان کي پنهنجي اولاد به ڪانهي. ڏاڙيل اها ڳالهه نه مڃيس ۽ چيائينس ته هڙئي پنجابي سهڻي جوان لاءِ ته ڪوئي به مالدار ماڻهو گهڻو ئي ڌن ڏيندو، پر جيستائين مان هن کي وڪڻي اچان تيستائين تون ڀلي هن کان گهر جي ڪار خدمت ڪرائيندي رهه!

هڪ ڏينهن اُن روهيلي زال، صاحب کي کوهه تان پاڻي ڀري اچڻ لاءِ چيو ته گروجن چيس ته شهر جا سڀ کوهه سڪا پيا آهن، مان پاڻي ڪٿان ڀري اچان؟ مائي واڳري ٿي ويئي ۽ جاچ ڪيائين ته برابر شهر جا نر ناريون حيران پريشان آهن. ٻه چار ڏينهن گذرڻ تي سنڌن ويساڪلنا وڌي ويئي ۽ چوطرف هاهاڪار مچي ويو. ڏاڙيلن کوهن جي وڌيڪ کوٽائي ڪري پاڻي آڻڻ لاءِ گهڻيئي جفاڪشي ڪئي، پر سڀ بيڪار ويون. تڏهن سڀئي ماندگيءَ ۾ بيحال ٿي شهر جي چونڪ ۾ اچي ڪٺا ٿيا. اُتي گروجن کين چيو ته اهو سنڌن پاپن جو ڦل آهي. سنڌن ڪڪرمن ڪري ٻيا ٻار ۽ ٻيا بيگناهه به ترڦي ترڦي پراڻ ڏيندا. ”توهان ظلم ۽ ڏاڍائي ڪري جيڪي مال ۽ ڌن ميڙيو ٿا، سي اتي پيا هوندا ۽ رڳو پاپن جي ڳنڍڙي ڪٽي مري ويندءِ!“ پوءِ موج ۾ اچي هيءُ شبد ڳاتائون،—

ٻالي رڳ تن ڏن ساٿ نہ هوءِ،
رام نام ڏن نرملو، گوز داسہ ڪري ٻرڀ سوءِ.

”اڙي ٻاڙرو! تن ڏن ساٿ نہ هلندو. اهو ٻريو بخشيش ڪري نہ گروءَ ذريعي اهو رام نام جو ٻولڙ ڏن مليٽو.

رام نام ڏن نرملو، جي ديويءَ ديوڻ هار،
آڳي ٻوڄ نہ هوولي، جس ٻيلي گور ڪرتار،
آپ ڇڏائي ڇٽيئي، آپي بخشڻ هار. (سري راڳ اشٽپدي-۱۰)

”رام نام جو ڏن نرمل آهي ۽ اهو اَملهہ ڏن جي ڏيڻ وارو داتار ڏلي يعني مالڪ مهر ڪندو تہ ملندو آهي. گرو ۽ ڪرتار اُن جا ٻيلي (رکيڪ) ٿين ٿا. اُن نرمل ڏن جي ٻيچا نہ ٿي ٿئي يعني چوري ٿي نٿو سگهي ۽ ٻرلوڪ ۾ بہ ڪم اچيٿو. جنهنکي بخشڻهار ٻريو ٻاڻ ترشنا ۽ واسنا کان ڇڏائي ٿو، سوئي ڇٽي ٿو.

ميري ميري ڪر گئي، تن ڏن ڪلت نہ ساٿ،
بن ناويءَ ڏن باد هٽي، ٻولو مارگ آٿ،
ساچہ صاحب سيويئي، گورمک اڪٿو ڪاٿ.
(سري راڳ اشٽپدي - ۱۰)

”منهنجو منهنجو ڪري هليا ويو ٿا، تن ڏن ڪٽنب قبيلو ساڻ نٿو وڃين. رام جي ڏن کانسواءِ ٻيو سڀ اجايو آهي. ان سکيا جي مارگ کي مٿان ٻلجي وڃو! سچي صاحب جو سمرڻ ۽ سيوا ڪرڻ گهرجي. گرمک سنت اُن اڪٿ ايشور جو ڪٿن، ڳڻ ڳان ڪندا آهن.“

موڙڪ ڪوهہ مرين، ٿو لڳي ڪوڙي لوڀ سان،
ساڻ ڪٽنبين ڪين ڪي، هٿون بار ٻري،
سمجهي ڏس سامي ڇٽي، شڌ وچار ڪري،
لاهي چو نہ ڏرين، اوديا ٻند مٿي ٿون.

گروءَ جي سکيا جو ڌاڙيلن تي ڏاڍو اثر ٿيو. هو سچيءَ دل سان پڇتاءُ ڪري چوڻ لڳا- ”اي سنت! اسان توبھ پري ۽ گيسي ڪئي. آئينده ڪو پاپ نه ڪنداسين. ڪو ڀلو ڪريو نه ته سينگي اڄ ۾ تڙفي پران ڏيندا.

صاحبن چيو- ”پرماتما ڏاڍو نياءُ ڪاري ۽ سزا ڏيندڙ آهي، پر دَيا جو ساگر به آهي. توهان سچيءَ دل سان اُن ٻاجهاري ڏاتيءَ کان معافي گهرندءِ ته هو توهان تي مهر ڪندو.“

گروجن جو تيج ڏسي ۽ اُپديش ٻڌي سنگدل ڌاڙيلن جي دلين ۾ به ڏر پئدا ٿيو ۽ هو صاحبن سان گڏجي هري ڪيرتن ڪرڻ لڳا ته کوهن ۾ پاڻي اچڻ لڳو. اهو اسرار ڏسي ڌاڙيلن ۾ ڏاڍي شرڌا ۽ پريم وڌي ويو ۽ هو کيس خدائي فرشتو سمجهڻ لڳا. هنجي چوڻ تي هنن پنهنجن غلامن کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ به کيتي ۽ محنت جي ڪمائي ڪرڻ شروع ڪيائون. هو نانڪ ديو اڳيان طرحين طرحين جا مال متاءُون آڻي رکندا هئا، جي هو غريبن ۽ محتاجن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. اُنهنجي پريم ۽ منت ميڙ تي گروجن وٽن ڪجھ ڏينهن رهي پيا ۽ منجهن هري ڪيرتن ۽ پرارٿنا جي پرپاٽي شروع ڪيائون. ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ هو گروجن کي هڪ سينگاريل گهوڙي تي چاڙهي مردانيءَ وٽ پهچائي آيا. ڏسو! هري نام جي مهما، جو غلام مالڪ ٿي پيو ۽ مالڪ غلام بڻجي پيو!

مردانو وائڙو ٿي ويو ته دهشتناڪ ڌاڙيل، گروجن کي اهڙي مان شان سان پنهنجو پاڻ ڪيئن اُپرائي ويا. هن جي من جو مونجهارو ڏسي نانڪ ديو چيس- ”اي پيارا! جنهنجي هردي ۾ رام نام جي پونجي آهي، تنهنکي سهج سڀاءُ شاباس ۽ وڏائي ملي ٿي.“

جس نر رام رديءِ هر راس، سهج سڀاءِ ملي شاباس.

(گوڙي راڳ شبد ١١-٢)

## ٢٨- لاهور ۾ دنيچند

گرو نانڪ ۽ مردانو نيٺ پنجاب جي لاهور شهر ۾ اچي پهتا ۽ شهر جي ٻاهران راوي نديءَ جي ڪناري اچي ديرو ڪيائون. اُن جڳهه تي پوءِ مهراج رڻجيتسنگهه هڪ عاليشان گردوارو ٺهرايو. صاحبن جون مردانيءَ جي رٻاب سان هري ڪيرتن شروع ٿيو ته خلق ڪٺي ٿيڻ لڳي. ماڻهن کي شانتيءَ ۽ آنند جو پرساد ملڻ لڳو.

لاهور شهر جو وڏو دولتمند ۽ هلنديءَ وارو سيٺ هو دنيچند. هن گروجن جي مهما ٻڌي ته وٽن وڃي عرض ڪيائين ته سندس گهر ۾ پتا جو شراڌ آهي ۽ صاحب هلي پوڄن ڪن. نانڪ ديو چيو ته اسان شراڌن کي نه مڃيندا آهيون. پر سيٺ جي گهڻيءَ آزي نيزاريءَ تي سندس گهر هلڻ قبول ڪيائون.

شراڌ تي سيٺ دنيچند هڪ سؤ برهمڻن کي ڇپيهه پرڪارن جا ڀوڄن ڪرايا ۽ ڪپڙا لٽا ۽ ٻاسڻ ٻرتڻ دان دکشنا ڏني. نانڪ ديو وٽس ڏٺو ته اهي برهمڻ هڪ ٻه ڳڻي ڪاڻي اُتي پئي ڪڙا ٿيا ۽ چون پيا ته جلدي ڪريو، ڏکشا ڏيو، جو اسانکي ٻين ججمانن وٽ به پهچڻو آهي. ٻڌي جي مهيني ۾ سڀئي هندو وڏن جي نمت شراڌ ڪندا آهن ته برهمڻن جو ڪو مڃندو آهي ۽ خوب جاوا ڪندا آهن. انهن برهمڻن سيٺ جا مال ملندا هئڙن ۾ ٻڌي پئي ڪنيان. پتا جي شراڌ تي ڇا نه سيٺ جي شرڌا هئي ۽ ڇا نه برهمڻن جي آڪڙ ۽ لڪڙ هئي! اهي برهمڻ لالچ وچان پنهنجا ڦر ڪر به وٺي آيا هئا ته سيٺ وٽان جدا جدا ڏکشا، ڪپڙا ۽ مال ملندا ملندا، سي ٻزار ۾ سٺن اڳهن تي وڪامندا.

صاحبن جي پڇڻ تي دنيچند چيو ته هي جيڪي ڪجهه مون برهمڻن کي پنهنجي پتا جي نمت ڏنو، تنهنسان منهنجي پتا کي پرلوڪ ۾ ٿيندو ۽ ڪنهن شيءِ جي ڪمي نه ٿيندي.

گروجن چيس، ”اي پيارا! تون ڪھڙو نہ پورڙو آھين جو انھن براھمڻن لي وساھ ڪري اجايا ڪم ڪري ليکو ڪٽي رھيو آھين! انھن براھمڻن جي پيٽ ۾ ھضم ٿيل ڪاڌو، پرلوڪ ۾ تنھنجي پتا ڪي ڪھڙي ذريعي پھچندو! تنھنجو پيءُ تہ ھڪ بگھڙ جي جوڻ ۾ بک ۾ ڦاھہ ٿي رھيو آھي. تون پاڻ وڃي يقين ڪر! راويءَ جي ڀيءَ ۾ وڻن جي جھنگٽي ۾ تنھنجو پيءُ مرڻينگ حالت ۾ پيو آھي. تون ھن ڪان دپ نہ ڪج. ھو توسان ڳالھائيندو.

نانڪ ديو جي ڳالھ ٻڌي دنيچند جي اچرج جو ڪاٿو نہ رھيو. ھو ڪجھ ڪوھ پري اُن جڳھ لي وڃي پھتو، جيڪا گروجن کيس ٻڌائي ھئي. اُتي برابر وڻن جي ھڪ جھنگٽي ۾ ھڪ بگھڙ مرڻينگ حالت ۾ پيو ھو. دنيچند کي ڏسي اُن بگھڙ مان اڇو دونھون نڪتو، جنھنمان کيس پنھنجي پيءُ جي پريت ڇايا ڏسڻ ۾ آئي. اُن پريت چيو، ”پٽ! مان ڪمزوريءَ ڪري شڪار ڪري نہ سگھيس، ۽ ھينئر بک ۾ پراڻ ٿو ڏيان.“

دنيچند چيو، ”پتاجي! پر مون تہ توھانجي نمت براھمڻن کي خوب ڀوڄن ۽ شراڌ ڪارايا آھن. مونکي تہ اھو ٻڌمن ڏيارييو ويو ھو تہ اِھي سڀ، توھانکي ملندا! مان تہ پرمٽيو ٿي اھي اجايا ڪم ڪيا، پر مونکي حيراني اِھا آھي تہ توھان پنھنجي زندگيءَ ۾ ڪيڏا نہ دان پن ڪيا، تہ ڇا اھي سڀ اجايا ويا ۽ مورڳو توھانکي ھيءَ گندي جوڻ ملي آھي!“

اُن پريت چيو، ”پٽ! مان غريبن کان وڏو وياج وٺي سندن رت چوسيندو ھوس. غريبن جي لاچاريءَ جو وجھ وٺي ناڻو ڪٺو ڪندو ھوس. تنھنڪري مونکي رت پياڪ جانور جي جوڻ ملي. مان جيڪي دان پن ڪندو ھوس، سي ديا ۽ ھمدرديءَ ڪري نہ ڪيم، پر پنھنجي ناموس ۽ واھ واھ ڪرائڻ

لاءِ ڪندو هوس، سو اُن دان جو بدلو هن لوڪ ۾ ئي ملي
چڪو. لهڪو چڪنو ٿيو. چاپلوس ماڻهو مونکي پڏائي ۽ ڦونڊ
ڏيئي لاڙو چانگيندا هئا، تنهنڪري اُن جو ڪو ڦل ڪونه مليو.
ٻيو ته مفلسن جي رت سان رڱيل مال، دان ڪرڻ سان پُن
نٿو ٿئي.“

جيڪي تون ڏيندين، نڙي نانءَ سائينءَ جي،
ڪٿي هن جهان مان، سامهي سو نيندين،
ڪري وٽ ڪلپت ري، ٻڌندين ٻوليندين،
موٽي نه ايندين، هر هر اهڙي هٿ لئي.

دليچند چيو- ”پتاجي! توهانجي اهڙي دردشا ٿي آهي ته
ڇا منهنجو به ساڳيو بڇڙو حال ٿيندو؟“

اُن جيوَ آتما چيو- ”پٽ! تون منهنجي مثال مان سبق پراءِ،
متان پوءِ پڇتائڻو پوئي! ان امولڪ منش جونِ ۾ نه ڪجهه
ڪٿي اچجيتو ۽ نه ڪٿي وڃجيتو. رڳو پنهنجا چڱا يا مندا ڪرم
ساڻ هلي ٻيءَ جونِ ۾ سک يا ڏک ڏين ٿا. تو وٽ جيڪو مهاتما
آيو آهي، تنهنجي اوٽ وٺ! مان به اُن ديوتا جي ديا ڪري
هاڻي اُتم لوڪ ۾ وڃي رهيو آهيان.“ ائين چئي اهو پريت غائب
ٿي ويو.

نڪو ڪٿي آئين، نڪي نيندين ساڻ،
ناحق مايا موهه ۾، ڇو پاڻ ڦاهائين،
ملي ساڌ سنگت سان؛ منهن مڙهيءَ پائين،
متان پڇتائين، اَنت سمي سامي چئي.

دليچند کي خاطري ٿي ته هن پنهنجي پتا جي نمت جيڪي
به شراڌ ۽ دان پُن ڪيا هئا، سي سڀ ويرٿ ويا. هو حيرت ۽
شرڌا ۾ ٻڏجي واپس اچي گروجن جي چرڻن تي ڪري پيو ۽
نيازيءَ سان چيائين- ”هي منهنجا ستگرو! منهنجو اُڌار ڪريو!“

نانڪ ديو سمجهو تہ هنجي سڄيءَ عمر جا پڪا تپل سنسڪار انهن سولائيءَ سان نہ ويندا ۽ هنکي ٻئي درشٽانت جي بہ ضرورت آهي. تڏهن صاحبن چيس، ”تنهنجو اهو وڏو ڪم اسان ڪنداسين، پر لوڪي بہ اسانجو هڪ ننڍڙو ڪم ڪرڻو پوندو.“

سيٺ دنيچند چيو، ”مهراج! منهنجي سڄي ڌن دولت، هاٿي گهوڙا، نوڪر چاڪر سڀ توهان جي ملڪ آهن. توهان رڳو حڪم ڪريو!“



گروجن چيس، ”اسان فقيرن کي ان دنيوي مالن جي ڪا تمنا ڪانهي. تون رڳو هيءَ سئي وٺ ۽ ڪنهن سوگهيءَ جڳهہ تي وڃي سنڀال رک! اسان ٻئي جڏهن پرلوڪ ۾ ملنداسين، تڏهن تون مونکي اها سئي واپس ڏج!“

دنيچند مشڪي صاحبن کان اها سئي ورتي ۽ گهر وڃي پنهنجي زال کي پنهنجي پتا جي پريت آتما ڌرڻ جي ڳالهہ ٻڌايائين ۽ چيائينس تہ ”هيءَ سئي قابو ڪري رکج، جو اها پرلوڪ ۾ صاحب اسان کان وٺندا!“

جوڙس ڏاڍي ڌرمشٽ ۽ عقل ۾ اڪابر هئي. تنهن چيس، ”اُن مهاپرش اسانکي سبق سيکارڻ لاءِ هيءَ سئي ڏني آهي. ايڏيءَ محنت سان ڪٺي ڪيل سمپتي الئي رهجي وڃي ٿي

۽ خالي ماڻھو مري ويندو. ڀلوڪ ۾ پاڻ سان ڪجھ کڻي نٿو وڃي ته ھيءَ سئي ڪيئن کڻي سگھبي؟ اھڙي سچي ستگروءَ جي وڃي شرڻ وٺ!"

گذري سان گذري، باقي رکُ رھت سان،
وڃي ساڌ سنگت ۾، سامي ڀڄن ڪري،
نه پوڄي پاڻ پري، کٽي ونئي ھٿ سان.

دنيچند اُھا سئي واپس وڃي گروجن کي ڏني ۽ پنھنجي لاچاري ظاھر ڪئي ته گروجن پڇيس ته تنھنجي محل تي ھي ست جھنڊا ڇا لاءِ لڳل آھن؟ دنيچند چيو ته رواج موجب اِھي منھنجي سمپتيءَ جا نشان آھن جو ھڪ ڪروڙ تي ھڪ جھنڊو لڳائبو آھي. تڏھن صاحبن چيس، "پيارا! جڏھن تون پاڻ سان ھڪ سئي به کڻي نه سگھندين ته ايڏيءَ وڏيءَ پونجيءَ جو پرپنچ ڇا لاءِ ڪٺو ڪيو اٿيئي!"

دنيچند کو جواب ڏيئي نه سگھيو. ھو عاجز ٿي پيرين لڳو، "ھي ستگرو! ڇا منھنجي سڄي حياتي فضول وئي؟ توھان سرو سمرٿ آھيو. توھان مونکي ڪا اھڙي رمز ٻڌايو، جو مان کو خزانو ٻئي جھان ۾ کڻي وڃان."

صاحبن چيس، "اي پيارا! ھڪ خزانو تون پاڻ سان کڻي وڃي سگھندين. اھو خزانو آھي نام ۽ ايڪيءَ جو. تون سانده اُن ست ڪرتار جي نام سان لنوَ لڳاءِ ۽ اُنجي رنگ ۾ رتو رھُ! غريبن ۽ دکين سان پريم ڪر! اُنھنکي سکي ڪر ته اُھي ٻج ڪرم تون پاڻ سان کڻي ويندين. باقي ھيءَ مايا تنھنجي ڪھڙي ڪم ايندي؟ پنھنجو امولڪ مانک جنم ھن وکوٽ جي مالن ۽ املاڪ ڪٺي ڪرڻ ۾ وڃايو اٿيئي؟ ھاڻي به سڄي ڌن دولت غريبن، يتيمن ۽ بيواھن جي سيوا ۾ ڪم آڻ! آئينده محنت

جي ڪمائي ڪر ۽ اُن مان ٻه ونڊي ورهائي کاءُ ۽ نام جو جپ ڪر!“

هر ٻدا همراهہ، ڪنهنجو ڏنو ڪو نڪو،
ڪايا مايا ڪل تي، مورک ڪن ويساهہ،
سمجهي ڪو سامي چئي، دردوند داناهہ،
سدا اَليپ اَچاهہ، رهي سنته سياڳ ۾.

اهڙيءَ طرح گروجن، دنيچند کي نام جو سچو ڌن ڏنو ۽ هو سڌدن ڏاڍو شرڌالو ڀڳت ٿي پيو. هن پنهنجي سڄي دولت دين دکين جي سيوا ۾ ڪم آندي ۽ پنهنجي محلات کي ڌرمشالا بڻايائين. اُتي نت نيم سان هري ڪيرتن ۽ ستسنگ ٿيڻ لڳو. اُن ڌرمسالا مان پوءِ گردوارو ٿيو. اهو گردوارو، لاهور ۾ دهلي دروازي وٽ وزيرخان جي مسجد ڀرسان هوندو هو. راوي نديءَ جي ڪناري جتي دنيچند پنهنجي پيءُ جي، ٻگهڙ جي صورت ۾ پريت آتما ڏني هئي، اُتي به ڌرمسالا ٺهرائي ويئي جا بادامي باغ جي ڀرسان هوندي هئي.

*—*—*—*

## ٢٩- ڪروڙيا، تلونڊي ۽ ڪرتارپور

ڪجهه ڏينهن لاهور ۾ ڀڳتي ڀاو ۽ پرمارٿ جو پرچار ڪري، گروجن، سلطانپور پنهنجي ڀيڻ نانڪيءَ سان ملڻ آيا، ڇو ته هن جو پنهنجي ننڍي ڀاءُ ۾ ساهہ پراڻ هوندو هو. ٻارهن سالن ڪالپوءِ پنهنجي پياري ڀاءُ سان ملي هن جو ڪنول گل ٽڙي پيو. هن پنهنجي ساهرڻ ۽ ساڌ سنگت ۾ لڏون ورهايا. نانڪ ديو جي اچڻ جو ٻڌي، نواب دولت خان لوڌي پاڻ صاحبن وٽ آيو ۽ سجدو ڪري نذرانو اڳيان رکيائين. دهليءَ جو بادشاهہ

سڪندر لوڌي هنجو پيٽيوپو هو. هن ٻڌو هو ته هندستان ۾ جتي ڪٿي نانڪ ديو جي نئين سدائن ۽ ايشور ڀڳتيءَ ڪري مهما ڳائجي رهي هئي. گروجن هن سان ڏاڍيءَ محبت سان مليا ۽ هنجو نذرانو غريب غربن ۾ ورهائي ڇڏيائون.

سلطانپور ڪانپوءِ نانڪ ديو پکوڪي ڳوٺ ۾ آيا. اهو ڳوٺ راوي نديءَ جي ڪناري هو ۽ اُتي سندن سهرو ڀائي مولچند ۽ زال سلکڻي ۽ پٽ لکميچند رهندا هئا. گروجن ڳوٺ ۾ نه ويا پر ڪجهه پنڌ پري اجمت رندوا جي کوھ تي اچي رهيا. اُتي نيم موجب صاحبن پنهنجو هري ڪيرتن شروع ڪيو ته آسي پاسي جي ڳوٺن جي خلق ميڙ لڳي ۽ گروجن جي مهما چوطرف پکڙجي وئي. پنهنجي پتيءَ جي اچڻ جي وڌائي ۽ جس جڳڪار ٻڌي سلکڻي ڏاڍو خوش ٿي ۽ پيءُ ماءُ سميت اچي صاحبن کي گهر هلڻ لاءِ آزي نيزاري ڪيائين، پر صاحب پنهنجي ساهري گهر نه ويا.

جنهن جڳهه تي صاحب هري ڪيرتن ڪندا هئا، اُتي صاحبن جو الوڪڪ درشن ۽ سنگ ڪرڻ لاءِ ڪيترا ماڻهو وٽن هيمان اچي دايو ڪندا هئا ۽ ماني پچائي پاڻ به کائيندا هئا ته سنگت کي به کارائيندا هئا. اُها زمين ڪروڙيا نالي جاگيردار جي هئي. اُنکي سندن ڪاردارن وڃي ٻڌايو ته سندس زمين نانڪ ديو والاري ويٺو آهي ۽ اُن جي هري ڪيرتن تي ڏاڍي خلق به اچي رهي آهي. ڪروڙيا لاهور جي نواب جو دادلو عملدار، جاگيردار ۽ وڏو اهنڪاري ماڻهو هو. صاحبن جو اهو پرچار ته امير غريب سڀ هڪجهڙا آهن ۽ شاهوڪارن يا عملدارن کي غريبن جي لاچاريءَ جو ناجائز فائدو وٺڻ جو ڪو حق ڪونهي، ڪروڙيا کي ڏاڍو خطرناڪ لڳو. هن چيو ته اهڙيءَ طرح غريبن ۽ هارين نارين کي همٿي ڏيڻ مان، سرمائدارن خلاف وڳوڙ مچڻ جو وڏو انديشو آهي. انلاءِ اهڙي بغاوتي

ساڌوءَ کي سبق سيکارڻ ضروري آهي. ٿنهنڪري هو پاڻ سان سپاهين جو ٽولو وٺي روانو ٿيو. گهڻن ماڻهن هنکي گروجن جي مهما ٻڌائي ۽ چيو ته رتن ڪندڙ مهاتما آهي ۽ ٿورن ڏينهن ۾ سندس جاگير مان هليو ويندو، پر سڀ اجايو ٿيو. جڏهن ته اونڌي دلي تي پاڻي پيو.

اهڙو اتفاق ٿيو جو اڌ رستي تي ڪروڙيا کي اچي اڌرنگ ٿيو ۽ سندس گهوڙي به اڳتي وڌڻ کان انڪار ڪيو. وري به ضد ڪري هو گاڏيءَ تي چڙهي هليو ته گاڏي پٽجي پيس ۽ هڏ گڏ ڀڄيس. تڏهن مس هنکي يقين ٿيو ته نانڪ ديو پرماتما جو پيارو ڀڳت آهي. هن گروجن جي طرف شردا سان پرڻام ڪيو ۽ اڳهاڙن پيرن سان هلڻ شروع ڪيو ته اڌرنگ به لهي ويس.

ڪروڙيا، نانڪ ديو جي چرڻن تي وڃي ڪريو ۽ پنهنجي ڀل بخشايائين. گروجن ڄاڻي ويا ته ڪروڙيا جي من ۾ اڃا به مايا جي ڏاڍي مهما ڀريل آهي، تڏهن اُن وقت وار ملار پوڙي ٢١-سلوڪ ١-٢ ۾ هي شبد اُچاريائون:-

مايا مايا ڪر مرئي، مايا ڪسي نه سات،
هنس چلي اٺو، مايا ڀولي آت. (رامڪلي دکڻي اونڪار)

"مايا مايا ڪندي مري وڃن ٿا، پر مايا ساڻ نٿي هلي. هنس ٻن ڪنين (پاپ ۽ پُن جا ڪرم) سان اڏامي وڃيٿو، مايا هتي ئي رهجي وڃيٿي.

شرم ڌرم دءِ نانڪا، جي ڌن پلئه پاءِ،
سو ڌن متر نه ڪانڍيئي، جت سر چوٽان کاءِ،
جن ڪئه پليءِ ڌن بسي، تن ڪو نانءُ فقير،
جنهه ڪئه هردي تون بسهه، تي نرگُٽي گهير.

"ڌن پلئه پوي، انلاءِ شرم ڌرم به وڃائين ٿا. انهيءَ ڌن کي متر نه سمجهو، جنهنلاءِ متو ڪٽائڻو پوي. حقيقت ۾ جن وٽ

ڌن آهن، سي فقير آهن. اي پڀو! جن جي هردي ۾ تون وسين ٿو، سي وڏا ڀڳوان آهن.

ڏکي ڏولي سهيڙيئي، جاءِ نه لڳئہ ڏک،
نانڪ سچي نام بن، ڪسيءَ نه لٿي بک،
روپي بک نه اُترئي، جا ڏيکان تان بک،
جيتي رس سرير کي، تيتي لَڳهہ ڏک.

”ڌن سهيڙڻ، کنو ڪرڻ ۾ ڏک ڪشت آهي ته ڌن جي وڃڻ ۾ به ڏک آهي. ست نام ٻنا ڪنهنجي بک نٿي لهي (شانتي نٿي اچي). سونهن ڏسڻ سان پيٽُ نٿو ڀرجي، هتاٽو چاهه وڌي ٿي. ڏيهه جا جيڪي ٻه رس آهن (سندر ڏسڻ ٻڌڻ چکڻ ۽ سواد وٺڻ وغيره) تن سان موروڳو ڏک وڌندو آهي، انهن لاءِ چاهنا = ترشنا وڌندي آهي.

مايا مُنهن ڪاري، ڪنهن سان نيهہ ڪيئي،
سڀ کي ماري موچڙا، ڏيئي ڏيکاري،
سامي ٻچيو ٻلا ڪون، ڪو ڀاڳوان ڀاري،
جنهنکي ليکاري، ستگر سرکي سچ جي.

ڪروڙيا، صاحب وٽ ٽي ڏينهن رهيو ته هن جي تن من ۾ آڌياتمڪ آنند ۽ شانتي ڀرجي ويئي. هن هٿ جوڙي، صاحب کي وينتي ڪئي ته هو اُها زمين انگيڪار ڪن. اهو سندر استان هو ۽ صاحب الڪي نام جو ٻج به پوکيو هو. گروجن جي سويڪار ڪرڻ تي ڪروڙيا ان جڳهہ تي هڪ ڌرمشالا ٺهرائڻ شروع ڪئي ۽ اُنجي چوطرف سموري زمين صاحب کي ارپڻ ڪئي. صاحب ان جڳهہ جو نالو ڪرتارپور رکيو ۽ جڏهن ڌرمشالا ۽ جڳهيون ٺهي راس ٿيون، تڏهن نانڪ ديو پنهنجي ڪٽنب سميت اچي اُتي رهيا. سک ڌرم جي شروعات ڪرتارپور مان ئي ٿي. پکوکي

ڳوٺ ۾ جتي نانڪ ديو ٻهرڀائين هري کيڏون کيڏيو هو، اُتي هن وقت ”بابا نانڪ ديرا“ نالي هڪ شاندار گردوارو آهي.

پوءِ نانڪ ديو تلونديءَ آيو. هنجو هردو ڏاڍو ڪومل هو. هن سڄيءَ دنيا کي پيار ڏني ڪيو ته ڀلا پنهنجي ڪٽنب کي وساري ڇو ڪندو! انسان جو فرض پنهنجي ديش ڌرم ۽ جاتيءَ ڏي آهي ته پنهنجي پيءُ ماءُ ۽ آل اولاد طرف به آهي. نانڪ ديو، ڳوٺ ٻاهران هڪ وڻ هيٺان ٽڪي ويٺو ۽ مرداني کي شهر ۾ واءُ سواءُ لهڻ لاءِ موڪليائين. گروءَ جي اچڻ جو ٻڌي سڀيئي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سڀيئي مٽ مائٽ ۽ يار دوست وٽس ڊوڙندا آيا. هنکي گهر وٺي اچڻ لاءِ ڪپڙا لٽا، مٺايون ۽ هڪ گهوڙو به آندائون.

گروءَ به سڀني سان ڏاڍيءَ سڪ سان مليو ۽ پنهنجي ماتا پتا ۽ چاچي لعلوءَ ۽ چاچيءَ کي پيرين پيو. بابا ڪالو پنهنجي پٽ کي فقيراڻي ويس ۾ ڏسي ڏاڍو اُداس ٿيو. ماتا ترپتا، ٻارهن سالن کانپوءِ پنهنجي اکين جي تاري پٽ کي ڏسي، اکين مان آب اوتيندي، پٽ کي ڳراٽڙي پائي ۽ ”نانڪ، نانڪ، نانڪ“ چوندي ڪيس چنبڙي پيئي. ماتا جي اُڪير ۽ سڪ جو ورڻن پراڻن جنم ساکيءَ ۾ هن ريت لکيل آهي،-

तब बाबा आइ करि पैरी पइआ, तां माता लगी वैराग करणि, सिरि चुमिआसु। आखिओनु: 'हउ वारी बेटा हउ तुध विटहु वारी, तेरे नाउ विटहु वारी, तेरे दरसन विटहु वारी, जिथै तू फिरदा है तिस थाउ विटहु हउ वारी, तुधु नहालु कीतो मैनूं आपणा मुहु दिखालिओं।'

نانڪ ديو ماءُ کي پيرين پيو ته ماڻس سندس مٿو چميو ۽ چيائين،- ”پٽڙا! مان توتان قربان وڃان، تنهنجي نانءَ تان قربان وڃان، توکي ڏسي منهنجون اکيون ٺريون، تنهنجي ديدار تان قربان وڃان؛ اُن جنهن ڌرتيءَ تي گهمين، تنهنتان مان قربان وڃان، تو پنهنجو منهن ڏيکاري مونکي نهال ڪيو.

گروجن ڏنو ته وڻ هيٺ رهڻ ۾ ماتا ماندي ٿي ٿئي ۽ هن
جو موهه ڏسي هو وڃي گهر رهيو ۽ سادن سنتن جا ڪپڙا لاهي
گهر گرهستيءَ وارا ڪپڙا پاتائين. صاحبن اها به پراڻي رسم
منسوخ ڪئي ته جيڪڏهن ڪو هڪ دفعو سادو سنياسي ٿيندو
آهي ته وري گرهستي ٿي نه سگهندو آهي. مهراج گيانيشور جو
پيءُ سنياسيءَ مان گرهستي بڻيو هو ته سماج، کيس نه رڳو
بهشڪار ڪيو هو، پر کيس انيڪ ڪشٽ ڏنا ۽ کيس ڇهڻ به
پاپ سمجهندا هئا. اُن ۽ سندس استريءَ آپ گهات ڪيو ۽
سندن ٻارن کي به سون سور سختيون سهڻيون پيئون هيون. ڄڻ
ته ديا گم ٿي ويئي هئي. سڄي ڀارت ۾ اهو رواج هو. اڄ به
سادو سنياسي ۽ ڪيترا پادري گرهست ۾ اچي نٿا سگهن.

*—*—*—*

## ٣٠- ٻي ياترا، روانگي ۽ همزا غوث

تلونڊيءَ ۽ ڪرتارپور ۾ هڪ سال رهڻ ڪانپوءِ نانڪ ديو
پنهنجي ٻي ياترا سنه ١٥١٠ع ۾ ڏکڻ طرف شروع ڪئي. ڪرتارپور
۾ صاحبن جي رهندي، ڪيترا ڪيرتن ۽ ست سنگ جو جيڪو
سلسلو شروع ٿيو هو، تنهن ۾ رنڊڪ نه پوي ۽ ٻيو ته ميان مردانو
ٻارهن سال مسافريءَ جا ڏک ڏاکڙا ڏسي ٿڪجي به پيو هو،
انلاءِ هنکي ڪرتارپور ۾ رهائي، گروجن ٻين ٻن شردالو ڀڳتن کي
ساڻ وٺي هليا. اُنهن جا نالا هئا ڀائي سيهو ۽ ميان سيدوُ. هو
ٻئي ڏاڍي پريم ۽ مٺي سُر سان ڳائيندا هئا.

وڃڻ کان اڳ مهتا ڪالو راءِ، صاحبن کي چيو- "پٽ! هاڻي
تو لاءِ وڌيڪ ڀٽڪڻ ۾ ڀلائي ناهي. تون هتي رهي به نام جو پرچار
ڪري سگهين ٿو." گروجن چيو- "بابا، ڪرتار جي سيوا ڪرڻ
منهنجو پهريون فرض آهي. هن جيڪو ڪارج مونکي سونپيو آهي

سو اڃا گھڻو رهيل آهي. سڄي ملڪ ۾ ڏکويل ۽ ڏهڪايل جيو، ويڳاڻا ۽ نراس آهن. انهن کي انڌ وشواس ۽ ڀرم جي اونده مان ڪڍي، پريو پرڀو جي پرڪاش ۾ آڻڻو آهي. هري نام جي سمجهاڻيءَ سان انهن کي آنند ۽ نئون جيون ملندو. اهڙيءَ حالت ۾ مان پنهنجي آرام ۽ آسائش خاطر ڪيئن هڪ ڪنڊ ۾ رهي پوان؟"

اهو ٻڌي بابا ڪالوءَ چيو، "نانڪ! تون اسانجو هڪڙوئي پٽ آهين. اسانجي هن ٻڍاپي ۾ تون ئي اسانجو آڌار ۽ آسرو آهين. ڇا تنهنجو اسان ڏانهن ڪو فرض ناهي؟" پوءِ ماتا ترپتا به چنبڙي پيس ته نانڪ ديو چيو، "اما! منهنجي واڳ آهي سڀ ڪرتار جي وس. مان پاڻ وهيڻو ناهيان، جو تنهنجي چوڻ تي رهي پوان. اسان سڀني جو اهو ئي آڌار ۽ آسرو آهي. مونکي جيئن اهو هلائيندو، تيئن هلندس. امڙ! تون آسيس ڪر ته مان انجي پاڇي ۾ پيو رهان."

انوقت ڪن ماڻهن اچي گروءَ کي سيالڪوٽ جي ماڻهن ۾ هراس ۽ ڏهڪاءَ جي ڳالهه ٻڌائي. گروءَ جو ڪومل هردو دردوندن جي دک کي ڏسي نه سگهيو ۽ هو سيالڪوٽ ڏانهن روانا ٿيا. ان زماني ۾ هندن تي مسلمان حاڪمن جو اتياچار ته هو، پر اسلامي پيرن فقيرن جو ستم ۽ تعديون به گهٽ نه هيون. پنهنجي ڌرم جي ڄاڻ نه هجڻ ڪري هندو انهن پيرن فقيرن جي انڌ وشواس ۽ صدق ۾ قائل هئا جو انهن کي ڪرامت جو ڌڻي سمجهندا هئا. سيالڪوٽ شهر ۾ حمزا غوث نالي هڪ مسلمان پير رهندو هو، جنهن جو ڏاڍو خوف ۽ مڃتا هوندي هئي. هڪ ڪتريءَ کي پٽ نه ٿيندو هو. تنهن پنهنجي مراد پوري ڪرڻ لاءِ پير جي درگاهه ۾ باس باسي هئي ته جي مرشد جي دعا سان کيس پٽ ٿيا ته هو پهريون پٽ کيس پيئا

۾ ڏيندو. پير چيس، ”مان خدا کي دعا ڪندس، پر تون پنهنجو قول نه وسارج.“

وقت اچڻ تي اُن ڪتريءَ کي ٻي پٽ ٿيا. هن پنهنجي وڏي پٽ کي آڻي پير وٽ پيش ڪيو ۽ چيو، ”مالڪ! مان پنهنجو پٽ توهان کي ڏيان ٿو. توهان هن جي قيمت ٻڌايو ته مان اها ڏيئي هيءُ توهان کان خريد ڪريان، ڇو ته اها رسم هلندي آهي.“ همزا غونث ڪنهن به قيمت تي اُهو ڇوڪرو ڇڏڻ لاءِ تيار نه ٿيو. اُهو ڪتري، ڇوڪر جي تور برابر سونو ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو، پر فقير پنهنجي ضد تي قائم رهيو. تڏهن ڪتري پنهنجي پٽ کي ولي گهر موٽي آيو.

پير اچي بيحد ڏمريو. چي مان سڄي سيالڪوٽ شهر کي نابود ڪندس. پير پنهنجن چيلن کي چيو، ”مان هن ڪوٺيءَ جو در بند ڪري چاليهه ڏينهن جو چلو ڪندس ۽ سڄي شهر کي برباد ڪندس. توهان مان ڪو به مون سان نه ملي ۽ نه ئي ڪنهن کي اچڻ ڏي.“

اهڙا فقير چاليهه ڏينهن کائڻ پيئڻ کانسواءِ گوشي نشينيءَ ۾ اُبتي تسبيح پڙهي بربادي آڻيندا آهن ۽ سنڪلپ شڪتيءَ سان پنهنجي مراد پوري ڪندا آهن. پير جي شڪتيءَ ۾ سڀني کي يقين هو. اها خبر شهر ۾ ڦهلجي ويئي ته چوطرف هاهاڪار مچي ويو. شهر جي مکين ۽ بزرگن گڏجي پير صاحب وٽ وڃي آزي نيزاري ڪئي، پر هو پنهنجي هٺ تان هيٺ نه لٿو.

سڀيئي ماڻهو پنهنجي تباهي ۽ موت ويجهو ڏسي ديوي ديوتائن يا پير پيغمبرن جون پوڄائون ڪري دعائون گهرڻ لڳا. گهر گهر ۾ سياٽو ڇانئجي ويو.

اهڙي هراس ڀريل فضا ۾ نانڪ ديو سيالڪوٽ اچي پهتا. هو شهر جي ٻاهران هڪ قبر وٽ اچي ويٺا، جتان پير جي ان

ڪوليءَ جو گنبذ نظر ٿي آيو، جنهن ۾ پير چلو ڪري رهيو هو. گروجن پير ڏانهن پيغام موڪليو ته هو ساڻس ملڻ ٿو چاهي، پر پير جي مريدن انڪار ڪيو. تڏهن صاحبن وري پيهر پنهنجو قاصد موڪليو ته جي پير صاحب ساڻس ملاقات نه ڪندو ته هن جو چلو پيهرن جو پڄي پوندو. ان هوندي به پير جي چيلن ڪا پرواهه نه ڪئي.

سڄي شهر ۾ پولاءَ پئجي ويو ته هڪ وچتر ويس ڌاري مهاتما سيالڪوٽ جي رکيا لاءِ اچي پهتو آهي. پوءِ ته ڏاڍي خلق اچي صاحبن جي چوطرف ڪٺي ٿي. گروجن ترائڪ نظر سان پير جي گنبذ ڏي نهاري رهيا هئا ۽ سندس ساٿي پريوءَ جي مهما جا گيت ڳائي رهيا هئا.

جڏهن سج وچ آسمان تي آيو ته اوچتو هڪ ڪڙڪاٽ ٿيو ۽ جنهن ڪوليءَ ۾ پير صاحب چلو ڪري رهيو هو، تنهنجي گنبذ ۾ وڏو ڏار پئجي ويو، جڻ ته اجهو ٿو ڍهي ڪري. اهو ڏسي همزا غوث کي اچي پڪ لڳو ته چيائين مري نه وڃان، سو ڪوليءَ جو در کولي اُٿي پڳو. اهڙيءَ طرح هن جي اُڻتي تسبيح ۽ چلي جو عمل اجايو ويو.

سيئي شهرواسي اچي گروجن جي چرڻن تي ڪريا. اهو ڏسي پير صاحب چيو، "جنهن درويش پنهنجي نگاهه سان وڏي گنبذ کي ڏاري رکيو، تنهن ۾ ڪا وڏي مٽيا هوندي. مرشد جو حڪم آهي ته سالڪن اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ ۾ مهٽو ناهي."
ائين چئي همزا غوث پنهنجي مريدن کي وٺي اچي گروجن جي قدمن تي ڪريو. صاحبن چيس، "توهان هڪ خدا ترس اولياءَ ٿي ڪري، هڪ ماڻهوءَ تي ڏمرجي سڄي شهر کي تباهه ڪرڻ ٿا چاهيو! ڇا اها توهانجي ديداري آهي؟"
پير جواب ڏنو، "اُن ڪتريءَ پنهنجو قول ٽوڙي مون سان

دغا ڪئي ۽ ڪيس سزا ملڻ گهرجي. شهر جي ماڻهن جو فرض
هو ته سندس پٺ ڪسي مونکي ڏيارين ها. جنهن پنهنجو ايمان
ٻوڙيو ۽ جن ڪيس ساٿ ڏنو، تنهن تي قهر نازل ٿيڻ گهرجي."

صاحب چيس: "گنهگارن کي پيار سان سمجهائي سڌارڻ
گهرجي ۽ هڪ لاءِ هزارن کي تباهه ڪرڻ پاپ آهي. مذهبي
ماڻهن جي دل ته مکڻ وانگر نرم ٿيڻ گهرجي. ٻين تي رحم ڪبو
ته رحم جو ڏڻي الله اسانتي مهر ڪندو ۽ پنهنجي نام جي
نعمت ڏيندو. مذهبي مهاتمائون ئي رعيت تي اياچار ڪندا
ته وڏو گناهه ٿيندو. اسانکي ته همدرديءَ ۽ پيار سان لوڪن
کي سنت ڪلتار طرف آڻڻو آهي.

پير صاحب کي پنهنجي غلطي محسوس ٿي ۽ هو گروجن جو
ڏاڍو شرڌالو شش بڻيو. جنهن پير جي وڏي همت گروجن ڏيرو
ڪيو هو ۽ پنهنجي منجي استاپت ڪئي هئي اتي اڄ به "بابا
جي پير" نالي هڪ وڏو گردوارو آهي ۽ پرسان پير جي ڪوٺيءَ
جي گنبذ تي وڏو ڏار پپل، اڄ به ان واقعي جا شاهد بيٺا آهن.

*—*—*—*

## ۳۱- ميان منڌو

سالڪوٽ کان ڪجهه ڪوهه پري ميان منڌوءَ نالي هڪ صوفي
فقير رهندو هو، جنهن به همزا غوث وانگر پنهنجي ڪرامتن جي
زور تي عام هندو مسلمانن تي ڏاڍو ڏهڪاءُ وڌو هو. هو صوفي
هوندي به ڪٽر مذهبي هو ۽ گهڻن هندن کي اسلام ۾ آندو
هئائين. هن صوفي مت جي اوچ اصولن کي وساري تبليغ کي
پنهنجي زندگيءَ جو مکيه مقصد بڻايو هو. هن جڏهن ٻڌو ته
همزا غوث جهڙو درويش هڪ هندو ساڌوءَ جو مريد بڻيو آهي

تہ هنکي ڏاڍي حيرت لڳي، ڇو ھنکي پنھنجي عمل جو ڏاڍو گھمنڊ ھو.

ميان مٺوءَ جي ھڪ مريد تي بہ صاحبن جي راڳ ۽ خدا تعالیٰ جي ڪلامن جو ڏاڍو اثر ٿيو ھو. ھن اچي چيس، "سائين! اڄڪلھہ جتي ڪٿي نانڪ شاھہ جي واکاڻ ٿي رھي آھي. ھن وٽ ھندو مسلمانن جو ويڙھو ڪونھي. ٻئي ھنجي قدمن ۾ سر جھڪائين ٿا. ھو آھي ھندن جو گرو ۽ مسلمانن جو پير. ھنجي وات مان جيڪي ٻول نڪرن ٿا، سي ڄڻ تہ ڪنھن ملائڪ جي مک مان آيتون نڪرن ٿيون."

ميان مٺوءَ کي اھا ڳالھہ ٻنھہ پسند نہ ھئي تہ سندس ڪي مريد ھڪ ڪافر جي واکاڻ ڪري. ھن ڏمرجي چيو، "لعنت ھجي توتي مردود! توکي خبر ناھي تہ ھڪ ڪافر، سڳوري رسول پيغمبر ۾ ايمان رکندڙ مسلمين جو پير ھرگز ٿي نٿو سگھي؟ مان ھنکي سڌيءَ راھہ تي آڻيندس. جيئن لمي کي نيپوڙي رس ڪڍبو آھي، تيئن مان ھنجي پيري فقيري ڪڍي ڇڏيندس. ھو بلڪل خطرناڪ آدمي آھي ڇاڪاڻ تہ اسان ڪافرن کي دين اسلام جي روشنيءَ ۾ آڻي رھيا آھيون ۽ ھو اسانجي ان انيڪ مذھبي ڪم ۾ اٽڪ وجھي رھيو آھي!"

ميان مٺوءَ ٻڌو تہ اھو ساڌو، ھندو ڌرم جي ديوي ديوتائن، پوڄا ۽ ڪريا ڪرم کي نہ مڃيندو آھي ۽ اسلام وانگر رڳو ھڪ الله ۾ ايمان رکندو آھي، تہ ھو ڏاڍو خوش ٿيو. ھن سوچيو تہ اھڙي ماڻھوءَ کي مان باز آڻي پيغمبر محمد صاحب جو صدق پيدا ڪرايان تہ پورو مسلمان بڻجي پوندو. اھا اسلام جي ھڪ وڏي خدمت ٿيندي ۽ مان ھڪ وڏي ثواب جو حقدار ٿيندس، ڇو تہ ھنجا پوئلڳ بہ گھڻيئي آھن ۽ اھي بہ اسلام ۾ داخل ٿيندا.

اھو پڪ ڄاڻي، ھو تياريون ڪري نانڪ ديو سان اچي مليو.

صاحبن سنڌس اکين ۾ مشڪي نهاريو ته ميان جي اندر ۾ محبت ۽ روحاني جذبات جي هڪ لهر پيدا ٿي. هو ادب سان سلام ڪري سنڌن ويجهو اچي ويٺو. هن نظر ڦيرائي ڏٺي ته سنڌس گهٽيءَ ۾ سيد ۽ پيا عالم ۽ عهديدار مسلمين ۽ هندو، گروجن جي حضور ۾ ويٺا هئا. هن چيو، ”اسانکي خوشي ٿي آهي ته توهان به سچي دين جي اصول کي قبول ڪيو ٿا ته هڪ الله جو ڪوئي ثاني شريڪ ڪونهي ۽ ديوي ديوتائن جي پوڄا نه ڪرڻ گهرجي. هاڻي توهان رڳو پي ڳالهه به قبول ڪيو ته جيئن ڪنهن بادشاهه وٽ انجي وزير يا عملدار ڪانسواءِ پهچ ٿي نه سگهندي آهي، تيئن نبي رسول ڪانسواءِ توهان خدا تعاليٰ جي حضور ۾ پيش ٿي نه سگهندؤ.“

گروجن پڇيس، ”روشني، اُس ۽ تپت ڪنهنجي سبب ٿين ٿيون؟“

ميان چيو، ”انهن جو مول بنياد آهي سج.“

صاحبن چيو، ”هاڻي پڌاءِ ته جنهن سج جي زور تي روشني اُس ۽ تپت ٿئيٿي، تنهنجو آسرو وٺڻ ٺيڪ آهي، ڪين اُنجي پيداش جو؟ روشني، اُس ۽ تپت ڦرندڙ گهرندڙ آهن ۽ سج قائم دائم آهي. ساڳيءَ طرح الله تعاليٰ جو آسرو وٺڻ گهرجي ۽ نڪي اُنجي پيداش رسول ۽ قلمي جو.

اوّل نانءُ خدا ڪا، در دربان رسول،
شيخا نيت راس ڪر، تا درگاه پوين قبول.

”اي شيخ! اوّل نالو خدا جو آهي ۽ رسول اُنجي در تي دربان آهي. تون پنهنجي نيت صاف ڪندين ته خدا جي درگاه ۾ قبول پوندين.“

گروجن وڌيڪ چيو ته، ”هن دنيا ۾ هزارين مذهب آهن ۽ اُنهن جا هزارين پيغمبر ۽ ديوتائون آهن. نه رڳو هن لوڪ ۾ پر لکين

ٻيا لوڪ به آهن جن ۾ بيشمار قومون ۽ مذهب آهن. مان سمجهان ٿو ته پرماتما جي ميلاپ لاءِ ڪنهن پارس ڪرڻ واري وچواري جي لوڙ نه آهي، پر سچيءَ سڪ، ڀڳتي، عشق ۽ پاڻ سمرپڻ ڪرڻ جي ضرورت آهي."

فقير چيو- "اسان محمد نبيءَ کي ديوتا يا ڀڳوان ڪري نٿا سمجهون. اسانکي يقين آهي ته قيامت جي ڏينهن هو اسانجي سفارش ڪري اسانجا گناه بخشائيندو. اسان ته اُن هڪ الله جي بندگي ڪندا آهيون. هندو ته سڀني ديوتائن کي ڀڳوان ڪري مڃيندا آهن."

گروجن چيو- "اي درويش! هندن جا ويد شاستر به چون ٿا ته پرماتما هڪ آهي. اهو سرووياپڪ آهي ۽ اُن هڪ جا جدا جدا روپ ۽ نالا آهن."

ميان مٺوءَ چيو- "پر حقيقت ۾ هندو هزارين ديوي ديوتائن جي پوڄا ڪندا آهن. اسلام ئي هڪ سچو مذهب آهي جنهنجو سڌانت آهي ته سڀني مخلوقات جو خالق اهو هڪ آهي."

صاحبن چيو- "اي پيارا! توهان جون اهي رڳو زباني ڳالهيون آهن. توهان جيڪڏهن سڀني انسانن جو اُپائيندڙ هڪ سمجهو ٿا ته جيڪر مذهب جي نالي خون خرابيون نه ڪريو. مسلمانن کانسواءِ ٻين مذهبن وارن کي به پنهنجي پتا جو اُپايل پنهنجو ڀاءُ سمجهي انهن سان محبت ڪريو. پر حقيقت ۾ توهان ٻين ڌرم وارن تي ظلم ڪريو ٿا ۽ قتل ڪريو ٿا. توهانجي تلوار ۽ قهر جي ڊپ کان ماڻهو اسلام قبول ڪن ٿا. توهان جي مذهب کي جيڪو نٿو مڃي، تنهنکي توهان نفرت ۽ دشمنيءَ جي نگاهه سان ڏسو ٿا. اها نفرت ۽ تعصب توهان کي الله کان پري ڪن ٿا. توهان پنهنجي نبيءَ جي نصيحت جي پيروي ڪريو ته سڀني جو اُپائيندڙ هڪ الله آهي ۽ هندو مسلم ۽ ٻين مذهبن وارا

پاڪ پاڪ آهن ۽ پاڪ محبت ۽ سلوڪ سان هلن ٿا اُن خالق جي
سيني تي مهر ٿيندي."

ميان مٺوُ، گروجن اڳيان لاجواب ٿي ويو، پر آخر هڪ سوال
ڪيائين:- توهانکي اهو عقيدو آهي ڪين نه، ته هرهڪ جيوَ
جي گناهن جو انصاف ۽ فتويٰ ٿيندي؟"

صاحبن چيو:- "ضرور ٿيندي. جهڙو پوکبو سو لڻبو. سڀني
کي پنهنجن ٻڇڙن يا نيڪ ڪرمن جو ڦل ضرور ملندو."

ميان مٺوءَ مشڪي چيو:- "اُن حشر جي ڏينهن جڏهن
خدائي فرشتو، هرهڪ انسان جي انصاف ڪرڻ لاءِ ڪين سڏيندو
ويندو ته مسلمين قبرن مان نڪري خدا جي حضور ۾ پيش
ٿيندا ويندا ۽ پنهنجي وڪيل نبيءَ جي پارت جي بهشت ۾
موڪليا ويندا، پر بدنصيب هندن جا بدن، هتي ئي باهه ۾
جلي خاڪ ٿين ٿا ۽ اها خاڪ به درياه ۾ پئي ڪٿو ڪٿو ٿي
وڃيٿي. هندو هتي به آگ ۾ جلن ٿا ۽ قيامت کانپوءِ به دوزخ
جي آتش ۾ جلندا رهندا. اهڙن گمراهن کي ان عذاب کان بچائڻ
هڪ ثواب جو ڪم آهي."

اهو ٻڌي گروجن، راڳ آسا ڪي وار ۾ "مٽي مسلمان ڪي"
والي هڪ شبد ڳايو، جنهنجو مطلب آهي ته مسلمانن جا سرير ته
قبرن ۾ ڳري سڙي خاڪ سان خاڪ ٿي وڃن ٿا ۽ پورئل بدن
جو ڪو اهڃاڻ يا نشان به نٿو رهي. پراڻين قبرن جي اها چيڪي
مٽي، ڪنڀر کوٽي ڪڍي وڃن ٿا ۽ ان مٽيءَ کي پيرن هيٺان
لتاڙي ڳوهين ٿا. اُن مٽيءَ جا دلا يا سرون ناهي، اُنکي آگ جي
بٺيءَ ۾ پچائين ٿا. اهڙيءَ طرح مسلمانن جي ڪن بدن جي ساڳي
حالت ٿئيٿي، جيڪا هندن جي ٿئيٿي.

"اي پيارو! اُن پاڪ پروردگار جي مهما اپرم پار آهي. اُنکي
ياد ڪريو، اُنپر صدق رکو، اُنجي بندگي ڪريو ۽ اُهي بندا

ڪيل سڀنيءَ مخلوقات سان محبت ڪريو ۽ اُهو مهر جو ڏئي توهان تي مهر ڪندو ۽ پنهنجي نظر سان نهال ڪندو!"

انمت روپ اُنجا، بي انت اُنجو نام،
هرهنڌ جوت اُنجي، جنهن ۾ جيون جو وشرام،
بي انت اسرار، بي انت اسرار! بي انت اسرار!

اِهين چئي گروجن الوڪ سانت ۾ اچي ويا ۽ حاضرين به روحاني آرام ۽ آنند جو انڀو ڪرڻ لڳا. صاحبن جڏهن اکيون کوليون ته سڀني منهن مان هڪ اِلاهي جوت پئي ٻڪي. ميان مٺو به گروجن جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو ته نانڪ برابر خدا جو پيارو وَلي آهي ۽ هن جي زبان مان خدا پيو ڳالهائي. صاحبن هن کي ڪٺي گلي لڳايو. هو گروجن جو پڪو مريد ٿي پيو.

اهڙيءَ طرح نانڪ ديو اُن وقت جي وڏن پيرن فقيرن کي مذهبي تعصب کان باز آڻي مذهب جو سچو مطلب سمجهايو.

*—*—*—*

## ٣٢- خواجا احمد شڪوُر، چڱا مندا جيو

ڀڳوان جي ڀاڻي موجب گروجن ۽ سڀني ساٿي هلندا رهيا ته پنجاب کان اڳتي حصار ضلعي جي سرسا نالي ڳوٺ ۾ اچي پهتا. اُتي به ڪرامتي فقيرن ۽ پيرن جو وڏو ٽولو رهندو هو. هو پنهنجي جادو ٽوڻن ۽ حاڪمي ڏهڪاءُ سان هزارين هندن کي مسلمان بڻائي رهيا هئا. اُتي گروجن پنهنجو هري ڪيرتن شروع ڪيو. اُن مڌرواڻيءَ تي خلق اچي ڪٺي ٿيندي هئي ۽ ڪين رام نام جي امرت سان پرم آنند ۽ شانتي پراپتي ٿيندي هئي.

اُتي جي مذهبي مولوين ۽ فقيرن جو اڳوان خواجا احمد
شڪور هو. هن ڏٺو ته نانڪ ديو جي ستسنگ ڪري هندو
اسلام ۾ ننا اچن. هن گروجن سان بحث ڪري کين جهڪالڻ
جا گهڻيئي جتن ڪيا، پر هو به ميان منوءَ وانگر پڄي نه سگهيو.
تڏهن هن صاحبن کي چيو ته- "دنيوي وهنوار ۾ انسان جو
من وشيه وڪارن سان ملين ٿي وڃيٿو. اُن کي سوڌڻ لاءِ روزن
۽ بندگيءَ جي سخت ضرورت آهي. اسان چاليهن ڏينهن جو
چلو رکي پاڻکي پاڪ بڻائيندا آهيون. تو ۾ جي خدا جي محبت
هجي ته تون به اسان سان گڏ چلو ڪر!"

گروجن چيو ته- "ست ڪلتار جي ڏنل هن امولڪ مانک ديهه
کي ڪشٽ ڏيڻ پاپ آهي. منهنجو من اُن نرنڪار جي ڀڳتيءَ
ڪري اڳيئي صاف آهي ۽ مونکي چلي ڪرڻ جي لوڙ ناهي.
روزن رکڻ سان هڪ ته انسان کي اهنڪار ٿيندو آهي ته مان
وڏو تپسوي آهيان ۽ ٻيو ته انسان جو من واسنائن جي چاهنا ۾
ڦٽڪندو رهندو آهي. انسان جو من پرڀوءَ جي پريم ۾ لٽار پرپال
آهي ته اُهو وشيه واسنائن کي ماڻڻ جي جڳهه نٿي ملي ۽ هو
سدائين نرمل رهيٿو. اي پيارا! تون به پل پل اُن پروردگار جي
پچار ڪر ته توکي چلي رکڻ جي گهرج نه ٿيندي."

خواجا ضد ڪرڻ لڳو ته خدا جي بندگيءَ ۽ چلي جي تپسيا
کان بچڻ لاءِ گروجن بهانا بڻائي رهيا آهن. لوڪن تي به خراب
اثر پوندو ڏسي، صاحبن چلو رکڻ قبول ڪيو. خواجا احمد ۽
ٻيا فقير، چاليهن ڏينهن لاءِ پاڻيءَ جي هڪ گهڪهي ۽ جوَن جا
چاليهه داڻا کڻي، جدا جدا ڪوٺين ۾ بند ٿي وڃي ويٺا، پر
گروجن نه پاڻي کنيون ۽ نه جوَن جا داڻا. ڪوٺيءَ ۾ وڃي پرڀوءَ
جو ڌيان ڪرڻ لڳا. فقيرن کي يقين هو ته نانڪ ديو چاليهن
ڏينهن جي اُڃ ۽ بک برداشت ڪري نه سگهندو ۽ هن جو لاش

نڪرندو. چاليهن ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن سڀيئي ٻاهر نڪتا ته فقير ته ڪري سڙي، اڌ مئل حالت ۾ ٿابڙندا ٻاهر نڪتا، پر گروجن ته ساڳيولي باغ بهار هئا ۽ سندن چهري تي نوراني جوت پئي چمڪي.

گروجن کي چاليهن ڏينهن جي اُپواس ڪانپوءِ مشڪندو ۽ تازو توانو ڏسي فقيرن جا ماٺا ڦري ويا ۽ هنن کي پڪ ٿي وئي ته هيءَ ڪو خدا سان پهتل اولياءُ آهــي. هــو صاحبن کي هٿ جوڙي پڇڻ لڳا ته- ”اُن چلي ڪاٽسواءِ توهانجو بدن اسان وانگر پيلو ۽ ڀرلو ڇونه ٿيو آهي؟ مهرباني ڪري اسانکي به اها رمز سيکاريو.“

صاحبن چيو- ”پيارا! پروردگار جي نام ۾ اُن چلي کان وڌيڪ طاقت ۽ تازگي آهي.“

فقيرن جي شاه نواز چيو- ”اي مرشد! اسانجو من ته دنيوي پرپنچ ۽ واسنائن جي جار ۾ ڦاٿل آهي، سو الله سان ڪيئن لڳندو؟“

گروجن چيو- ”جهڙيءَ طرح استريءَ جو پتيءَ سان ميلاپ ٿيڻ تي، ماءُ پيءُ ۽ پيڪن سان لاڳاپو ۽ نينهن لهي وڃيٿو، تيئن سچي خاوند سان محبت لڳائيندءُ ته دنيوي چاهنائن مـــان من هٽندو ويندو، جــو ته هڪ ميان ۾ ٻه تلوارون مـاپي نه ٿيون سگهن. الله الله جـي توفيق ۽ دعا ٻه پيندا رهــو ته اُهو توهان کي پنهنجي محبت ۾ مدد رکندو.

محبتي مطلب، ڪنهن سان رکن ڪينڪي،
رهي جنيجي روح ۾، راتيان ڏينهن رب،
ڳالهيون ڪن عرش جون، عجائب عجب،
توڙي لائي لوڪ لقب، ته پئي مست رهن مهراڻ ۾.

نانڪ ديو سوسا جي درويش کي به سچي مذهب جي سکيا ڏني ته ديني تعصب ڇڏيو ۽ هندو مسلمان ۾ ڪو فـــرق نه سمجهو، جو ٻئي خدا جا بندا آهن. گروجن اُلي پنهنجي منجي

(ڪت) استاپت ڪئي جا ٥٠٠ سال پوءِ به هئي. اج سرسا جي
ڳوٺ ۾ هڪ گردوارو آهي ۽ فقيرن جون اُهي ڪوليون به ياترين
کي ڏيکاريندا آهن.

سرسا ڳوٺ کانپوءِ گروجن بدر شهر ۾ اچي پهتا ۽ شهر جي
ٻاهر اچي ڏيرو ڪيائون. صاحبن جي ساک ته چوڌاري ڦهلجي
چڪي هئي. اُتي جا پير جلال الدين ۽ يعقوب علي ۽ ٻيا هندو
سنت مهاتمائون به اچي ڪٺا ٿيا. صاحبن جو هري ڪيرتن ٻڌي
نهال ٿيا ۽ روحاني ڳالهين تي گفتگو به ٿي. انهن گروجن کي
عرض ڪيو ته ان پرڳڻي ۾ پاڻيءَ کانسواءِ ماڻهو ڏاڍو حيران پريشان
آهن. نانڪ ديو چيو ته خداوند ڪريم، رحيم ۽ محبت جو مالڪ
آهي. توهان رڳو انهيءَ ويساهه رکو ۽ نيڻهن لڳايو ته توهانجي سڀ
مشڪل آسان ٿيندي. ائين چئي گروجن، هڪ نزديڪ ڏڙي
تي زور سان پڌهجي چاکڙي هنئي ته اُتان مٺي ۽ ٿڌي جل
جو جهرڻو وهڻ شروع ٿيو. اُن چشمي مان هڪ تلاءُ ڀرجي پيو.
اُتي اڃا به پاڻي نڪرندو رهندو آهي ۽ اُنکي امرت ڪنڊ
ڪوليندا آهن. هن وقت اُتي ”ڙانڪ جهيرا (جهرڻا)“ نالي
هڪ شاندار گردوارو آهي. جتي گرنٿ صاحب جو پاٺ ٿيندو
آهي، لنگر لڳندو آهي ۽ ڌرمسال ۾ مسافر اچي رهندا آهن.
ڀرسان تلاءَ جي ڪناري هڪ باغ به آهي.

بدر کانپوءِ نانڪ ديو ۽ سندس ساٿي ڏکڻ طرف هلندا هلندا
هڪ شهر ۾ اچي پهتا. اُن ڳوٺ جا ماڻهو کاڌي پيتي، شراب،
جوئا ۽ ويچار ۾ لڳي مست هئا. گروجن جو ڪو آدر ستڪار نه
ڪيائون. صاحبن کين چيو، ”پيارا! اهي ڀوڳ ولاس ڪم نه
ايندؤ! پرمارٿ جا ڪم ڪريو ۽ اُن سرجڻهار پريوءَ سان لنوَ لڳايو.“

اُهي ماڻهو اهڙا نجس هئا جو چوڻ لڳا، ”وڃ بابا وڃ! اسان

جو سر نه ڪاٽي، وڃي پنهنجو ڪم ڪر! رلي ڇو مٺا آهيو! پنهنجو گهرگهاٽ ڪونه اٿوَ ڇا؟ اسان ته جهڙا ساڌ گهٽيءَ ڏٺا آهن.“

مطلب ته اهي اهڙا منحوس هئا جو حقون ناحق سنتن جو نرادر ڪري چڙ پون ڪندا هئا. تڏهن گروجن کين چيو،– ”پيارا! شل اتيئي شاد آباد ۽ وسندا رهو.“ ائين چئي اهو شهر ڇڏي اڳتي وڌيا. وري هڪ ٻيو شهر آيو، جنهنجا ماڻهو ڏاڍي سني سڀاوَ ۽ نيڪ ڪماليءَ وارا هئا. انهن گروجن جو ڏاڍو ستڪار ۽ سيوا ڪئي ۽ صاحبن جي هري ڪيرتن ۾ ڏاڍي پريم سان ساٿ ڏنو، جو هو ٻاڻي به پورو پڪاري ڀڳت هئا. گروجن انهن وٽ هڪ رات رهيا ۽ ٻئي ڏينهن رواني ٿيڻ کان اڳ چوندا ويا،– ”اي پيارا! شل هتان اکڙي وڃو!“

اهو ٻڌي مردانو ۽ سڀڪو ڏاڍا حيران ٿيا ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته صاحبن جا ٻول ته سمجهه ۾ نٿا اچن، سو اها ڳالهه کين ورجائڻ گهرجي. جڏهن ڪجهه پنڌ اڳتي وڌيا ته گروجن کي چيائون،– ”مالڪ! توهانجي اجوڪي ۽ ڪالهوڪي گفتن ته اسانجا واچٽ وڃائي ڇڏيا آهن. جن اسانکي ڏند ڏيکاريا ۽ ڌڪي ڪڍيو، تن کي توهان آسيس ڏني، پر جن مٺو ٻوليو ۽ سيوا ڪئي، تنکي خاني خرابيءَ جو پارالو ڏنوَ! توهانجو اهو انصاف اسانجي دماغ ۾ نٿو وهي.“

نانڪ ديو چيو،– ”پيارا! پهرئين ڳوٺ جا ماڻهو هنيلا هئا ۽ کين وشيه واسنائن جو ڪوڙهه لڳل هو. ڪوڙهه جو مرض ٻين ماڻهن کي به وچڙندو آهي. انڪري اهي پاڻ ۾ هڪ هنڌ ويٺا هوندا ته چڱائي آهي، جو ٻين شهرن کي خراب نه ڪندا، نه ته مرض ۽ دک ڦهلائيندا.“

”ٻئي ڳوٺ جا ماڻهو چندن وانگر هئا. هڪ چندن جي وڻ ڪري پرسان وارا وڻ به خوشبودار ۽ سيتل ٿي پوندا آهن. اهي

ماڻهو پنهنجي ڳوٺ مان نڪري جتي جتي ويندا، اُلي سداچار ۽ هري ڀڳتيءَ جو ٻرچار ڪري لوڪن ۾ سک ۽ شانتي وڌائيندا. اسانجو فرض آهي تہ سڀني جو ڪلياڻ لڳي. اسان آسمس ۽ ٻاراتو بہ ان سبب ڪري ڏاو.

اهو ٻڌي ٻئي همراهہ ماڻ ۾ اچي ويا ۽ چوڻ لڳا:- ”مهاراج توهان ڌليہ آهيو. توهانجي گس مت توهان ئي جاڻو.“

*—*—*—*

## ٣٣- جينين ۽ ٻوڌين سان وارتالاپ

گرو نانڪ پنهنجي ٻيءَ ياترا ۾ نہ رڳو اسلامي پيرن ۽ مولوين کي سچيءَ راهہ تي آندو، پر ٻوڌين، جينين ۽ ٻين پنٿ وارن سان بہ گهڻيئي دفعا وارتالاپ ڪيا، جو اهي هندو جاتيءَ ۾ ڦوٽ ۽ ونڊوڙ وڌائي رهيا هئا. اهي وارتالاپ هتي وستار جي ڀوَ کان لتا ڏجن، پر اهي گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل آهن. گروجن اِنهن ڌرمن جي بنيادي اصولن جو کنڊن نہ ڪيو آهي، پر اُنهن ۾ ڌرم جي نالي جيڪو ڏنڊ ۽ انڌوشواس هلي رهيو هو، تنجي خلافي ڪئي آهي.

ڀڳوان ٻڌ جو مول سدانت آهي ميتري (مترتا- ٻريم) ۽ ڪروڻا (ديا)، پر سندس پوئلڳہ اِهي وساري رڳو گيڙوُ ڪپڙا پائي، گهڻو گهڙيال وڄائي اجائي اڊمبر ۾ زندگي گذارين ٿا. بکين ڏکين جي سيوا بہ نٿا ڪن، پر وڏن وڏن مٺن ۽ سنگهارامن ۾، گوتم ٻڌ جي سولي جي مورتين جي پوڄا ڪرڻ ۽ پاڻ آلس ۽ آرام جي جيوت گذارين ٿا. گوتم ٻڌ جي اهنسا سڀني جيون سان ٻريم ۽ همدرديءَ جي ڀاونا تي ٻڌل آهي، پر تبيت ۾ ڪيترا ٻوڌي جيتوڻيڪ جانورن کي ڪاليءَ سان ڪهي انجو ماس نہ کائيندا آهن، پر پسونءَ جو ٻوت ۽ نڪ ٻڌ ڪري ساهہ ٻڌ

ڪندا آهن ته اهو ڦٽڪي لڇندي پراڻ ڏيندو آهي ته
اهسڪ ٻـوڏي اُنجو ماس مزي سان وٺي کائيندا آهن. اهو
متوتا ۽ ڪروڙا جي ڪيترو نه اُبتڙ آهي!

ٻوڌي ڌرم وارا تنتر جي ڪريائن ۾ گهڻو پيل آهن ۽ اُنهن ۾ به ڪيترا پنٿ آهـن، جيئن ته مهايان، هين يان وجريان وغيره، جنهجو ڀڳوان ٻڌ جي وقت ۾ نالو به نه هو. لنڪا ۾ جڏهن نانڪ جو ٻوڌين سان شاستراٿ ٿيو هـو، تڏهن صاحبن انهن سڌانتن کي ڪاٽي ڇڏيو هو.

آبوءَ پهاڙ تي گروجن جي، جين ساڌن سان ملاقات ٿي، تڏهن اُنهنجي هلت چلت اهڙي هئي جو ٻڌان اچي وڃي. جين ساڌو پيرن اُگهاڙا گهمندا آهـن ۽ پني ڪري گند ڦٽ کائيندا آهن. انهن لاءِ صاحبن هڪ شبد اُچاريو–

پڳٽ پيتاٽا، اُپڻا ڪمڻا ڪماٽا،
آل مل کائي، سر ڇائي پائي،
مورکه اندي، پت گوائي،
وڻ ناويءَ، ڪڇ ٿاءُ نه پائي.

پيرن اُگهاڙا، پنهنجو ڪيتو لوڙين ٿـا. ڪـن ڇن کائين ٿا ۽ مٿي ۾ ڌوڙ ڇائي پائين ٿا. بنا نام ڌيان جي ڪو ٿر ٿانءُ نٿا پائين يعني ڪنهن منزل تي نٿا پهچن.

جين ڌرم جي آد تيرٿنڪرن ڀڳوان رشڀ ديو ۽ مهاوير جي اهنسا ۽ تياڳ جو مطلب هو ته پنهنجي جيون کي سکي ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪهڙا به ڪشٽ سهو! پـر جيڪي ساڌن ٻوڌ کي ڪپڙو ٻڌڻ، ڪپڙا پائڻ يا اُگهاڙو رهڻ يا ڪيئن وهنجي، اُپواس رکجي يا نه، يا ڪيترن ڏينهن جو ڪهڙي قسم جو رکجي يا تيرٿنڪرن جـي مورتن کي چانديءَ جي رٿن ۾ ڏاڍي اُڌمبر سان وهاري

شهر گهمائڻ وغيره پرپنچ کي ئي پنهنجو ڌرم ڀانئي سمجهيو. جين ڌرم جو پرچار اهين ڪندا آهن جو ٻي سمجهه ڇوڪرن يا ڇوڪرين کي، جنکي ڌرم جي ڪا ساڃهه يا ويچار ڪانهي، تن کي ديکيا ڏيئي سنياسي بڻائيندا آهن ۽ ڪين ڪشٽ دايڪ نيمن ۾ ٻڌندا آهن. هو پرماتما جي ڏنل هن سرير روپي مندر کي اجايا ڪشٽ ڏيندا آهن، مثلن وشواس اٿن ته لچڪٽيءَ سان ڇڪي وار پٽجن ته جيئن ايذاءُ اچي، وڏا وڏا اپواس رکجن. ڪي ڪي جين ساڌو يا ساڌيون هزارين ميل پيرين اگهاڙو پنڌ ڪري پاڻ کي ڪشٽ ڏيڻ ۾ ڀڄ سمجهندا آهن، جنهن مان ٻئي ڪنهن کي نه سک ملندو نه آهي.

گرو نانڪ انهن کي سندن ڌرم جو مول تتو گيان سمجهايو ته سرشٽيءَ جي سرجنهار ست ڪلتار کي نه وساريو. سڄو سنسار بس اُن هڪ جوتيءَ روپ آهي ۽ اُن سان پريم ۽ سيوا ڪرڻ گهرجي. سنسار روپ پرماتما کي ڇڏڻ جي ضرورت ڪانهي. هو سرووياپڪ، گهٽ گهٽ ۾ موجود آهي ۽ اُن کي پائڻ لاءِ مت مائٽ ڇڏي ساڌو سنياسي يا يکشوُ ٿيڻ جي ضرورت ناهي. انيڪ نيمن جا جنجال اجايا آهن.

نانڪ ديو انهن کي پنهنجا اصول ٻه ٻڌايا ته سچو ڌرم آهي ديا ۽ سنتوش. ٻين جيون لئي ديا ڪريو ۽ پاڻ سنتوش ۾ رهو. ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي رهو. اُن جا لک لک ٿورا مڃيو ۽ شڪايت نه ڪريو!

وهدوار ۾ ماڻهو اُن جي اُلٽو هلن ٿا. هو پاڻ لئي ديا ڪن ٿا ۽ ٻين کي سنتوش ۾ رکڻ چاهين ٿا. ڪنهن دکي انسان کي بک ۽ بيماريءَ ۾ ڏسي رب جي رضا يعني سنتوش ۾ رهون ٿا ته هو پنهنجي ڪرمن جو ڦل ڀوڳيندو ۽ اسان ڪنهنجو ليکو ميٽي

نٿا سگهون. هن جو ڪشٽ ميٽڻ لاءِ اسان جي دل ۾ دَيا ۽ همدردي ڪانهي.

اهوئي جي اسان ڪشٽ ڀاڃون ٿا ته پاڻ تي ديا ڪريون ٿا، ڀڳوان کي ڏوراپا ڏيون ٿا ۽ ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي رهي ائين نٿا چئون ته جهڙي رکي تيئن واهه واهه! اُن وقت رنج ڇڏي، پرشارٿ ڪندا سين ته زندگيءَ ۾ پرم شانتي ايندي. ديا ڌرم جو مول آهي. ٻين تي ديا ڪري اُنهن جو دک درد ميٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ، پرڀوءَ جي پوڄا ۽ ڀڄ آهي. پرڀو پراپتيءَ جو اهوئي رستو آهي.

نانڪ ديو جا اهي وارتالاپ، ٻوڌين ۽ جينين سان گهڻني جڳهين تي ٿيا، تن جو تاتپرج هتي ڏنو آهي. اُنهن مان ڪن سندس اُپديش موجب پنهنجو جيون سڌاريو ۽ ڪي پنهنجي روزگار يا ٻين سببن ڪري پنهنجي اڳلي ڪرت قائم ڪري ويٺا.

*—*—*—*

## ٣٤- لنڪا ۾ سندرين جو اُڌار

گهٽيئي جهنگل، وندياچل ۽ نيلگري پربت لتاڙي نانڪ ديو ۽ سندس ٻه ساٿي ڪيرل ديش ۾ پهتا. اُتان هو راميشور تيرٿ جي وڏي ڌام تي آيا. اُتي جي پنڊتن ۽ پوڄارين کي گروجن سمجهايو ته پٿر يا واريءَ جي لنگ جي پوڄا، آرتي ۽ ڀوڳ لڳائڻ جا اُپايا ڪم ڇڏي ست ڪرتار سان لنءَ لڳايو ۽ اُنهي ڀڄن ڪيرتن ڪندءَ ته پرم آنند ۽ شانتي پراپت ٿيندوَ. پر هو ويچارا پنهنجو ڌندو ڪيئن ڇڏين؟

راميشور کانپوءِ ڪامورن جي ٻيٽ تان گروجن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي وڃي لنڪا پهتا. اُن وقت اُن ملڪ جي هڪ ڀاڱي تي

شوناڀ نالي راجا راڄ ڪندو هو. نانڪ ديو جو هڪ شردالو ڀڳت منسک هو، جيڪو صاحبن جا شبد لکندو ويندو هو ۽ پاڻ به ڏاڍي پريم سان ڳائيندو هو. هو لاهور ۾ وڏو واپاري هو ۽ پنجاب جي پئداش ڪٺي ايندو هو ۽ بدلي ۾ لنڪا جو مال وٺي ساڳين ٻيڙين ۾ واپس ويندو هو. هڪ دفعي سمنڊ ۾ اڇي طوفان لڳو ۽ ٻيڙو ڏانوان ڊول ٿيڻ لڳس. ٻڏڻ گرمک منسک پنهنجو انت ويلو ڏسي نانڪ ديو کي سچيءَ دل سان پڪاريو. ٿوريءَ دير ڪانپوءِ طوفان گهٽجي ويو ۽ هو سلامتيءَ سان اچي لنڪا پهتو. هنجي گروجن لي شردا ڏاڍي وڌي ويئي.

لنڪا جا ڪيترا ماڻهو مورتي پوڄا ۽ ٻيا ڪرم ڪانڊ ڪندا هئا پر ڀائي منسک سلطانپور ۾ گروجن وٽان جيڪا سکيا پرائي هئي، ان موجب هو امبرت ويلي اٿي صاحبن جي باڻيءَ جو جپ ۽ ست ڪرتار جو ڌيان ڪندو هو. هو غريب غربن ۽ سادو سنتن کي کارائي پوءِ پاڻ ڀوڄن ڪندو هو. راجا شوناڀ ٻڌو ته منسک جهڙو ڌرماتما واپاري، جيڪو اسان وانگر هندو آهي، سو پوڄا پاٺ ۽ آرتيءَ کي نٿو مڃي ۽ ڪن شبدن جو ڪيرتن ڪريٿو ته هن کيس پاڻ وٽ گهرايو ۽ ساڻس گيان گوشٽي ڪئي. منسک جي واتان گروجن جا شبد ۽ سدانت ٻڌي راجا شوناڀ کي ڏاڍو آنند ۽ سک مليو. هنکي نانڪ ديو لاءِ ڏاڍو صدق جاڳيو ۽ هو کين پنهنجو گرو مڃڻ لڳو. هنجي راڄ ۾ ٻڌ ڌرمين ۽ ڪرم ڪانڊي برهمڻن جو زور هو ۽ هو پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. راجا انهن ٻنهي مان بيزار هو ۽ ان حالت ۾ هن کي گرومت ۾ ڏاڍي شردا جاڳي.

راجا شوناڀ جي ڏاڍي مرضي ٿي ته هو پنجاب وڃي گروجن جو درشن ڪري، پر منسک چيس ته توهانکي پنهنجو راڄ ڪاروبار ڇڏي صاحبن وٽ وڃڻ جي ضرورت نه آهي جو

هو ڄاڻي ڄاڻهار آهن ۽ اوهانجي سڄي سڪ هنڪي چڪي
هئي آڻيندي.

انترجامي ڄاڻ، سامي سڀني ڪي،
رکي سڪ اندر ۾، ڀڳتي ڪرڻ ڀڳ ساڻ،
نه نماڻن جو ماڻ، ٻرچي ڪرڻي پالهڄو.

مدسڪ واپس پنجاب هليو ويو ۽ راجا گروجن جو انتظار ڪرڻ
لڳو. هنجي شرڌا ڏسي ڪيترا لڳ ساڌو ٻاڻڪي نانڪ ديو سڏائي
راجا وٽ آيا ۽ هنڪان گهڻوئي ناڻو ۽ مال چانگي ويا، پر هنجي
جگياسا پوري ڪري نه سگهيا نه اُنهن جو ٻول پڌرو ٿي پيو.

اهو ڏسي راجا شوناڀ فرمان ڪيو ته جيڪو به ساڌو پاڻ
کي نانڪ ديو چوائي، تنهنجي پوري پرکيا ورتي وڃي. هن
جي خدمت لاءِ نازنخري وارين سندر داسيون موڪليون وينديون
هيون. سٺا نامسي طعام، عطر ڦليل ۽ حسين نچڻ وارين جي
رنجهائڻ ۾ لڳ ساڌو ڦاسي پوندا هئا. اهي لوڪتالي ساڌو نه
چاهيندا هئا من موهڻي مومل، بسترو نرم ۽ انهي پهر آغوش گرم.
اهڙيءَ طرح پاکنڊين جا وکا پڌرا ٿيندا هئا نه راجا نراس ٿي
پوندو هو.

نانڪ ديو لنڪا ۾ پهچي راجا جي باغ ۾ ڏيرو ڄمايو. راجا
کي خبر پيئي ته نانڪ جي نالي هڪ وچترو ويس ڌاري سنت
آيو آهي، جنهنجي مڌر ڪيرتن تي ڏاڍي خلق ڪٺي ٿئي ٿي.
راجا نه گهڻني دوکيباز ساڌن کان لڳجي چڪو هو، انهن دستور
موجب هن گروجن جي به جانچ ڪئي. هن نامسي ڀوڄن ۽ شراب
موڪليو نه گروجن اهو واپس ڪري چيو ته اسانکي نه ساڌو
روئلو کهرجي. تنهنکانپوءِ راجا جي حڪم سان باغيچي مان
سيني کي ڪڍيو ويو ۽ من موهيندڙ نازنين گروجن وٽ آيون
۽ نالا پرڪارن جا ناز نخرا ڪري کين رنجهائڻ لڳيون. پلا پرف

جي برسات جو پربت تي ڪهڙو اثر ٿيندو! انهن خوبصورت ٻلائن کي جيڪي جيلا هلائڻا هئا سي هلايائون، ۽ گروجن پنهنجي شانت ۽ نرليپ ڀاونا ۾ اچل مشڪندا رهيا. انهن سندرين چيو، ”هي من موهيندڙ مهاتما! توهان جنهن ڀڳوان جو ڌيان ڪريو ٿا، تنهن اسانجي جوڀن ۾ عجيب لطف رکيو آهي ۽ اهو توهانجي اڳيان حاضر آهي.“

تڏهن گروجن هي شبد اچاريو:-

ٻن ۾ ڌن سينگاريئي، جوڀن باد خوار،
نا ماڻي سک سيجڙي، ٻن ۾ باد سينگار،
دک گهڻو ڏهاڳڻي، نا گهر سيج ڀتار.
(تيسري راڳ اشٽپدي - ٩)

”توهانجا اهي سينگار، پتي پرميشور کانسواءِ اجايا آهن ۽ اهو جوڀن به خراب خوار ڪرڻ وارو آهي. اُن پريتم کانسواءِ، اهي سينگار ۽ جوڀن سان به سيج جو سک نه ماڻينديون يعني پرماتما جي ملڻ جو آنند نه ملندوَ! جيڪا پريتم پرماتما کان وڇڙيل ڏهاڳڻ آهي، تنهنکي ڏک گهڻو آهي جو انجي انتهڪرڻ روپي سيج تي ڀتار ڪونهي.“

سندرين چيو، ”هي سندر سوامي! اسان ٻئي ڪنهن پتي پرميشور کي نه ٿيون ڄاڻون. توهانجي هيءَ موهيندڙ صورت ڏسي اسان توهانتي هرڪ هاري ويٺيون آهيون. توهان اسانجي سرير کي انگيڪار ڪري اسانجي مراد پوري ڪريو ته توهانکي به سرڳ جهڙو مزو ملندو.“

صاحب جواب ڏنو، ”اي پترئون! ستنام جو سمرڻ ڪريو ته سچو سک ملندوَ. اهي وشيه وڪار توهانکي لوڪ پرلوڪ ۾ خراب خوار ڪندا. پنهنجي امولڪ مانک جنم کي هري ڪيرتن سان سڦلو ڪريو!“

ڪامڻيون چوڻ لڳيون.- "اي مهاتما! اسانجي ننڍيان وڏا
وڏا سمت ۽ امير ماڻهو ته ڇريا آهن ۽ اسانجي هڪ اشاري تي
سڀ ڪجهه ڏيڻ لاءِ تيار آهن، پر اسانجي دل تـوهان ۾ اٽڪي
وئي آهي. ڪريا ڪري اسانجي دل ٺاريو!"

اُنوقت صاحبن هي شبد چيو.-

"جڳ ڪئوُنا نام نهين چيت، نام بسارو گريءِ ديکه پيت،
مدونا ڏوليءِ چيت انيت، جڳ سڱ توڻي جهوٺ پريت."

"جڳ جا ماڻهو ڪانوَن مثل آهن، جو چت ۾ نام نٿا رکن
پر وشيه واسنا روپي گندگي کون ٿا. انهنجو چت خراب واسنائن
۾ ڏولي-پنڪي ٿو. اهڙي جهولي جڳ سان مان پريت ٽوڙي آهي.

ڪامني چاهي سندر پوڳ، پان ڦول ميٺي رس روڳ،
کيليءِ بگسي ليتي سوگ، پرڀ سرڻاگت ڪيئس هوگ.

"ڪامني سندر پوڳ چاهي ٿي، پريان گل مٺا سواد روڳ
آهن. جيترو اُهنڪي ماڻيو ۽ رنگ روپ ڪيا، اوترو شوڪ ٿيندو
پر پرڀوءَ جي شرڻ وٺڻ سان ڪجهه نٿو ٿئي."

سندرين ٿي گروجن جي اُپديش جو گهڻو اثر ٿيو پر راجا جو
حڪم ياد ڪري هـو ووي به گروجن کـي پرپائڻ لڳيون. تڏهن
گروجن هي شبد اُچاريو.-

गाछहु पुत्री राजकुआरि । नामु भणहु सचु दोतु सवारि ।।
प्रिउ सेवहु प्रभ प्रेम अधारि । गुर सबदी बिखु तिआस निवारी ।।
मोहन मोहि लीआ मनु मोहि । गुर कै सबदि पछाना तोहि ।।
नानक ठाढे चाहहि प्रभू दुआरि । तेरे नामि संतोखे किरपा धारि ।।
(बसन्त राग असटपदिआ)

"هي پتري! هي راجڪماري! وڃو! وڃـي نام جپيو ۽ سچ
جو سينگار ڪريو! پياري پرڀوءَ جي سيوا ۽ پـريم ڪريو! گروءَ

جي شبد سکيا موجب وشين جي اڳ مٺايو! منهنجو من نه موهن موهي ڇڏيو آهي ۽ اُهو اڙيو پيو آهي. مان گروءَ جي شبد سان ٺهڪي سڄاڻو آهي. نانڪ پريوءَ جي در لئي بيهي اها ارداس ڪري ويٺو، اي ڪرپا جا ساگر منهنجا خاوند! تنهنجي نام سان مونکي سنتوش ملي، ٻيو ڪجهه نه گهرجي.“

جڏهن اهي سندريون سڀ حيلا هلائي ٿڪيون، تڏهن چيائون،- ”هي سچا ستگرو! اسان نه توهانکي راضي ڪرڻ آيون آهيون.“ تڏهن صاحب هنن کي چيو ته،- ”جي توهان مون کي پرسن ڪرڻ ٿيون چاهيو ته شانت چت ٿي پلٿي ماري ويهو. پرماتما جو ڌيان ڪريو ۽ مونسان گڏجي هري نام جي ڌن لڳايو!“ اهو ٻڌي هو نانڪ ديو جي چرڻن تي ڪري پيئون ۽ نام دان وٺي نهال ٿيون. مطلب ته جن سونهي جي گهاگهرين ۾ ڪام واسنا جو روڳ پيدا هو سو ڪڍي، صاحب رام نام جو امرت پيئو ۽ انهن جو جيون سڌري پيو.

راجا کي اها خبر پيئي ته حيران ٿي ويو ته جن سندرين ٿي وڏن وڏن تپسوين لوڪن جو من ڊانوان ڊول ٿي پوندو آهي، سي به هن سنت وٽان روحاني روشني پائي پوتر ٿي آيون! تڏهن راجا پنهنجي راڻيءَ ۽ راجڪمار کي وٺي اچي گروجن جي چرڻن تي ڪريو. نانڪ ديو هنن کي پنهنجي نظر سان نهال ڪيو ته هنجي سرير ۽ لوءَ لوءَ ۾ الوڪ آنند ڀرجي ويو. پوءِ ته راجا شوناڀ ۽ سندس گهر جا ڀاتي هر روز نيم سان گروجن جي ستسنگ ۾ اچي لڳا ۽ گروجن جي هر پرڪار سان سيوا ڪرڻ لڳا. راجا کي ڏسي پرجا ۽ راج ڪرمچاري به گروجن جي هري ڪيرتن ۾ اچڻ لڳا. مطلب ته ڌرم جي ڌوم مچي ويئي.

*—*—*—*

## ٣٥- لنڪا ۾ پرچار

لکين لوڪ ٽريا، ملي ساڌ سنگت سان،
وڃي ڀڄي تنين کون، جنين هردي واڪ ڌريا،
سدا رهن ترپيا، سامي سيتل جل جان.

هڪڙي ڏينهن راجا شولاپ گروجن کي چيو- ”اي ستگرو! توهان اهو ئي اپديش ڪيو ته نام سان لنؤ لڳايو ۽ پرماتما جو ڌيان ڪريو، پر راڄ ڪاڄ ۽ سنساري پرپنچ ۾ ته اسانجي من جو لاڙو پريوءَ ڏي نٿو ٿئي. انلاءِ ڪو سولو رستو ٻڌايو.“

صاحبن چيو- ”پيارا! جڏهن سنسار جا خسيس پدارٿ پراپت ڪرڻ لاءِ منش کي ڪيڏي جدوجهد ڪرڻي پوندي ۽ سال لڳي وڃن ٿا ته سڀ، ڪان آتم ۽ امله پرماتما اهين جلدي ڪيئن ملندو؟ انلاءِ ابياس ۽ وئراڳ جي ضرورت آهي. ان ساڌنا ۾ اتاولي ڪرڻ نه گهرجي ۽ گهٻرائجڻ نه گهرجي. سنسار جا وهنوار ڪندي به نام سمرڻ ڪندو رهبو ته اهو نام دل جي اندرئين تهه ۾ گهڙي ويندو ۽ من جو هڪ جزو ٿي پوندو. سوڀر جي هڪ چيتنا اسانکي معلوم ٿئي ٿي ۽ ٻيءَ چيتنا جي اسانکي سڌ نٿي پوي، پر اها چيتنا ڀاڻ وڌيڪ زوردار ۽ اثرائتي آهي. دنيا جو ڪم ڪار، چيتنا جو مٿيون ظاهري تهه ڪندو رهندو، پر اندرين تهه ۾ نام سمرڻ ٿيندو رهندو ۽ من نرمل ٿيندو.

راجا چيو- ”اي سوامي! اهو وري ڪيئن ٿيندو جو ته من ته وشيه واسنائن ڪام ڪروڌ لوڀ اهنڪار سان ڀريل پيو آهي، تنهن ۾ سالڌهه نام سمرڻ ڪيئن ٿيندو؟“

صاحبن چيو- ”پيارا! ڪنهن گهاگهر ۾ گندو پاڻي هجي ۽ تنهن ۾ ٽون صاف پاڻي وجهندو رهندين ته اڳلو گندو پاڻي ٻاهر نڪرندو ويندو ۽ نيٺ آخر وڃي اجوُل جل بچندو. ساڳيءَ طرح شڀ سنڪلپ ۽ نيڪ ڪاريه ڪندو رهندين ته نيٺ تنهنجو

من شڌ ٿيندو. انلاءِ نام سمرڻ ۽ پريوءَ جي پرارٿنا سان لوڪي گهڻي هٿي ملندي. انلاءِ ياد ڪر ته **”انٿر گت تيرٿ مل ڌاءِ.“** نام سمرڻ سان اندر جي تيرٿ ۾ من اشنان ڪري نرمل ٿئي ٿو.“

راجا چيو- ”ستگرو! توهان جيڪي چيو سو برابر آهي، پر منهنجي اندر ۾ وشيه واسنائن جو گند ٽمٽار پيل آهي ۽ اگيان جي اوندهه آهي جو مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته منهنجو ڪو اڌار ٿيندو.“

نانڪ ديو چيس- ”سڄڻ! تون نراس نه ٿيءُ. اهو انترجامي پريو دَيا جو ساگر ۽ سروويا پڪ آهي. تون رڳو اُنکي سچيءَ دل سان ڪوٺ ته هو پاڻيهي اچي سهاءِ ٿيندو. جيئن ٽانڊي جي هڪ چڻنگ سان ڪاٺين جو انبار به جلي خاڪ ٿي ويندو آهي ۽ سورج جي ڪرڻ سان اوندهه پنهنجو پاڻ گم ٿي ويندي آهي، تيئن نام سمرڻ ۽ هري ڪيرتن ڪرڻ سان من جي آرسيءَ جي ميل صاف ٿي ويندي آهي ۽ پنهنجو سچو سروپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي.“

گروجن جو اُپديش ٻڌي راجا پنهنجا ڏن پاڳ سمجهڻ لڳو ۽ سندن چرڻن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو- ”هي ڪرپانڌان! توهان منهنجو اگيان ناس ڪيو. سچ چيل آهي ته **گور بن گهور انڌار، گور بن سمجهه نه آوي.** توهان کي مان پنهنجو تن، من ۽ ڌن ارپڻ ڪريان ٿو. هاڻي توهان مونکي پنهنجي شرڻ ڏيو!“

گروجن چيس- ”اي راجن! اسان تنهنجو تن، من ۽ ڌن سويڪار ڪيو، پر تون جيڪا شرڻ گهرين ٿو سو خيال تو پنهنجي من سان ڪيو. پر تو جڏهن پنهنجو من اسانکي ارپڻ ڪيو ته اسانکي ڏنل شيءِ تون ڇو ٿو ڪم آڻين؟“

راجا چيو- ”هائو سوامي! مولڪان برابر اها غلطي ٿي.“

صاحبن چيس، ”اي پيارا! اها غلطي نه ٿو پهچجي من سان سمجهي وري ته اسانکي ڏال شيءِ واپرائي. تون اها ڳالهه سوچ ته مٺن ناهي، ڪجهه هٿن نهي، ڪجهه آهه نه هورا. جڏهن اها ڀاونا تنهنجي اندر ۾ سمائجي ويندي، تڏهن تون سڀو گيان پراپت ڪندين.“

راجا گروجن جي چرڻن تي ڪري پيو ته گروجن چيس، ”پيارا! شوناڀ! اسان توکي تنهنجو ڌن، من ۽ تن واپس ڪريون ٿا. تون انهنکي اسانجي امانت سمجهي سڀني سان انصاف جي هلت هلج ۽ سڀ، ڪجهه پرماتما جو سمجهي، مان-مان نه ڪج ۽ سالڌه نام سمرڻ ڪندو رهج.“

گروجن جا امرت مه وچن ٻڌي شوناڀ جو جنم سڦلو ٿيو ۽ هو پاڻکي گروجن جو هڪ نماڻو داس چوائڻ لڳو.

ڪيتري پيٽ ڏريان، سامي ساڌ سنگت کي،
هيرا مانڪ موتي، ڪنچن ٿالهه پريان،
پٽ پٽيهر پاپرون، توشا ته ٻر ڏريان،
توڙي صدقي سر ڪريان، تاپڻ پڄي نه پريم رتيءَ سان.

ٻئي ڏينهن راجا شوناڀ، صاحبن کي چيو ته هلي محل ۾ رهو. گروجن چيو، ”اسان فقيرن جو محلن سان ڪهڙو پرلوجن؟ اسان هن آسمان جي ڇت هيٺ ئي آرام ۾ آهيون.“ جڏهن راجا گهڻو ضد ڪيو ته نانڪ ديو چيو، ”چڱو، مان هلندس پر پيدل نه هلندس.“ راجا ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين، ”توهانکي پيدل هلڻ جي ضرورت ئي ناهي. گهوڙا گاڏيون، عاج يا سوني جون پالڪيون يا سوني جي هوڏ سان هاٿي حاضر آهن.“

صاحبن مشڪي چيو، ”مان راجا جي پٺيءَ تي سواري ڪري سڄيءَ مکه بزار مان هلندس!“

راجا وراڻيو، ”حضور اِن کان وڌيڪ خوشيءَ جي ڳالهه

مونلاءِ ٻي ڪهڙي ٿيندي؟ اچو منهنجي پٺيءَ تي ويهو ته سڄو
شهر توهانجي مهر ۽ منهنجو بخت بالا ڏسي."

راجا جي اهڙي شرڌا ۽ سمرپڻ ڏسي نانڪ ديو ڏاڍو پرسن
ٿيو ۽ چيائينس، "اي راجا! توتي ايشور جي مهر ٿيندي جو
نه رڳو توکي ڀڳتيءَ جو املهه خزانو ملندو، پر سڄيءَ لنڪا جي
راجائي ملندي. مان توهانجي محل ۾ نه رهندس، پر انجي نزديڪ
هڪ ڌرمشالا ٺهراءِ، جتي رهي مان هري ڪيرتن ڪندس."

راجا جي حڪم سان جلدي ڌرمشالا تيار ٿي، جنهنجي ايوان
۾ گروجن ستسنگ ۽ ڪيرتن ڪندا هئا. جيترا ڏينهن صاحب
لنڪا ۾ رهيا ته نام ڪيرتن جي ڌوم مچي ويئي. پوءِ راجا کان
موڪلائي گروجن سڄيءَ لنڪا جو دورو ڪيو ۽ پرڀوءَ جو پرچار
ڪيو. لکيل آهي ته لنڪا ۾ رهندي صاحبن "پراڻ سنگلي"
نالي هڪ اڌياتمڪ شاستر جي رچنا ڪئي هئي، جنهن ۾ ڀڳوان
جي شانت نام جو ورڻن آهي ۽ ڌيان سماڌي ڪرڻ جي ترڪيب
به ٻڌايل آهي. آتما ۽ پرماتما جي سروپ جو ۽ نراڪار آڪار
واري سمت ڪرتار جي به وياکيا ڪيل هئي. پر ان پستڪ جا
ڪي حصا گم ٿي ويا ۽ ڪن مائٽن پنهنجا سڌانت انهن وڌا،
تنهنڪري اهو شاستر، گروگرنٿ صاحب ۾ نه وڌو ويو. پر
ڀائي ٻنو واري گرنٿ ۾ اهو پستڪ وڌو ويو آهي.

لنڪا جي اتهاس مان پتو پوي ٿو ته جنهن وقت نانڪ ديو
آيا هئا ته شوناڀپ (جنهنکي وجيه باهو ستون به ڪوٺيندا هئا)
جو راڄ ڪنهن حصي تي هو ۽ باقي ملڪ تي سندس وڏي
ڀاءُ ڌرم پراڪرمي باهو نائين جو راڄ هو. ڊاڪٽر ترلوچنسنگهه
پنهنجي کوجناتمڪ ڪتاب "نانڪ ديو" ۾ لکيو آهي ته لنڪا
جي قديم راڄڌانيءَ انوراڌاپور ۾ پٿر جي هڪ وڏي شلا ملي
آهي، جنهتي سنسڪرت ۾ هدايت اُڪريل آهي.

”ڏرم ٻراڪرمي نائين جي راڄ جي ١٥ سال ۾ هڪ مهان ليٿا نانڪ آچاريہ آيو، جنهنجي اصولن جو راجا تي ڏاڍو ٻرڀاءُ پيو. راجا کيس چيو تہ جيڪڏهن هو سندس ٻوڌي گروءَ ڏرم ڪيرتي استاور کي شاسترارٿ ۾ هارائيندو تہ راجا سندس شش ٿيندو. راجا جي دربار ۾ ٻنهي جو ”پرماتما ۽ آتما“ جي وشيہ تي واد وواد ٿيو، جنهن ۾ ٻوڌين جو گرو جواب ڏئي نہ سگهيو ۽ سڄيءَ دربار نانڪ آچاريہ جي جيت قبول ڪئي.

اُن واد وواد مان درٻاري ٻرهمڻن کي معلوم ٿيو تہ جيتوڻيڪ نانڪ ديو، ٻوڌين وانگر ناستڪ ناهي، پر هو ديوي ديوتائن کي نٿو مڃي ۽ ٻرهمڻ کتري ويش شودر جي جاتين کي بہ نٿو مڃي ۽ سڀني انسانن کي هڪ جهڙو ليکي ٿو ۽ سندن چڱن مندن ڪرمن ڪري کين پدوي ڏيئي ٿو. تڏهن اُنهن پاليءَ ۽ سنسڪرت جي مها ودوان پنڊت ڌرم ڌوڄ کي نانڪ آچاريہ جي مقابلي ۾ آندو ۽ چيائون تہ اُن پنڊت کي پراست ڪرڻ کانسواءِ نانڪ راجگرو ٿي نٿو سگهي.

گروجن ۽ پنڊت جو بہ شاسترارٿ ٿيو ۽ جڏهن مورتي پوڄا، شراڌ ۽ جات پات جي ڳالهين جو پنڊت جواب ڏيڻ ۾ ٿڙيو تہ درٻاري براهمڻن ولي هنگامو مچايو تہ نانڪ آچاريہ هاريو. هو ويچارا اهين نہ ڪن ها تہ سندن پيٽ تي لت اچي ها جو هنن جو گذران عملدارن جي پوڄا پاٺ ۽ ڏکڻا تي هو. اهڙيءَ طرح جڏهن گروجن جي جيت قبول نہ ڪئي ويئي، تڏهن بہ نانڪ ديو هار ۽ جيت کي سمان سمجهي، لنڪا جي ٻين مکيہ شهرن ۾ پنهنجي سڌانت جو پرچار ڪيو. لنڪا جو هڪ بندر آهي باٽيڪالوئا، اُن کان ١٢ ميل پري ڪروڪال ماڊم نالي ڳوٺ ۾ نانڪ ديو جي نالي ڌرمسال آهي، جنهن ۾ ٻرهمڻن ديوتائن جون مورتيون رکيون آهن، پر اِهو پڪ آهي تہ نانڪ ديو اُتي اچي رهيو هو.

راجا ڌرم پراڪرمي ٻاهو جڏهن مئو ته ڪنهن ڪا اولاد ڪانه هئي، تنهنڪري سندس ننڍو ڀاءُ شوناٿ سڏجي، لنڪا جو راجا ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح گروجن جو وردان سڦلو ٿيو. وقت بدلجندو رهندو آهي. وچ ۾ پورچوگيزن زور ورتو ته لنڪا کي اهڙو تباهه ڪيائون، جو ٻڌن ۽ سناتنين جا سڀ مندر ڊاهي پٽ ڪيائون ۽ انهن جي جاءِ تي عيسائي ڌرم جون ديوليون اڏايائون. راجا شوناٿ جي پوين مان هڪ سورمي راجسنگهه پورچوگيزن جو خوب مقابلو ڪيو، پر لنڪا جو اتهاس هن ڪتاب جو وشيه ناهي سو نٿو ڏجي.

*—*—*—*

## ٣٦- ٺڳن جو سڌارو

نانڪ ديو جي زماني ۾ حاڪم پنهنجي عيش آرام يا حڪومت وڌائڻ ۾ لڳل هئا ۽ ڌاڙيلن کي ڪو جهلڻ پلڻ وارو ڪونه هو. مسافري ڪرڻ سخت اهنج ۽ جوکائتو ڪم هو. گروجن جو به گهڻيئي دفعا ڌاڙيلن سان مڪاميلو ٿيو، پر هو هر هنڌ ائين ٿي ٿيو ته صاحبن جي پريم، پگهرجيءَ ۽ مٺي سنگت سان سنگدل ڌاڙيل به ساڌ بڻجي پيا. لوهه پارس سان لڳندو ته اهو به سونو بڻجي پوندو آهي.

نانڪ ديو پنهنجن ٻن ساٿين سميت هلندا هلندا هڪ گهاٽي جهنگ ۾ اچي پهتا، جتي ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو نشان به ڪونه هو، رڳو دل ڏهلائيندڙ شينهن نانگ بلائون هئا. ڀائي سيهوءَ چيو- "سوامي! هيءُ ڪارو ڀيانڪ جهنگ ته خطرناڪ آهي ۽ هاڻي ڪنهن وسنديءَ ۾ هلڻ گهرجي."

گروجن چيو- "پيارا! ڪنهن مهل نرجن خوفناڪ بن به

وسنديءَ وارن شهرن کان گهڻا خطرناڪ ٿيندا آهن. اهڙي
حالتن ۾ ٻرپوءَ جو نالو جيڻ سان منش جو نيٽارو ٿيندو آهي.

ائين ڳالهائيندا هڪ ڳوٺ ۾ اچي پهتا. اتي هڪ ماڻهوءَ
اچي کين چيو، ”اسانجي ڳوٺ ۾ پلي ڪري آيا. منهنجو گهر
توهانجو گهر آهي. رات ٽڪي آرام ڪريو ۽ تڪ پجو.“ هي
ٻيئي وڃي هن جي گهر رهيا. ايتري ۾ ڪي ڄڻا اُن مهمان نواز
وٽ آيا ۽ پاڻ ۾ ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ سس پس ڪري ڳالهائڻ لڳا. هڪڙن
ڪن لائي ٻڌو ته هڪ ڄڻي پئي چيو، ”يار! اڄ ته تو وٽ
سٺي آسامي ڦاٿي آهي. شڪل جو شاهوڪار آهي ۽ ٻه نوڪر به
ساڻ اٿس. هن وٽ ڪو لڪل مال ضرور هوندو. هاڻي هنن جي
رات جو صفائي ڪري ڇڏج ۽ صبوح جو اسان کي مال ونڊي
ورهائي ڏج.“

حقيقت ۾ اُهو ماڻهو هڪ ڌاڙيل هو ۽ ٻيا هنجا ساٿي هئا.
گروجن ڏٺو ته اُن گهر ۾ ڪاٺ ڪهاڙا به گهڻا هئا ۽ ماڻهن جا
هڏا به هئا. اهو ڏسي ميان سيدوءَ چيو ته ”هاڻي ته خدا خير ڪري.“

ايشور ته سداءِ ڀڳتن جي پٺ رکندو آهي. اُن ڌاڙيل سٺ
سٽي ته سندس ٻيئي مهمان ننڊ ۾ غافل ٿين ته هو سندن ڪم
تمام ڪري لڪل مال هٿ ڪري. پر قدرت الاهي ائين ٿي،
جو هو پاڻ ننڊ ۾ اهڙو بي سرت ٿي ويو جو جڏهن اک کليس
ته صبح جو سج چڙهيو بيٺو هو ۽ ڏٺائين ته سندس مهمان
هليا ويا آهن. ايتري ۾ سندس ٻيا ساٿي به آيا ۽ کانئس پنهنجو
حصو گهرڻ لڳا. هن چيو، ”يارو! مان به هميشه جاڳيو آهيان
۽ ڏٺم ته ٻئي مان لنو پڇي ويا آهن. مونکي ته پائي به حاصل
نه ٿي آهي.“ پر هنن هنجي ڳالهه تي اعتبار نه ڪيو ۽
چيائونس، ”تون اسانکي مٺ ۾ ٻنائڻ ٿو چاهين. اشراف ٿي
مال ڪڍ ٻاهر، نه ته اهڙي لاڪ لاهينداسونءَ جو حياتيءَ پر پيو
ياد ڪندين.“

پنهنجن جت جي همراهن جون اهي ڏمڪيون ٻڌي اهو ڏاڙهيل ڏاڍو ششدر ٿيو ۽ ايتري ۾ گروجن ۽ سندن ساٿين کي نديءَ تان اشنان ڪري موٽندو ڏٺائين. هو اُن گهر جي ڏيڍيءَ تي اچي ويٺا. ڏاڙهيل واٽڙا تي هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا ته هي ماڻهو ڪهڙا آهن جو ڄاڻي ٻجهي اسانجي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسڻ آيا آهن. تڏهن صاحبن هي شبد ڳائو ۽ ميان سيدوءَ رٻاب شروع ڪيو. ان مڌر آواز تي ڌوس جا گهڻيئي ماڻهو اچي صاحبن جي ستسنگ ۾ ويٺا.

سرب جوت تيري پسي رهي، جهه جهه ديکا تهه نرهري،
جيون طلب نوار سوامي، انڌ ڪوپ ماڻيا من گاڙ تا.
ڪه کر اُترءِ پار سوامي.

"هي پريو! سڀ ۾ تنهنجي جوت پڪڙيل آهي. جيڏانهن نهاريان ٿو، تيڏانهن تون نرسنگهه (شينهن ۽ ماڻهو=شوخ ۽ رند ۽ سنت) روپ هري آهين. هي سوامي! منهنجي جيون مان چاهنا (ڪامنائون) دور ڪر! مايا روپي انڌي کوهه ۾ منهنجو من ڇهيو پيو آهي، مان ڪيئن تري پار پوندس؟

جهه ڀيتر گهٽ ڀيتر بسيئا، باهر ڪاهي ناهي؛
تن کي سار ڪري نت صاحب، سدا چنت من ماهي.

"جن ماڻهن پريوءَ کي هردي جي تهه اندر وسايو آهي، ان لاءِ ٻاهر ڪجهه ڪونهي. جن جي من ۾ سداءِ پريوءَ جو چنتن آهي، تن جي سار سنڀال، اهو صاحب سداءِ ڪريٿو. (اهو ڏاڙيلن جي اندر جو جواب ڪين ملهو).

آپي نيڙي، آپي دور، آپي سرب رهئا ڀرپور،
ستگرو ملي انڌيرا جاءِ، جهه ديکان تهه رهئا سماءِ.

"هو ٻاڻي ويجهو آهي ۽ ٻاڻي ڏور آهي ۽ ٻاڻي سڀني

۾ ڀرپور آهي. جڏهن ستگرو ملندو ۽ اگيان اندڌڪار دور ٿيندو، تڏهن جيڏانهن نهارجي تو تيڏانهن سمايل نظر ايندو."

حاضران حضور، سامي جاڻ سروپ کي،
اندر باهر ڏهه دسان، سدائي ڀرپور،
جنهن نيڻن ۾ نور، تنهن سنمک ڏسي سڄڻين.

نانڪ ديو چيو:-

بي انت روپ تنهنجا، بي انت تنهنجو نام،
هرهنڌ جوت تنهنجي، بي انت آهه اسرار،
آهين تون هي تون، تون هي تون، تون هي تون.

ائين چوندي چوندي گروجن کي سمادي لڳي ويئي ۽ حاضرين جمنا جي اندر روحاني جذبات جون ڇوليون هلڻ لڳيون ۽ چوطرف آنند ۽ شانتيءَ جو واتاورڻ ڇانئجي ويو. گوٺ وارا سمجهڻ لڳا ته سندن ڀاڳ کليا آهن، جو اهڙو ديوتا پرش پاڻيهي سندن گهر ۾ پڻهي آيو آهي. هنن گروجن لاءِ ڪاڏي پيتي جون شيون آڻي پيش رکيون.

گروجن جي شبدن جو پتر-دل ڏاڙيلن تي به خمار چڙهي ويو. هنن کي يقين ٿي ويو ته هيءُ مهاپرش وڏو ڪلاوان ۽ انترجامي آهي جو اسانجي دلين جا ڳجها راز به ڄاڻي ويو ۽ تنهن هوندي به پاڻيهي اسانوٽ موٽي آيو. هو ڇگن ۽ مندن جيون کي ايشور جو جوڙ سمجهي پيار ڪريندو. هنکي پريوءَ جو وڏو ٻل آهي. ڏاڙيل پنهنجي ڪمن تي پشيمان ٿيا ۽ صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيا ۽ پنهنجا ڏوهه بخشائڻ لڳا. صاحبن چيو:- "اي پيارا! سچيءَ دل جي پڇتاءَ سان ڏٺيءَ جي درگاهه ۾ توهانجا گناهه معاف ٿيندا، پر پاپ سان ڪٺي ڪيل ڌن دولت به ڏيئي دکين جي ڪم آڻيو ۽ نام جو جپ ڪريو!

ڀريئي مت پاپان کي سنگهه، اوهه ڌوپي ناوءِ کي رنگهه. توهانجي هڏيءَ ۾ جيڪا پاپن جي ميل چڙهيل آهي، سا نام جي جپ سان صاف ٿيندي."



ڏاڙيلن، گروجن جي آکيا موجب خيرات ڪئي ۽ محنت جي ڪمائي ڪرڻ لڳا ۽ نيڪ انسان بڻجي پيا. ڏاڙيلن ۽ ڳوٺ وارن جي منٿ تي گروجن ڪجهه ڏينهن اُتي رهي ستسنگ ڪيو. تڏهن ٻاڻي سبهوءَ هي شبد چيو،-

ٻلهاري گور آپڻي، ديُهاڙي سد وار،
جن مانس تي ديولي ڪيءِ ڪرت نه لاڳي وار.

گروجن تان سؤ وار ٻلهار وڃان، جنهن (ڏاڙيلن جهڙن) ماڻهن کي ديوتا بڻائي ڇڏيو.

سيڪو ٺڳ ٻائي، ڪري ڪرم پاپا ٻڙا،
سامي بڻيو ڪو سورمون، سادوءَ جي سانڀي،
ورتي ويد ويچار سان، ممتا مٽائي،
جاڳي واجهائي، ٺاڳي سڄڻ سامهون.

*—*—*—*

## ٣٧- گهٽيئي شهر ۽ سوريءَ مان ڪنبو

لنڪا مان واپس ايندي گروجن مئسور جي مهاراجا ۽ اتان جي پنڊتن سان مليا ۽ شرنگيري مٺ جي شنڪر آچاريه سان به سعدن گيان وارتا ڪئي. نانڪ ديو جي ايڪ ايشور سدانت ۽ شنڪر آچاريه جي مول ادويت اصول ۾ فرق نه آهي، رڳو وهنوار جا ليڪ مختلف آهن. هو سنياسي ٿي سنسار جو تياڳ ڪن ٿا، پر گروجن جو عقيدو هو ته گهٽ گهٽ ۾ اهو وسي رهيو آهي ۽ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي، ”ٻيهه نانا استي ڪنڃن،“ ته هيءَ دنيا ڇا لاءِ ڇڏجي؟ رڳو سڄاڻ ٿي پيکڻيءَ ۽ گيان جا لڙڪ پئي ڏسبا ته سنياس يا سنسار ۾ پرمالما ڏسڻ ۾ ايندو. انلاءِ پئي ڪٿهن ٻيڪ ڌارڻ جي لوڙ ناهي.

جوڳي، سنياسي، بيراڳي، بانيڙ گهڻا،
نانا ٻيڪ جڳت ۾، سيوڙا، اداسي،
لڌي ۾ ڪو هڪڙو، درسن جو پياسي،
جنهنجو ٿئي قاسي، سامي ڪئيو سٽ گروءَ
ڪوڙا ٻيڪ مر پاءِ، پسڻ ڪاڻ ٻرڻ جي،
اڳيون پاڻ صراف ٿي، لون هنر ڪيم هلاءِ،
ملي ساڌ سنگت سان، سامي چاهه چڪاءِ،
اچين پولي پاءِ، ته سهجي ملئي سپرين.

نانڪ ديو، پائي سيهو ۽ سيدو هلندي هلندي هڪ ڳوٺ ۾ پهتا. برسات جا ڏينهن. ان ڳوٺ جي ٻاهران هڪ جهوپڙيءَ ۾ گروجن اچي رهيا. گروجن پنهنجي نيم موجب ڪيرتن ڪندا هئا ۽ پائي سيهو ۽ سيدو رباب هلائيندا ۽ ڳائيندا هئا. ماڻهن جي ڪنن تي مڌر پرلاءِ پيو ته خلق ڪٺي ٿيڻ لڳي ۽ گروجن لاءِ پوجن نه ڪٺي اچڻ لڳا. هڪ واپاريءَ کي ان هري ڪيرتن ۽ پريو پرارٿنا مان ڏاڍو آنند ايندو هو ۽ هن کي ڏسي سندس

پاڙيسري هڪ دڪاندار به هن سان گروجن جي ڪمرن ٻڌڻ لاءِ هليو، پر رستي تي هڪ ٽوالي تي اچي هن جي دل بدلجي ويئي جو چوڻ لڳو ته انهيءَ ستسنگ مان ڪهڙو مزو ايندو! مان ته نچڻ ۽ ڳائڻ وارن وٽ وڃان ٿو.

ائين چئي اهو دڪاندار خراب پاسي ڏي ويو ۽ واپاري هميشه وانگر گروجن جي پڇن ڪيرتن تي ويو، پر وڃڻ کان اڳ پاڻ ۾ ٻولي ڪري ويا ته جيڪو اڳ اچي، سو هتي ٽوالي وٽ ترسي ۽ گڏجي شهر واپس هلنداسين.

دڪاندار اڳ آيو ۽ هڪ پٿر تي ويهي واپاريءَ جو انتظار ڪرڻ لڳو. ويٺي ويٺي هڪ ڪاٺيءَ سان مٽي پٽي کرڙيائين ته هڪ اشرفي هٿ لڳس. پوءِ زمين کي وڌيڪ کوٽيائين ته ڪوئلن سان ڀريل هڪ چاڙو هٿ لڳس.

ايتري ۾ اهو واپاري منڊڪائيندو اُتي اچي پهتو. هن جي پير ۾ هڪ ڪنڊو لڳو هو. اهو ڏسي دڪاندار کلڻ لڳو ۽ چيائين، ”ڏس! مان خراب ڪم ڪيو ته مونکي مهر ملي ۽ تو ڀڳوان جو ڀڄن ڪيو ته توکي ڪنڊو لڳو! هل ته هلي پنهنجي گروءَ کان پڇون ته ڀڳوان جو نام سمرڻ ڪري ائين ڪشٽ ڇو مليو؟“

ٻئي ڳالهيون ڪندا اچي گروجن وٽ پهتا ۽ پنهنجي شڪا ٻڌايائون. نانڪ ديو وراڻيو، ”ڀائي دڪاندار! تو هڪ مهر دان ڪئي هئي ته اُن جي بدلي توکي مهرن ڀريل چاڙو ملڻو هو، پر جيئن جيئن تون خراب ڪم ڪندو رهئين، تيئن تيئن اُهي مهرون ڪوئلا بڻبيون ويون. رڳي هڪ اشرفي جيڪا تو دان ڪئي هئي سا توکي ملي. هن واپاريءَ جا پوربلا ڪم اهڙا ته خراب هئا، جو هن کي ڦاسيءَ تي چڙهڻو هو، پر هن ڀڳوان جو نام ورتو ته سوريءَ مان ڏنڊ گهٽجندو گهٽجندو هڪ ڪنڊو ٿي پيو.“

اهو ٻڌي ٻنهي دوستن کي ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو ۽ آئينده لاءِ
شيءِ ڪرم ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيائون.

اُن زماني ۾ ناٿ سمپرداءِ وارن سڌ جوڳين جو ڏاڍو زور
هو. بيجاپور کان اٽڪل پنجاهه ڪوهه پري هڪ گهاٽو جهنگل
هو، جنهن کي ”ڪجلي بن“ ڪري ڪوٺيندا هئا. اُتي انهن
جوڳين جو وڏو آستان هو. اُن آشرم جو وڏو گرو ڀرٿر هري نالي
جوڳي هو. گروجن اُن آشرم جي ٻاهران وڃي ڊيرو ڄمايو جو
اُها جڳهه ڏاڍي رمڻيڪ هئي. نيم موجب گروجن پنهنجي
مڌر واڻيءَ سان شبد ڳائڻ شروع ڪيا ته سڄي فضا ۾ منڊن
آلاپ جو آنند ڀرجي ويو.

جوڳين ڏٺو ته سندن آشرم جي ٻاهران هڪ وچتر ويس ۾
الوڪڪ آواز وارو سنت ڀڳوان جا گڻ گان ڪري رهيو آهي.
هو ڪيس آدر ڀاءُ سان پنهنجي آشرم ۾ وٺي آيا. اُتي گروجن
سان جيڪو وارتالاپ ڪيائون، سو گرنٿ صاحب ۾ آسا راڳ ۾
ڏنل آهي. هتي اِللاءِ اِئو ڏيان جو اڳيم گورک متي ۾ ٿيل جوڳين
سان ٿيل وارتالاپ ڏنو اٿم ۽ ٽينءَ ڀاڱا ۾ سميرو پربت تي جيڪا
گوشٽي ٿي هئي ۽ لنهڪانپوءِ اچل بٽالا ۾ جيڪو وارتالاپ ٿيو
هو، تن ۾ به ساڳيا ئي سوال جواب ۽ ٻوڳ جون سمجهاڻيون آهن،
اهي پوءِ ڏيندس.

ڪجلي بن کانپوءِ گروجن ڪولهاپور ۾ مهالڪشمي جي پراچين
مندر ۾ آيا، جو اهو به ڀارت جي شڪتي اُپاسڪن جو وڏو
تيرٿ آهي. اُتان نانڪ ديو پنڌرپور ويا، جتي ڀڳوان وشنوءَ
کي ”وٺل“ نالي سان پوڄيندا آهن. اُتي صاحبن ڀڳت نامديو
جي پوٿي کان سندس ٻاڻي ورتي، جيڪا گرنٿ صاحب ۾ چڙهيل
آهي. لنهڪانپوءِ گروجن، احمدنگر آيا، جتي نانڪ ديو جي
چاکڙين جا نشان ۽ آستان آهي.

هلندي هلندي نانڪ ديو گوداوري نديءَ جي ڪناري پنچوٽيءَ ۾ اچي رهيا ۽ ترمبڪيشور مهاديو جو پراچين مندر به ڏٺائون. تنهن کانپوءِ گروجن تاپتي ندي پار ڪري جهوناڳڙهه ۾ مشهور نرسي ڀڳت سان ملاقات ڪئي. پارس جا ٻه مهان ڀڳت هڪ ٻئي سان ملي ڏاڍو پرسن ٿيا.

گروجن پنهنجي ستسنگ ۾ اهائي سمجهاڻي ڏيندا هئا ته سرجڻهار ڪرتار هڪ آهي، جنهن کي رام رحيم ايشور الله وغيره جدا جدا نالن سان ڪوٺجي ٿو. تنهن ڪري هندو مسلمين پاڻ ۾ ڀائرن وانگر محبت سان هلن. صاحبن جي ستسنگ ۾ مسلمانن جو به گهڻو انداز هوندو هو. پنهنجي وڏڙن جي وات نانڪ ديو جي واکاڻ ٻڌي، جهوناڳڙهه جو نواب فيض طلب به سندن ستسنگ لئي آيو ۽ سندن امرت وچن ۽ دين اسلام جو سچو سار ٻڌي، سندن قدمن تي ڪري پيو. هو سڄي عمر گروجن جو شردالو مريد ٿي رهيو ۽ مذهبي تعصب کان پاسو ڪيائين. نانڪ ديو جي مکيه مسلمان مريدن ۾ نواب فيض طلب خان کي به ليکيندا آهن. هن گروجن جي نالي جهوناڳڙهه قلعي جي ويجهو هڪ ڌرمسال ٺهرائي، جتي صاحبن جو ڪلام ڳائيندا هئا ۽ لنگر ۾ هندو مسلمان، امير غريب هڪ پنگت ۾ ويهي کائيندا هئا.

جهوناڳڙهه کانپوءِ گروجن سومنات مان ٿيندا دوارڪا ويا. دوارڪا مان ڪڇ جي ڀڄ ۽ لکپت شهرن ۾ به ستنام جو پرچار ڪيائون. اُتان ٿيندا ڌرينڌر جي ڪاڙي لنگهي نانڪ ديو سنڌ جي امرڪوٽ نگر ۾ اچي پهتا. لکيل آهي ته اُن وقت اُتي ديويءَ جي پوڄا ڏاڍي ٿيندي هئي. گروجن اُتي به اهو پرچار ڪيو ته سڀ ديوي ديوتائون اُن اڪال پرک لئي ٻڻايا آهن ۽ اُن نرنڪار جو ئي ڌيان ڪرڻ گهرجي.

*—*—*—*

## ٣٨- هنگلاج، سنڌ ۽ ملتان ۾

امرڪوٽ ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ ورڻ ديوتا جي اوتار اُڏيري لعل جي به گهڻي پوڄا ٿيندي هئي. سنڌ جي ريگستاني علائقي ۾ جل ديوتا جي پوڄا تمام سياويڪ هئي، نانڪ ديو ۽ ڀائي سيهو ۽ سيدو، سنڌو ندي پار ڪري، ڪيترا بيابان لتاڙيندا، هنگلاج جي تيرٿ تي اچي پهتا. اُن جابلو مندر ۾ هزارين سالن کان هڪ جوالا، اگنيءَ جي لاٽ نڪرندي رهندي آهي ۽ چوطرف غفائن ۽ جهوپڙين ۾ ڪي يوگي پنهنجي سادنا ۾ مگن رهندا هئا. ديوي پراڻ ۽ ٻين شاسترن ۾ ان تيرٿ آستان جي وڏي مهما لکيل آهي. سنڌ ۾ اڪي تيرٿ يا منگهي پير وٽ به اگنيءَ جي لپٽ جهڙا گرم پاڻيءَ جا چشما آهن، پر ساکيات اگنيءَ جون لاٽون رڳو هنگلاج ۾ نڪرنديون آهن.

سنڌ ۾ نانڪ ديو ڏٺو ته هندن تي مسلمان حاڪمن جو ظلم ستم ڏاڍو آهي ۽ لوڪ به مسلماني پيرن فقيرن جي پوڄن ۾ گهڻا قائل آهن، جو ڪانئن تعويذ وٺن ٿا ۽ درگاهن ۽ قبرن جي پوڄا ڪن ٿا. صاحبن سڀني هند ست ڪرتار جي نام جو امرت پيئاري لوڪن کي آتم ڏنو ۽ سداءِ ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ پيو رهڻ، سنتوش ۽ ديا ڪرڻ جو اُپديش ڏنو. سنڌ ۾ مسلماني حڪومت ڪري، هندو ڌرمي شاسترن ۽ سنڌانن جي هندو جنتا ۾ پوڇ ڪانه هئي. صاحبن جي سڌي سنواٽي سهج گيان جو ڏاڍو پرڀاءُ پيو ۽ گرو نانڪ پنهنجي سرل ڌرم جو جيڪو ٻج ڇٽيو، سو وقت پائي وڏي وڻ ٿيو. اڄ به سنڌين ۾ نانڪ ديو لاءِ جيترو صدق ۽ محبتا آهي، سا خود پنجاب ۾ به نه آهي. پنجاب جي هندن ۾ چاليهه سيڪڙو سک هئا ته سنڌ ۾ اسي سيڪڙو هندو سک ڌرم جا شردالو ڀڳت هئا ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ گرنٿ صاحب جو اکاڙو هوندو هو.

سنڌ ڪانپوءِ گرو نانڪ اوچ شريف ۾ اچي پهتا. اهو اسلام جو مکيه مرڪز هو ۽ اتان ٿي سنڌي هندن جا ٽولا سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ ويندا هئا. اتي گروجن شهر جي ٻاهران ڏيرو ڪيو ۽ پرماتما جي مهما جو ڪيرتن شروع ڪيو. مڌر راڳ ۽ ساز تي گهڻي خلق ڪٺي ٿيڻ لڳي ۽ الله تعاليٰ جي صفت جا ڪلام ٻڌي کين روحاني راحت ملڻ لڳي. اهو ڏسي اتي جو مکيه پير احمد حسين جلال الدين، صاحبن وٽ آيو ۽ گهڻوئي بحث مباحثو ڪيائين. جيئن ته اها گفتگو ساڳئي طور طريقي جي هئي جا اڳ گروجن سان حمزا غوث ۽ ميان مٺوءَ ڪئي هئي، انلاءِ هتي اها نٿي ڏهرائجي. پير جلال الدين تي گروجن جو اهڙو ته اثر ٿيو جو هو کين پنهنجو مرشد ڪري مڃڻ لڳو. هن جي پوئلڳن به ان ڳالهه جي سچائي محسوس ڪئي ته هندو مسلمان هڪ پاڪ پروردگار جي پيدائش آهن ۽ هندن کي زور زبردستيءَ سان اسلام ۾ آڻڻ ثواب جو ڪم ناهي.

اوچ شريف ڪانپوءِ نانڪ ديو ملتان اچي پهتا. اتي پرهلاد ڀڳت جو مندر ۽ شمس تبريز جي مزار آهي. انهن ٻنهي مهاتمائن سوين سور سٺا، پر پنهنجو نشچو ۽ وشواس نه ڇڏيو. صاحبن ٻنهي پوتر استانن تي پرڀوءَ جو گڻ گان ڪيو. ملتان ۾ گهڻن فقيرن جي پرمار هئي ۽ انهن مان ڪي ننگا ۽ پاکنڊي هئا، جن جو مذهب سان ڪو واسطو ڪونه هو ۽ رڳو ابوجهن سان جاوا ڪرڻ لاءِ پيري فقيريءَ جو ڏنڊو ڪولي وينا هئا. اتي ڪي الله لوڪ ۽ سچا درويش به هئا، جي خدا جي بندگيءَ ۾ مشغول رهندا هئا پر ڪي ملنگ فقير لماڪ، چرس ۽ گانجي جون چلمون لاهي پيئندا هئا ۽ گهنڊڙين وارن ڏنڊن سان ڀنگ گهوٽي، موج ڪري، اک ڪڪڙي ڪري مست ٿڃي ويهندا هئا.

نانڪ ديو جي ستسنگ تي وڏانءِ خلق ڏسي ملتان جي

مولوين ۽ صوفي فقيرن کي اچي ڏپ لڳو تہ سندن پيريءَ مريديءَ تي اُلٽو اثر پوندو. اُنهن گڏجي، گروجن کي کير سان ٽمٽار هڪ ڪٽورو موڪليو. صاحب اُنهيءَ جو مطلب سمجهي ويا ۽ اُن کير تي چنبيليءَ جو خوشبودار گل رکي واپس ڪيائون. مولوين جو مطلب هو تہ بابا، ملتان اڳيئي مذهبي مولوين ۽ پيرن سان ڀريل آهي ۽ ٻيو ڪو وڌيڪ ماڻهو نہ سگهندو ۽ صاحبن جو جواب هو تہ مان سيني کان ارالو رهي اُنهن ۾ سڳنڌ پرائيندس.

گرو نانڪ جو جواب ٻڌي ملتان جا مذهبي واهہ واهہ ڪرڻ لڳا ۽ اُتان جا مشهور مولوي ۽ اولياءَ پير حق شاهہ، ڪوڪل الدين ۽ ٻيا صاحبن وٽ آيا ۽ سندن سڌائت ۽ وحدت جو اُپديش ٻڌي، انهن جا شردالو مريد ٿي پيا. اُنهن مان پير بهاالدين کي تہ اهڙو صدق هو جو هو ڪرتارپور ڏي مخاطب ٿي نماز پڙهندو هو ۽ چوندو هو تہ اي دوستو! مونکي نانڪ ۾ خدا جو نور ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ خدا جي طرف عبادت ڪري رهيو آهيان.

*—*—*—*

## ٣٩- ڪوڙهيو شهہ سهاڳڻ

ملتان جي ويجهو هڪ شهہ سهاڳڻ فقير جي درگاهہ هئي. هو چوندو هو تہ هرڪنهن چنڊ رات، خدا تعاليٰ مونسان اچي ميلاپ ڪندو آهي. هو چنڊ رات جو سيني ماڻهن جي روبرو ڳهہ ڳنا ۽ ٻرقعو پائي پنهنجي جاءِ ۾ گهڙندو هو ۽ ڪنهنکي اندر اچڻ نہ ڏيندو هو. اُن وقت گهڻيئي ماڻهو اچي ڪٺا ٿيندا هئا ۽ ڪيس منت ميڙ ڪندا هئا تہ هو سندن مرادون ۽ مطلب خدا تعاليٰ کان پورا ڪرائي ڏي. اُن وقت هو شهہ سهاڳڻ کي گهڻيئي مال ۽ نذرانو ڏيندا هئا ۽ مراد پٺي وڌيڪ مال ڏيڻ جي باس بہ باسيندا هئا. قدرتن پاڻمرادو جنجي آس پوري ٿيندي هئي، تن مان بہ شهہ سهاڳڻ کي گهڻو اُپراسو ٿيندو هو.

گروجن انهيءَ پاکنڊ جي اوگھڙ ڪرڻ لاءِ ۽ ماڻهن کي ڀرمن ۽ سنسن مان آجو ڪرڻ لاءِ شاهه سهاڳڻ جي درگاهه ڀرسان وٺي پنهنجو راڳ ۽ ڪيرتن شروع ڪيو. صاحب جي مڌر آلاپ تي شاهه سهاڳڻ جا شردالو چوطرف اچي ويٺا. انهن کي اهڙو رس ۽ آنند آيو، جو اکيون ٻوري ويٺائي رهيا ۽ شاهه سهاڳڻ وسري ويا. صبوح جو فقير در کولي ڏٺو ته نذرانن بدلي ڪک پن پيا هئا. حيران ٿي مريدن کان پڇيائين ته سڄ ٻڌس ته رات هڪ راڳيندڙ وٽ وڃي ماڻهو ڪٺا ٿيا ۽ اُتان ٿي گهر هليا ويا. شاهه سهاڳڻ کي جڪ ته ڏاڍا لڳا ۽ هو ٻيءَ چنڊ رات جو انتظار ڪرڻ لڳو.

نانڪ ديو ۽ سندس ٻن ساٿين اُن درگاهه کان ٿورو پري، ديالپور ڳوٺ جي ٻاهران اچي هڪ جهوپڙيءَ جو دروازو کڙڪايو. اُها جهوپڙي هڪ ڪوڙهيءَ جي هئي، جنهن کي ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏيو هئائون، جو هن جي بدن مان روڳ پيو وهندو هو ۽ بدبوءِ پيئي ايندي هئي. اُن ڪوڙهيءَ دروازو کولي گروجن کي چيو- ”مهراج! توهان ڀلجي هتي آيا آهيو. جهنگل جا جانور به منهنجي ويجهو نه ايندا آهن. انسان ته هيءُ رستو به نه لنگهندا آهن ته متان ڪين منهنجي بيماري نه وچڙي وڃي! توهان ڳوٺ جي شاهوڪارن جا آرامده گهر ڇڏي، هن گنديءَ جهڳيءَ ۾ ڪيئن ٿا رهڻ چاهيو!“

گروجن چيو- ”اي پيارا! تو اڪيلائپ ۾ هيئن پڪاريو: آهي ڪو، آهي ڪو، جنهن کي مان ٻڌان، ٻوليان ۽ ڏسان. تون دلگير نه ٿيءُ! سڀني جو اُهو ڪلتار، قربدار آهي جو سدائين سڀ جو سڏ اونائيندو آهي. تو ۾ ۽ مون ۾ اُنهيءَ جي جوت ٻولي، ٻڌي ۽ ڏسيئي. اُن ئي اسانکي تو وٽ اچڻ جي پريرڻا ڏني آهي.“

اُهو ڪوڙهيو صاحب جا وچن ٻڌي، گد گد ٿيو ۽ چيائين،-

”اي ملائڪ فرشتا! اڄ ڪي منهنجا پورهيا پنج ڪليا آهن، جو توهان جهڙو ديوتا پاڻيهي منهنجي گهر پيهي آيو آهي. ننڍپڻ کان سيني مونکي نفرت سان ڏٺو آهي، پر توهان منهنجا ڳرندڙ گندا انگ ڏسي به مونکي ’پيارا‘ ڪوٺيو! توهان جيءُ آيئه، نيچ آيئه.“ ائين چئي اُن ڪوڙهيءَ جي اکين مان آب اوتجڻ لڳو.

صاحبن چيوس- ”اي پيارا! سيڪو جيڪو پنهنجي ڪرمن انوسار چڱو يا مندو ڪنيتو ۽ خاوند جيڪا سزا ڏيئي، سو انهي رضا سمجهي مڃي ڪري ڀوڳيندو. پڇتاءُ ۽ پرارٿنا ڪريندو ته اهو ديا جو ڀنڊار هنجا ڏک درد ڪٽي ٿو. تون اسانجو فڪر نه ڪر! اسان اُن ڀاڄهاري جا ٻڌا آهيون ۽ تو ساڻ رهنداسين.“

ڪوڙهيءَ چيو- ”اي مهاپرش! مان ته ڏينهن رات روئي روئي موت کي پڪاري رهيو آهيان ته هن عذاب جي زندگيءَ



مان آجو ڪري، پر موت جو ملائڪ به منهنجي ويجهو نٿو اچي.“

گروجن چيس- ”پيارا! تون دلجاءِ ڪر **سرب روڳن کا اوشد نام**. تون پرماتما جو نام جپڻ شروع ڪر!“

تڏهن صاحبن ڏناسري راڳ ۾ ايشور جي اُستتي ڪرڻ شروع ڪئي جا گرنٿ صاحب ۾ ڏنل آهي. اُن ڪوڙهئي به گد گد ڪنڌ سان پرڀوءَ جا گڻ ڳاتا. گروجن اُن ڪوڙهئي کي پيرن ڌوئڻ ۽ هٿن سان مالش ڪرڻ لڳا. اڄڪلهه پيشيورن جي مالش سان به ڪيترا لاعلاج مرض ڇٽي وڃن ٿا، هي ته صاحبن جا سنجيونيءَ مثل پريم ۽ ٻاجهه جي امرت سان ڀريل سڳورا هٿ هئا! جنهن گروديو جي درشن سان ئي درد وند لوڪ آنند ۽ شانتيءَ ۾ ٻوڙجي ويندا هئا، تنهن جي قرب سان ڪيل مالش سان ڪهڙو به اوکو ڪم آسان نه ٿيندو! اهو ڪوڙهيو اهڙي سندر سمرٿ صاحب جي پالنتي اهڙي ممتا ۽ محبت ڏسي زارون زار روئڻ لڳو ۽ اُنهن لڙڪن ۾ هن جو گندو مرض ڌوپجي ويو. هن حيرت ۾ ٻڏجي پنهنجو نئون نرمل سرير ڏٺو ۽ نانڪ ديو جي چرڻن تي ڪري پيو.

جيئن هريو درخت، ڇايا ڦل ڦول سک ڏئي،
تيئن سڀ ڪارج ڪري، پاڳولي ڀڳت،
رکي نه رليءَ جيترو، مايا موهه ممت،
عين ايبد اُپرت، سامي رهي سياڳ ۾.

ديالپور جي اُها جڳهه جتي اُهو ڪوڙهيو نوبنو ٿيو، سو آستان تيرٿ سمان پوتر ٿي پيو. اڄ اُن جهرڀڙيءَ جي جڳهه تي هڪ شاندار گردوارو آهي، جتي ڀڄن ڪيرتن سان ياترين کي شانتي ۽ آنند جو پرساد ملندو آهي.

نانڪ ديو اُن ڪوڙهئي کي چيو، ”پيارا! لوڪن جي ڪو ماڻهو پڇي ته تنهنجو مرض ڪيئن ڇٽو، ته تون چئج ته مونکي شهه سهاڳڻ ڇٽايو، نه ته ماڻهو اچي اسانکي کپائيندا.“

ڪوڙهئي کي نئون بدن ڏسي ماڻهو وائڙا ٿي ويا ۽ وري جو ٻڌائون ته اهو اسرار شهه سهاڳڻ ڪري ٿيو آهي ته هو سندس

جهڙ جهنڪار ٿيڻ لڳا ۽ ڪيس وڏيڪ نذرانا ڏيڻ لڳا. شاهه سهاڳڻ ٻيرس ۾ پهچي ويو ۽ اُن ڪوڙهيءَ کي قسم وجهي سڄي حقيقت معلوم ڪيائين. هو نانڪ ديو جي ايڏي وڏي حڪمت ۽ فراخدلي ڏسي نهايت پشيمان ٿيو. هو وڃي صاحبن جي چرڻن تي ڪريو ۽ زار زار روئڻ لڳو- ”اي خدا جا ولي! مان وڏو پاکنڊي ۽ گنهگار آهيان. مان توهانجي شرڻ آيو آهيان. منهنجا گناهه معاف ڪريو!“

گروجن مٿس ديا جو هٿ ڦيري چيو- ”شاهه سهاڳڻ! فقير ٿي ڪري ماڻهن کي ڀيلائڻ ۽ ٺڳڻ جو گناهه توکي دوزخ ۾ ڌڪلي وجهي ها، پر سچي پڇتاءُ ڪرڻ توکي ڌڻيءَ جي درگاهه مان معافي ملندي، پر شرط اهو آهي ته تون پاڻ ۽ ٻين کي سچي پروردگار جو نام جپائيندو رهه! تو هن وقت سوڌي شاهه سهاڳڻ جو ڪپٽ ڪيو آهي، هاڻي تون خاوند سان لنوَ لڳائي سچي سهاڳڻ ٿي ڏيکار!

”اي پيارا! تون سچي سهاڳڻ تڏهن ٿيندين، جڏهن وشين واسنائن جي شوقين مان روح پرائي ٿيءَ جي پوءِ پنهنجي اصل شهه يعني پروردگار سان لنوَ لڳائيندين. ماڻهن کان ملندڙ اهي مال ملڪيا ۽ واهه واهه ڪرائڻ جي چاهنا ڇڏي ڏي ۽ سانده اُن پريتم سان عشق لڳائي اُن کي رجهاءِ. گهڻيئي درويش پاڻ کي خدا سان پهتل شهه سهاڳڻ چوائين ٿا، پر جن ممتا سان پوپل من سان ياراڻي نه ڇڏي آهي، سي سڪتا نه گهرڻ ۾ گٺل آهن.“

سيڪا ڇڪي ڇڪ، ته آءُ سهاڳڻ شاهه جي،
ممتا مڙالي من جي، ڪا ورلي ملي هڪ،
جنهن ڇڙهي سکڇت سيج تي، سامي لاٿي سڪ،
ٻيون سڀ ڇٽن ڇڪ، سمجهه ورالي سکڻيون.

جنهن من ڏيئي، ٻرڀن ريجهايو ٻانھجو،
سا سهجي سهاڳڻ ٿي، ٻرڀن ڳل پيئي،
مٺن ساڻ مرم جي، سوڀهون سيئي،
ٽاريائين بيئي، سامي پيڪا ساهُرا.
(مرم= گيان، پيڪا ساهُرا= هي لوڪ ۽ پرلوڪ)

شھ سهاڳڻ چيو- ”اي منھنجا مرشد! برابر مان پنھنجي خاوند الله تعاليٰ کي وساري، دنيوي مال سان پيارائي رکي آهي. مونکي سچي شھ سهاڳڻ ٿيڻ جو رستو ٻڌايو!“

نانڪ ديو لڏهن هي شبد اُچاريو-

جاء پڇهه سهاڳڻي واهي ۽، ڪني بالي شھ پائيئي،
جو ڪڇهه ڪري سو ڀلا ڪر مانيئي، حِڪمت حُڪم چڪائيئي،
جا ڪئي ٻريم پدارٿ پائيئي، تھ چرڻي چِتُ لائيئي،
شھ ڪهي سو ڪيجيء، تن من ڏيجئي، ائسا ٻرمل لائيئي،
ايوَ ڪهھ سهاڳڻي، ڀئڻي اِلي باتي شھ پائيئي.

”وچي پڇ سهاڳڻين (سڌن) ڪان تھ ڪهڙين ڳالهين ڪري پتي پرماتما ڪسي پاتو اٿوَ؟ (جواب) جيڪي اهو خاوند ڪري سو چڱو ڪري مڃجي ۽ پنھنجي حڪمت يا حڪم نھ هلايو يعني انجي رضا تي راضي رهو. جنهن ڪم ڪئي پريم پدارٿ ملي، تنھنجي چرڻن ۾ چت لڳائجي. جيڪي اهو گهرت چوي سو ڪجي. اُن کي تن من ڏجي ۽ اهڙولي پريم روپي چندن لڳائجي. سهاڳڻيون ائين چون ٿيون تھ اي ڀيڻون! انهن ڳالهين سان پتي پرماتما کي پائجي ٿو.“

سهاڳڻ سينگار، ڪري ڪهن ڪلپت جا،
ٻرچي ٻانهجي ٻرين ۽ سان، لاٿي جنهن لنوَ ٽار،
الٿي ٻهر اندر ۾، سامي رکي سنبار،
ٻوڄي ٻوڳهه اپار، ٿان ٻي رهي الپ آڪاس جان.

صاحب جي وچن جو شهه سهاڳڻ تي اهڙو اثر ٿيو، جو هو
سڀ دوڪا دولاب ڇڏي، نام جپي نهال ٿيو. هو سدائين چوندو
هو ته منهنجو مرشد نانڪ شاهه، مونکي پنهنجو گولو بڻائي، خدا
سان ملڻ جي واٽ ڏسي ويو آهي.

*—*—*—*

## ٤٠- ياترا ٣، ڪشمير ۽ سميرو پربت تي

ملتان ڪانپوءِ نانڪ ديو پنهنجي ٻي ياترا پوري ڪري، اول
پنهنجي ڀيڻ نانڪيءَ سان ملڻ لاءِ سلطانپور آيا. اها ٻي ياترا
صاحب ڇهن سالن يعني ١٥١٥ع ۾ پوري ڪئي. ڪجهه ڏينهن
وڏي ڀيڻ وٽ رهي ۽ پنهنجن پراڻن ستسنگين سان پريم ونڊي
گروجن، ڪرتارپور ۾ پنهنجي ڪٽنب پريوار سان اچي رهيا.

سنه ١٥١٦ع ۾ وري نانڪ ديو کي پريوءَ جي پريرڻا ٿي ته هُن
پنهنجي ٽين ياترا اُتر طرف شروع ڪئي. جيئن ته هيءَ ياترا
برفاني ملڪن جي هئي ته صاحب پنهنجو لباس به ان موافق
ڀريو. مٿي تي ۽ پيرن ۾ چمڙي مان ٺهيل ٽوپي ۽ جتي پاتائون
۽ سرير تي رڇ جي چمڙي جو چوغو پاتائون ۽ نرڙ تي چندن جو
تلڪ لڳايائون. هن ياترا ۾ هنن سان ٻيا ٻه شش هليا، جي سرير
جا مضبوط هئا. هڪ هو هسو لوهار ۽ ٻيو هو سيهان، جيڪو
رنگريز هو. مرداني کي ڪرتارپور ۾ ٻچن کيرڻ لاءِ رهايو ويو ته
جيئن ستسنگ هميشه وانگر هلندو رهي.

گروجن هلندا هلندا اچي ڪشمير ۾ پهتا. واٽ تي ڪيترن
ڳوٺن ۽ آستانن تي ڪيترن پيرن فقيرن، پنڊتن ۽ مهنتن سان
وارتالاپ ۽ بحث ڪندا هليا ۽ اهوئي اُپديش ڪندا هليا ته
جادو ٽوڻن ۽ پاکنڊ سان ڌرم جي نالي ابوجهه لوڪن کي نه
ڦريو ۽ پنهنجي محنت جي روٽي ڪمائي پريوءَ سان لنو لڳايو.

ڌرم جي دڪانداري نہ ڪريو، پر لوڪن جي سيوا ڪريو ۽ ڀڳتي
گيان وئراڳ جي پرچار سان شانتي ۽ آنند جي پراپتي ڪريو.
اڪانسواءِ نانڪ ديو حاڪمن کي بہ ٻنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي اِها
نصيحت ڏيندا هئا تہ ڀوڳ ولاس، ڏاڍائي ۽ ڌڪاءُ ڇڏي رحمت
سان انصاف ۽ رحم جي هلت هلو تہ ڪرتار جي درگاهہ ۾ مان
پائيندءُ.

ڪشمير ۾ مارتنڊ (مٽن) جي ٻن چشمن جي وچ ۾ گروجن
پنهنجو آستان ٺاهيو. اُتي ڪمال نالي هڪ جگياسوُ صاحبن
جي اُپديش ۽ ستسنگ ڪري نهال ٿيو ۽ وري پنهنجي متر پنڊت
برهمداس سان صاحبن جي ساراهہ ڪيائين. برهمداس کي پنهنجي
وديا جو ڏاڍو غرور هو ۽ هن ايترا تہ ويد شاستر پڙهيا هئا جو
ٻن گهوڙن تي اُهي پستڪ کڻي ايندو هو ۽ شاسترارٿ ۾ وڏن
وڏن مهاپنڊتن کي بہ هارايو هئائين. هو پنهنجي متر ڪمال جي
چوڻ تي گروجن وٽ آيو ۽ اُتي بہ پنهنجي پستڪي پنڊتائي
ڏيکاري اُتر پرشن ڪرڻ لڳو.

مدا سب مٽن، گياني پنڊت پستڪي،
بنا سمجهہ سروپ جي، ڪن اُتر ۽ پرشن،
پالي وينا ڪڇ ۾، ترشنا ڏائڻ رن،
ورلي ڪنهن هرجن، سامي سار سڃي ڪيو.

نانڪ ديو هن کي چيو،-

پڙهڻي جيتي آرجا، پڙهڻي جيتي ساس،
نانڪ ليکي اِڪ گل، هور هومٽن جهکڻا جهاک.

”سڄي عمر پيا پستڪ پڙهو، جيترا سواس اُٿو اوترا ئي
پڙهو ٿي پڙهو، پر نانڪ تہ هڪ نام کي ئي ليکي ٿو تہ اِهي واد وواد
سڀ، جڪہ مارڻا آهن، جو ان سان پنڊتائي جو هومٽن (اهنڪار)
وڌي ٿو. برهمو کي تہ ٽرت ۽ آتم سموڌ سان ئي پائجي ٿو.“

ائين چئي گروجن پنهنجي مڌر واڻيءَ سان ڀڳتي ۽ گيان ڀريل شبد ڳايا ته برهمداس جون گيان اکيون کلي پيئون ۽ هو صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيو. گروجن جيترا ڏينهن مٺن ۾ رهيا، اوترا ڏينهن برهمداس ۽ ڪمال سندن سيوا ڪئي ۽ پوءِ به صاحبن جي مت جو پرچار ڪندا رهيا.

ڪشمير ۾ پهلگام جي اوڙين مٿن ۾ جتي گرو نانڪ جو پنڊت برهمداس سان وارتالاپ ٿيو هو، اُتي هن وقت هڪ گردوارو ٺهيل آهي. اُنکانپوءِ امرناٿ جي غفا مان ٿيندا سميرو پربت تي ويندي، ليهه ڳوٺ پرسان جنهن وٽ هيمان گروجن ديرو ڪيو هو، تنهن جڳهه کي اڄ تائين نانڪ ديرو چئي پوڄا آستان ڪري ليکيندا آهن.

ليهه کان مٿيون ٿي مٿيون پهاڙي رستو وٺي نانڪ ديو، هيمڪنڊ، نرنارائڻ پربت پار ڪري مانسرووَر جي ڪناري اُن جڳهه تي پهتا، جتان سنڌو نديءَ جي شروعات ٿئي ٿي. ڪئلاش پربت وٽ اهو رستو ڏاڍو ڪٺن هو، جو ڪڏهن آسمان سان ڇهندڙ پيت وانگر اوچن پهاڙن تي چڙهيا ته ڪڏهن پاتال جهڙين ماٿرين ۾ پئي لٿا. مانسرووَر جي وڇهو پهاڙن ۾ جيڪي لاما جوڳين جون غفائون آهن، تن مان هڪ کي اڄ به نانڪ ديو جي غفا ڪري چوندا آهن، جو اُن ۾ گروجن ديرو ڪيو هو. اُنکانپوءِ پهاڙن جي چوٽين تان هلڻ به ڏاڍو خطرناڪ هو. هيٺ ماٿرين جي جهنگلن ۾، رڇن ۽ اجگر نانگ بلائن جو واسو هو. ڪيترا ڪوهن جا ڪوهه برفيلا ميدان پار ڪري، گروجن سميرو پربت تي اچي پهتا جتي گورکناٿي يوڳي غفائن ۾ رهندا هئا. نانڪ ديو کي ڏسي هو حيرت ۾ اچي ويا ته هتي ڪنهن پکي پکيءَ جو پهچڻ به محال آهي ته هي بشر هتي ڪيئن اچي

رسيو آهي! هيءَ ڪو ڪلاوان پرش ٿو ڏسجي. ٺهڪڙي هو صاحبن کي ڏاڍي آدر سان هڪ وڏيءَ غفا ۾ وٺي آيا ۽ هن سان وارتالاپ ڪيائون.

ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته گروجن جو انهن سڌ جوڳين سان ٿيل وارتالاپ ”جپ صاحب“ آهي، پر اهو ٺيڪ نٿو لڳي، ڇو ته ”گرنٿ صاحب“ ۾ رامڪلي راڳ ۾ ”سڌ گوشٽ“ نالي خاص وڏو اڌياءُ آهي، جنهن ۾ اهي گيان وارتا وستار سان ڏنل آهي. اهي نانڪ ديو جو سڄو لٽو گيان ۽ سڌانت سمايل آهن. انهن گروجن جي سهج يوگ، انهد شبد، شونيه منڊل ۾ دسوين دوار وغيره جا راز ۽ سادنائون سمجهايل آهن. انهن هتي کي متاچرا ٽڪر ڏجن ٿا ته جيئن جگياسا پيدا ٿئي ۽ پريمي سڄڻ گرنٿ صاحب ۾ وستار سان اڀياس ڪن.

سميرو پربت تي جن سڌ جوڳين سان صاحبن جو وارتالاپ ٿيو، تن جا نالا هئا چرپٽ ناٿ، منگل ناٿ، گهگهو ناٿ، لاما اوهاريا، شنيو ناٿ، پراڻ ناٿ وغيره. جيتوڻيڪ ڀائي بالي جي جنم ساکيءَ ۾ گرو گورکناٿ، مڇندر ناٿ ۽ ڀرٿر هريءَ جا نالا به لکيل آهن، پر اتهاس ساکي آهي ته اهي ننڍي گهڻو وقت اڳي ٿي گذريا آهن ۽ ڪيترن ودوانن، ڀائي بالي جي جنم ساکيءَ کي پرماڻڪ نه ليکيو آهي.

ناٿ سمپردايه جي استاپنا ڪندڙ گرو گورکناٿ ڏاڍو عجيب لٽو گهاري ۽ وکياني ٿي گذريو آهي. هن جي ناهيل گورک سهتا ۽ ٻين شاسترن مان هن جي ڪمال ۽ جوهر جو پتو پوي ٿو. پر هن ڪانڀوءِ سنڌس سمپردايه جي به اها حالت ٿي جيڪا گولڙ پڌ ۽ رشپ ديو ڪالپوءِ پوڙهن ۽ جينين جي ٿي آهي. ان وچور ۾ وڃبو ته پيو هوڳو پرجي پولدو. نانڪ ديو جي زماني ۾ انهن ناٿ

سمپردائي جوڳين جو ڏاڍو زور هو، جو سڄي ديش ۾ جتي ڪٿي
هنن جا مٺ ۽ آشرم هئا.

پاتنجلي يوگ ۽ هٺ يوگ سڌنا جي طريقن ۾ ڏور ڳماٺ جيڪا
تبديل ڪئي، سا اها ته ساڌڪ ڪن چيرائي، مدرائون پائين،
بدن کي ڀڀوت لڳائي، چمٽو ۽ گودڙي وغيره کڻن. جيتوڻيڪ
سرير کي رڳ مکڻ وغيره ۾ به وڏو راز رکيل آهي، پر هتي رڳو
ڪن چيرائڻ جي مطلب کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.
چين ۾ هڪ قديم سائنس آهي، ”آڪيو پنڪچر“، جيتوڻيڪ
ڀارت جي پراچين آيورويد ۾ به انجو ورڻن آهي. بدن ۾ سمت سوَ
ناڙين جون ڳنڍيون آهن، جنجو سرير کي هلائيندڙ جيون ستا جي
بجليءَ جي وهڪري سان لاڳاپو آهي. سرير ۽ من جا ڪاريه
ان جيون ستا ڪري ٿي رهيا آهن. بيماريءَ جي حالت ۾
ڪنهن خاص ڳنڍ تي سئي ٽنبڻ سان اُن جيون ستا جي وهڪري
کي، گهٽائي يا وڌائي، بيماريءَ جو علاج ڪندا آهن. پنهي
ڪن جي هيٺين حصي جو من جي يادداشت واري ڀاڱي سان
ڳهاٽو سنبنڌ آهي. چين ۾ من جي ڪيترن وڪارن لاءِ ڪن
جي هيٺين حصي کي چيرو ڏيندا آهن ته بيماري مٽجي ويندي
آهي. ڀارت ۾ به اڳي رواج هو ته مردن جا به ڪن ٽوپائي انبر
بلڙا پائيندا هئا. اڃا به ڪن ڳوٺن ۽ ناگالينڊ ۾ ڪنن ۾ مدرائون
پائڻ جو رواج آهي.

هاڻي چين جي انهيءَ ”آڪيو پنڪچر“ وگيان جي مغربي
ملڪن ۾ گهڻي کوجنا ۽ پرچار ٿيو آهي ۽ ڀارت ۾ به ڪيترن
هنڌ ان طريقي سان علاج ڪرڻ شروع ڪيو اٿائون. روس ۽
امريڪا جي ڪيترين سرڪاري اسپتالن ۾ ”آڪيو پنڪچر“
ذريعي علاج ڪندا آهن. جيئن ايڪس-ري مشين سان سرير
جي خرابيءَ جو پتو پوندو آهي، ليڪن روس ۾ ”ڪرليان“

فوٽوگرافي ايجاد ڪئي اٿائون، جنهن سان پتو پوي ٿو ته سوريه کي هلائڻ واري اليڪٽران انرجيءَ جي ڌار، ڪٿي اکين تي يا اُٿل ڪائي ٿي ته اُنموجب آڪيو پنڪچر جو شاڪ ڏيئي بيماريءَ کي ٽڪال دور ڪري سگهن ٿا.

گرو گورکناٿ اِها کوجنا ڪئي ته من کي وس ڪرڻ لاءِ، پالدجلي ۽ ٻين يوگ آچارين جيڪي يم نيم وئراڳ جا وڏا وڏا ڪٺن نيم لازمي ٺهرايا آهن، سي ساڌن ساندهه پالڻ ڏاڍا مشڪل آهن. انسان جو من وري واسنائن جي گپڻ ۾ ڪري پئي ٿو، پر ڪن چيرائڻ سان من جي اُن اوستا تي اهڙو اثر پئي ٿيو جو يم نيم ۽ وئراڳ جي ساڌنا سولي سنري پئي ٿي سگهي ۽ پنهنجي ساڌنا جي منزل ياد پئي رهي. ٻيو ته ڪن چيرائڻ ڪانسواءِ جوڳيءَ مان ڀوڳي ۽ ڀوڳيءَ مان جوڳي ٿيڻ سولو هو. ڪوبه انسان ڪپڙا ۽ وار ته بدلي سگهيو ٿو، پر ڪن ۾ ڪاٺ جون مدرائون، ڪنگڻ پائل ماڻهو دنيوي ڌنڌن يا گهر گرهستيءَ ۾ گهرندو ته کلڻ هاب ٿيندو. هنڪي ساندهه سنڪلپ جو سمرڻ رهندو ۽ پنهنجي ڪيل ڪريا وئرٿ نه وڃائيندو.

سريه کي هلائڻ وارو من ئي آهي ۽ اهو آهي بچاپڙو، جو ڪڏهن پاپ سان ته ڪڏهن پنج سان دل لڳائيندو. جڏهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار جون ڀاونائون اُڀامن ٿيون ته من جي ڪنهن حصي تي اُنهنجو خاص اثر ٿئيندو. ڪن چيرائڻ سان اِها شڪتي جيڪا انهن ڀاونائن ڪري زيان ٿئي، سا نه ٿيندي ۽ واسنائون، چنتا چاهنا ۽ ترشنا به ڪي قدر قابوءَ ۾ رهنديون. يوگ ساڌنا ۾ اُنهن جي نماڳ جي تاڪيد ڪيل آهي.

گورکناٿ پنهنجي چيلن کي ڀڪيا ولسي گذران ڪرڻ جو نيم ڏاهيو. ڀيک مڱڻ تي هڪ ته اهنڪار مٽي وڃيٿو ۽ ڀڳوان جي پاڻي ۾ رهڻ جو اڀياس ٿئيٿو. ڪنهن گهر جي ٻاهران چمٽو

وڃائي "الک نرنجن" جو آواز ڪندو. ٿوريءَ دير ۾ ڪو ڪهڙي
به ڀکيا ڏيڻ آيو ته واهه واهه ته ته اڳتي وڌي ويندو. ڪنهن تي
به زور يا لاچاري ناهي. ڏني ته به آسيس ڪندو ۽ نه ڏني ته به
آسيس ڪندو. لڏون ڏني ته به آسيس ڪندو ۽ نه ڏني تـه
بـه آسيس. پر نانڪ ديو جي زماني ۾ اها حالت هئي جو ڪو
گرهستي لاچار ٿـي ڀکيا نه ڏين ته اُنکي اکيون ڦوٽاري ڏسندا،
ڏمال چاڙهيندا يا ٻهت پاراتو به ڏيندا، جڻ ته حاڪمن وانگر ڀکيا
جي ڀل اُگاڙڻ جو حق اٿن. اهڙيءَ حـالت ۾ ويچارا گرهستي
پوَ ۾ پرجي قرض کڻي به سندن پيٽ ڀرين. ان حالت ۾ نانڪ ديو
انهن جو ورود ڪرڻ ضروري سمجهيو.

پيارا ٻالڪو! ڪنن ڇيرائڻ جـا لاءِ پڙهي، ڪرپا ڪري
پنهنجا ڪن نه ڇيرائجو. پنهنجي گهر واريءَ جـي پاونائن جو
فڪر ڪجو. مان پنهنجا ٻه نه ڇيرايا آهن جو نانڪ ديو چوڻو
ته سنتوش جون مدرائون پايو ۽ شرم جي گودڙي ڪڻو.

*—*—*—*

## ۴۱ سڌ گوشٽي-١

سڌن، ٻهرئون سوال نانڪ ديو کان اهو ڪيو ته، "تـوهان
ڪنهنجي ٻل تي هڙيءَ اوچائيءَ لي اچي پهتا آهيو ۽ توهانجو
نالو ۽ ڌرم ڪهڙو آهي؟"

گروجن چيو، "اُن سرڳ شڪتيمان نرڪار پرڀوءَ جي رضا
موجب اسان هتي سهج سڀاويڪ اچي ويا آهيون ۽ اُنجو حڪم
ٿيندو ته هليا وينداسين. نالو آهـي 'نانڪ'، پرماتما جي چرڻن ۾
ڀاڻ سمرپڻ ڪرڻ ۽ اُنجي ٻندن سان پريم ۽ سيوا ڪرڻ، منهنجو
ڌرم آهي؟"

سڌن پڇيو، "هيئينءَ دنيا جو ڇا حال آهي؟"

صاحبن چيو، ”ڏاڍو خراب حال آهي. پاکنڊ ۽ پاپ، ڪرڙ ۽ ڪڪرم، غريبن جي لٽ مار ۽ ستائڻ چوطرف ٿو ڏسجي.



انصاف ۽ ايمانداري گم ٿي ويئي آهي. اند وشواس ۽ ڀرمن کي ڌرم ٿا سمجهن! ديش ۾ اهڙو ڪو ڪونهي جو لوڪن کي ٻڌنن ۽ ڀراون جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائي. توهان جهڙن مهاتمائن کي، لوڪن کي سچي راهه ٿي ڏيکارڻو هو، پر اوهان پڻ اچي ڀهاڙي غفائن ۾ لڪيا آهيو. پنهنجي فرض جي ڪوتاهي ڪري توهان ڀاڄڪي ناٿ ٿا چوايو! اوهان يوگ سادنا ڪري پنهنجو شخصي سوارٿ ساڌيو ٿا پر سماج ۽ ديش لاءِ مئل مثل آهيو.“

مهان سڌن کي اهڙي چٽڀاڳ ڪنهن نه ڪئي هئي. هو چوڻ لڳا ته اسانجي پنٿ جا ڪيترائي جوڳي سنسار ۾ رهي اڌياتمڪ اُپديش ڪندا آهن.“

صاحبن چيو، ”اهي جوڳي ڌر ڌر ڏي ’الک نرنجن‘ جو نعرو لڳائي پيٽ ڪاڻ سواءِ ڀيو ڇا ٿا ڪن! بدن کي ڀڀوت لڳائڻ، چمٽا کڙڪائڻ، ڪن چيرائي مدرائون پائڻ، جهولي ڪڍي ٽوڙيون

وڌڻ سان ديش ۽ ڌرم جي ڪهڙي ڀلائي ٿيندي؟ گرهستين کي ڏڪائي مڙن موافق مال ونڻ پنهنجو حق ٿو سمجهن! نه رڳو ڏوهاريا جوڳي، پر جن راجائن جو فرض آهي ته رعيت جي رکيا ڪن، سي به پرجا کي پيڙي ۽ چوسي رهيا آهن. قاضي رشوت وٺي انصاف وڪڻن ٿا. اهڙيءَ طرح عام لوڪ پنهنجي حاڪمن، اڳوانن ۽ ڌرمي سادن ۽ پوڄارين کان ڇيلانجي رهيا آهن. ڪٿ ستيه مارگ تي هلڻ جي سڌ بڌ نه رهي آهي.“

سڌن ڏٺو ته جنهن سمت کي پرماتما جو ابڊو بل آهي ۽ ديش ۽ سماج جي سمسيائن جي ايڏي اونهي ڄاڻ آهي، سو اسانجي ناٿ پنٿ ۾ شامل ٿيندو ته اسانجي سمپرداءِ جو ڏاڍو واڌارو ٿيندو. اهو سوچي هڪ گروجن کي يوگ جي رڌين سڌين جو پرلوڀن ڏيئي پنهنجي پنٿ ۾ اچڻ لاءِ هرڪايو. چيو، ڪاڏي پيٽي ڪانسواءِ اسانجي عمر سوين ۽ هزارين سالن جي آهي. سنسار جا سڀ پدارٿ، سونو چاندي، هيرا ۽ جواهر اسانجي هٿ وس آهن ۽ توهانکي به ملي سگهندا. توهان آڪاس ۾ اڏامي سگهندءِ. موجود هوندي به توهانکي ڪو ڏسي نه سگهندو ۽ پيون سڌيون به توهانکي پراپت ٿينديون.

صاحبن چيو، ”هن جيوَ جي بڌيءَ اندر، وڪراڳ ۽ وويڪ روپي رتن ۽ ماڻڪ آهن ۽ سڀ کان چمڪندڙ هيرو آهي پريوءَ جو نام. لنکي چيڏي مونکي انهن ناسولت پدارٿن جي لوڙ ناهي. جي چئن جڳن جيڏي منهنجي آورجا ٿئي يا آڪان به ڏهوڻي عمر ٿئي، پرڀوءَ جي نوَن ڪنڊن ۾ منهنجي مهما ڳائي وڃي، سيئي منهنجا پوللڳ ٿي هلن ۽ پرپٽ به منهنجي واڪاڻ ۽ وڏائي ڪن ۽ پيا سڀ مطلب پورا ٿين، ته به مان چا وٺيو! انهن ۾ چا رکيو آهي! سڀ کان وڏي ڳالهه آهي ته مان، اُن پريوءَ کي وڻان. جي ڪنهن جيوَ تي اُن مالڪ جي مهر جي نظر نتي ٿئي ته

ڪولي پڇندس ته ڪين ۽ نيچ ۾ نيچ گنهگار به هنتي ڏوهه ڏيندو ۽ هنکي ڪنهن جي اندر ڪيئين جـي ڪئي جوڻ ملندي. مطلب ته سڀ کان وڏي ڳالهه آهي اُن خاوند جي مهر، جو هو بيڪار بي عقلن کي ليڻ ڳٽوان بڻائي ٿـو ۽ سداچاري ڳٽوان تي وڏيڪ مهربان ٿئيٿو.

पंखी होइ कै जे भवा सै असमानी जाउ।
नदरी किसै न आवउ ना किछु पीआ न खाउ।।
भी तेरी कीमति ना पवै हउ केवडु आखा नाउ।।
सिरी राग पद ३-२)

"(سڌين ڪري) پکي ٿي سوين آسمان پيو اُڏامان، انتر ڌيان ٿي ڪنهنکي نظر نه اچان، کاڌل پيئڻ کانسواءِ پيو جيئان ته به (هـي مالڪ!) تنهنجي قيمت (مهما) جاڻي نـه سگهندس، جو تنهنجو نالو ايڏو وڏو آهي."

سڌن ڏٺو ته نانڪ ديو رڌين سڌين جي لوڀ ۾ نٿو ڦاسي تـه هنکي تتو گيان سـان آڻ مڃائڻ گهرجي. يوگي چرپٽ ناٿ پڇيس،- "هي اوڌوت نانڪ! هي سنسار ساگر ترڻ مها مشڪل آهي، تنهنکي ڪيئن پـار ڪجي؟ اسان ته سنسار جـي ڇيهڙ ۾ نه ڦاسڻ لاءِ پنهنجو ڪٽنب قبيلو شهر بازارون ڇـڏي هن نرجن پهاڙن تي اڪيلا اچي رهيا آهيون ته يوگ جي سادنا ڪري پرماتما کي پراپت ڪريون."

صاحبن چيو،- "سنسار ۽ سماج جو تياڳ ڪرڻ سان واسنا ۽ ترشنا جـو تياڳ نٿو ٿئي. سنسار ۾ به اهو ست سروپ پرماتما براجمان آهي ۽ اُن ۾ به اُنجو سـاڪياتڪار ڪري سگهجيٿو ته پوءِ اُنکان ڀڄي ڇو وڃجي؟

जैसे जल महि कमलु निरालमु मुरगाई नैसाणे ।
सुरति सबदि भव सागरु तरीए नानक नाम बखाणे ।

रहहि इकांति एको मनि वसिआ आसा माहि निरासो ।
अगम अगोचरु देखि दिखाए नानकु ताको दासो ॥५॥

”جيئن جل ۾ رهندي ڪمل ۽ بدڪ آلا نٿا ٿين ۽ جل کان نرليپ رهن ٿا، تيئن توهان جڳت ۾ رهندي به نرليپ رهو پنهنجو سڄو هوش ڌيان، نام ۾ لڳائي، سنسار ساگر کان تري وڃو. نانڪ کان نام جي مهما ٻڌو! ايڪانت ۾ ويهي، من جي سموري چنتنا، نام ۾ لڳائيندءَ ته آشا ۾ نراشا ڏسندءَ. (ترشنا مٽي ويندي). جيڪو اُن اگم اگوچر هريءَ جو ساکياتڪار، اهڙيءَ طرح ڪريٿو ۽ ڪرائيٿو تنهنجو نانڪ داس آهي.“

سدائين نرمل، ساڌوجن سنسار ۾،
ليپ نه لڳي تنکي، جيئن جل رهن ڪنول،
سوڌا ورڻ سڀ سان، سامي ٻنا خلل،
انيڪ روپ اچل، گهٽن وڌن کيئڪي.

تڏهن منگل ناٿ جوڳيءَ چيو- ”هي ٻچا نانڪ! پاڻيءَ ۾ رهي آلو نه ٿيڻ قدرت جي قانون خلاف آهي. ڪام، ڪروڌ ۽ اهنڪار جيؤ جي درگتي ڪن ٿا، اسانجي يوگ سادنا سان اهي دور ٿين ٿا. اسانجو يوگ، برهم ساکياتڪار جو سڌو سنواٽو رستو آهي، سو تون اختيار ڪر!“

گروجن وراڻيو-

अतरि सबदु निरंतर मुद्रा हउमें ममता दूरि करी
कामु क्रोध अहंकारु निवारै गुर कै सबदि सु समझ परी ।
खिंथा झोली भरिपुरि रहिआ नानक तारै एकु हरी ।
साचा साहिबु साची नाई परखै गुरकी बात खरी ॥ (रामकली-१०)

”اندر انتهڪرڻ ۾ نرنتر سانده نام جو ڌيان، ”مان - مان“ جي ڀاونا ۽ ممتا کي مٽائي ٿو. جهڙو گروءَ جا وچن چڱيءَ طرح سمجهي هٽائي ٿو، تنهنجي ڪام ڪروڌ ۽ اهنڪار جو نوارڻ

ٽڪيٽو. سچي جڳت ۾ اهو هڪ هري ئي ڀرپور سمايل آهي. اها ڀاونا ئي منهنجي جهولي ڳوڙهي آهي جو هڪ هري ئي سنسار ساگر مان تاريندو. گروءَ جي اها اتم ڳالهه ٻڌي (هندائي) جگياسو ڄاڻيندو ته اُن سچي صاحب جو نام به سچو آهي."

*—*—*—*

## ٤٢- سڌ گوشٽي-٢

سڌ جوڳين نانڪ ديو کان پڇيو:-

कवनु सु गुपता कवनु सु मुकता।
कवनु सु अंतरि बाहरि जुगता।
कवनु सु आवै कवनु सु जाइ।
कवनु सु त्रिभुवणि रहिआ समाइ॥ (रामकली-१२)

"ڪير گپت- لڪل آهي؟ ڪير مڪت- ڇٽل آهي؟ اندر ۽ ٻاهر ڪير ڳنڍيل آهي؟ ڪير اچي ٿو ۽ ڪير وڃي ٿو؟ ٽنهي لوڪن ۾ ڪير سمايل آهي؟"

گروجن چيو:-

घटि घटि गुपता गुरमुखि मुकता।
अंतरि बाहरि सबदि सु जुगता।
मनमुखि बिनसै आवै जाइ।
नानक गुरमुखि साचि समाइ॥ (रामकली-१३)

ڳهٽ ڳهٽ ۾ هري لِڪي گپت روپ سان سمايل آهي ۽ ان مرم کي ڄاڻندڙ گرمک ئي مڪت- موڪيءَ پاتل آهي. جنهنجي اندر ٻاهر نام جو شبد آهي، سوئي هريءَ سان مليل آهي ۽ منمک (جيڪو من جي آکيا ۾ ڪامنائن ۽ واسنائن ۾ ڦاٿل) جمڻ مرڻ

جي ڦيري ۾ اچـــي وڃي نـاس ٿيندو ۽ گرمک سچي صاحب ۾
سمائجي اُن سان هڪ ٿي ويندو."

سامي اُلکہ اپار، من ۾ واٽيءَ کون پري،
وياپي وهندو وس ۾، ساکي سرجڻهار،
ملي ساڌ سنگت سان، تون ڪر غصي کي غار،
تہ دوست جو ديدار، تون سهين هن اکين سان.

جوڳين پڇيو،- "هي نانڪ! تو پنهنجي زندگي ڪيئن بدلي ڇڏي، جو انسان مان ديوتا ٿي پيو آهين؟ تو پنهنجي چت ورتي ڪنهن اُپاءَ اسٿر ڪئي آهي؟ جيئن ڪـــي پنڌن ۾ وڃڻ واريءَ چاهنا ۽ آشـا کي تو ڪيئن ڪائي ڇڏيو آهي؟ تو ڪيئن پنهنجي اندر پرماتما جو پرڪاش ٻاري رکيو آهـــي؟ ٻيا تون نندن جي لون ڪيئن لوهہ سمان وشيہ واسنائن کي ڪاٽي سگهيو آهين؟"

نانڪ ديو چيو،- "جڏهن مان ستگروءَ جـي گهر جنم ورتو يعني نرنڪار کي پـاڻ سمرپڻ ڪيو تہ اڳين ڪرمن جا ڦل ناس ٿي ويا يعني ڪرمن جا ڦـل ڀوڳڻا نہ پون جو روحاني مڪت جيون مليو آهـي. انحد شبد ۾ مان پنهنجي من کي اسٿر ڪيو تہ چاهنا ۽ آشا ناس ٿي ويئون. سانده نـام جو پرڪاش مونکي روشن ڪري رهيو آهي. اُهو پيارو هري ئي وشيہ وڪار روپي لوهي کي ڀسم ڪري ڇڏيندو."

سڌن پڇيو،- هيءُ جيوُ منڍ ۾ ڪٿان اچيندو ۽ آخر ۾ ڪيڏانهن ويندو؟ هي جيوُ هريءَ کي ڪيئن پراپت ڪري؟ پـرمـاتما جو پريم ڪيئن پيدا ٿئي؟ نرگڻ نراڪار پريو سگڻ برهم ڇو ٿيو؟ هن سرشٽيءَ جي رچنا ڪيئن ڪئي ۽ ڇو ڪئي؟"

نانڪ ديو چيو،- "پرماتما جي حڪم سان ئي هي جيوَ پيدا ٿين ٿا ۽ انت ۾ اُنجي حڪم سان ئي اُنم سمائجي وڃن ٿا. غيب

منجهان اڀجن ٿا ۽ غيب ۾ ئي گم ٿي وڃن ٿا. لسٽ اونتر هريءَ
سان لڳڻ لڳائڻ سان ئي هي جمڻ هريءَ کي پراپت ڪري ٿو.
جيڪو پرماتما جي رضا ۾ راضي رهي ٿو، دک ۽ سک کي سمان
سمجهي ٿو، سو نيت ڀڳوان کي ڳولي لهي ٿو. اهو ڪرتار سوئمڀو
پاڻهي پيدا ٿيو آهي ۽ پنهنجي ئي اڇا سان نرگڻ نراڪار مان
سگڻ مايا ۽ قدرت جي روپ ۾ بي انت برهمانڊ آڪار ۽ جيو
پيدا ڪيا اٿس. جيڪي نه ڏسجي، ٻڌجي يا محسوس ڪجي
ٿو، سي جيو پنڊ پيدائي جڙ چيتن هو پاڻ ئي آهي. اُن ڪانسواءِ ٻيو
ڪجهه ڪونهي. جيڪو جيوُ اهنڪار ڇڏي انحد شبد کي
ڄاڻي ٿو، تنهنجي هردي ڪمل ۾ پريوءَ جو پرڪاش ٿئي ٿو. هو
جيئندي ئي مڪتي وڃي ٿو ۽ سيني جيون کي پنهنجو پاڻ
ڏسي ٿو. مطلب ته پرماتما کي سيني جيون ۾ براجمان ڏسي ٿو."

نرگڻ ۾ سگڻ، پيئي آڪار الک جا،
جنهنکي پريم پرتيت سان، مڃي تنهنجو من،
تنهنجو ڪر ڪدروپ ٿي، بنا پيد پڇن،
پريت الي پرسن، سامي ٿيندءِ سپرين.

گروجن چيو- "نام ۾ لنوَ لڳائڻ سان "مان - مان" مٽجي
ويندي آهي ۽ جيوُ اُن ست سروپ پرماتما ۾ سمائجي هڪ ٿي
ويندو آهي. نام سان ئي يوگ جي تدبير سمجهه ۾ ايندي آهي
۽ موکيه جو دوار کلندو آهي. نام سان ئي ٽنهي لوڪن جي
ڄاڻ ٿيندي آهي ۽ پورڻ گيان جي پراپتي ۽ سچو سک ملندو
آهي."

(هتي ۽ ٻين هنڌ نانڪ ديو جيڪا نام جي مهما ڳائي آهي،
تنهنجي سمجهاڻي پوءِ ڪا ۾ ڏسڻ گهرجي).

سڌن وري به سوال ڪيو- "جڳت آهي ڪاريه ۽ اُپائيندڙ
آهي ڪارڻ، تنهنجو آڌار ڪير آهي؟ اهو ڪڏهن ۽ ڪيئن ٿيو؟"

گروجن وراڻيو، ”اهو اڪال پرک، وقت، ميزان ۽ ماپ کان پري ۽ بي انت آهي. اهو پاڻيهي پيدا- سويمڀو آهي. آد کان ست سروپ آهي، هاڻي به آهي ۽ پوءِ به ست سروپ رهندو.“

ڪارج اڳون ڪارڻ، پرتک پورڻ آتما،
آهي جنهنجي آسري، ٻولڻ ٻڌڻ ڏسڻ،
سامي سڀ، ڪي سڌ ڪري، رلي ماسو مڻ،
ٻنا لک لکڻ، آد انت مڌيه ناهن ڪو.

اڇا ري اسرار، ٿيو خياليءَ جي خيال ۾،
جنهنجو آد نه انت ڪو، نڪو پار اوار،
من ٻڌ واڻيءَ کون پري، ڪير ڪري تڪرار،
سامي سمجهي سار، سنتن هڪ سوگهو ڪيو.

سگڻ ۾ نرگڻ، ورلو ڪو گرمک لکي،
سامي جنهنکي ستگروءَ، پاتو گيان انجن،
ڪڏي ميل منن، سوڌو رهي سڀاڳ ۾.

*—*—*—*

## ۴۳- ست گوشٽي-۳

هنڪان اڳ واري وارتالاپ ۾، ايندڙ سلوڪن ۾ ۽ ٻين گهڻن هنڌ به گروجن ”انحد“ شبد واپرايو آهي، تنهنکي هتي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي. انحد معنيٰ جيڪو آواز ٻن شين جي لڳڻ کانسواءِ يعني ڪنهن به چرپر ٿيڻ کانسواءِ ٿئي. سڀ آواز زبان ۽ تارونءَ جي لڳائڻ سان اُچار ٿين ٿا. مٿان پهاڙ تان پاڻي ڪري پٿرن تي ٽڪرجي ٿو ته آبشار جو آواز، سمنڊ جون ڇوليون هڪ ٻئي سان ٽڪرجن ٿيون ته گجگوڙ، هوا جو وڻن سان لڳڻ جو آواز جهرمر، وغيره وغيره سڀ آواز هڪ شيءِ جو ٻئي سان

لڳڻ ڪري نڪرن ٿا. رڳو شانتيءَ سان هڪ چتو ٿي ويهڻ سان
اندر مان جيڪا اومڪار جي جهڻڪار ٻڌڻ ۾ اچيتي، سا ٻن
شين جي هڪ ٻئي سان لڳڻ ڪانسواءِ پيدا ٿيل هجيتي، تنهنڪري
اُنکي ”انهد“ شبد چئجيتو. اُن ٻڌڻ لاءِ خيالن ۽ ڌورن کي روڪي
سانت ۾ ويهڻ جي ضرورت آهي ته اهڙو جهيڻو شبد ٻڌڻ ۾
ايندو جو ”اوم“ جي جهڻڪار جهڙو آهي. ”رام“ جي ڌوني
به ”اوم“ جهڙي ٿي ويندي آهي، تنهڪري گروجن ”رام“
نام جي مهما ڳائي آهي. پر من ۾ جي السنا هلڻ شروع ٿيندا
ته اهو ناد ٻڌڻ ۾ نه ايندو.

**انهد** شبد، يوگ جي هڪ وڏي منزل آهي جنهنتي هٺ
يوگي انيڪ ڪٺن ساڌنائن سان پهچن ٿا، پر گروجن چون ٿا،-

गुरमति राम जपै जनु पूरा। तितु घट अनहत बाजे तूरा।

گروءَ جي سکيا موجب ”رام“ جي پوري جپ سان، اندر
۾ **انهد** جو تڙهو وڄندڙ آهي. پر هنن ”رام“ جي بدلي
”سوهم“ جي جپ لاءِ به چيو اٿن ۽ ترهيءَ جي آواز بدلي
جهڻڪار جو آواز به چيو اٿن.

شڪل يجرويد جي هنس اُپنشد ۾ ان **انهد** شبد جي
ساڌنا ۽ آوازن جو وستار ڏنل آهي. گهنڊ جي ٽڪاءُ ڪانپوءِ
جيڪا جهڻڪار ٿئي، شنک جو ناد، بين ۽ مرليءَ جو آواز،
سرود جي هڪ ڪري تان ۽ مردنگ جي ڌوني وغيره. ساڌڪ
جڏهن ايڪاگر چت ٿي مانت ۾ ويهيتو ۽ سوهم، اوم يا رام وغيره
جو جپ ڪريتو ته اُن کي انهنمان ڪابه ڌني اندر ۾ ٻڌڻ ۾
اچيتي ۽ اُن ۾ من ليِن ٿي ويتو ۽ پرم آنند جي پراپتي ٿئي
ٿي. ان اوستا کي سامي صاحب هنن سلوڪن ۾ ٻڌايو آهي،-

انحد جو جهڻڪار، ٻڌو جنهن بانيڻ چئي،

مٺيو لڳنجي من مون، وڄ نڪيد وهدوار،
چڙهي سهج سمير لي، ڏسي دب ديدار،
ٻائي ٻڌ اپار، مشڪي ڪشڪي ڪينڪي.

انٽي پهر وڄي، ٽي مرلي من موهن جي،
ٻڌي ٻن ڪنن سان، سامي ڪين رڄي.
لوڙي ٻراڻ تجي، ٿان پي ڏن ڌيان ۾.

مڄهين تن تنوار وڄي ويل سيڪڌهن،
چنگ تنبورا ڪنترا، آهن ساز اپار،
انٺي پهر اندر ۾، سامي ٻرين ٻچار،
ڪنهن ڪنهن مڱڻهار، سوجهي هن سرود جي.

انهن مان معلوم ٿئيٿو ته سامي صاحب **انهد** جي سيڌي آواز جو انيڙ ڪيو آهي. جڏهن من دنيوي ڳالهين جا ڦرنا ڪندو آهي ته اهو آواز ٻڌڻ بند ٿي ويندو آهي. آهستي آهستي ابياس ڪندي ڪندي سادڪ جو من ان **انهد** ناد ۾ رڄجي ٻنهنجي چنچلتا ڇڏي، شونيه اوستا ۾ ست سروپ سان ملي هڪ ٿئيٿو.

**سهج يوگ**.- نانڪ ديو جي ٻاڻيءَ مان معلوم ٿئيٿو ته ڪين راج يوگ، هٺ يوگ، منتر يوگ، ڪنڊلني يوگ وغيره ڪاانسواءِ پاتنجلي يوگ جي ڪريائن جي به ڄاڻ هئي جو هن انهن جو به ذڪر ڪيو آهي. انهن سڀني يوگ سادنائن ڪانپوءِ هن سرت-شبد-يوگ، جنهنکي هو **سهج يوگ** به چويٿو، سوئي ٺيڪ سمجهيو آهي. هٺ يوگ جا اٺ ڏاڪا آهن آسڻ، ٻراڻايام، يم، نيم، مدرائون، ڌارڻا، ڌيان، سماڌي. ٻين يوگن جون به اهڙي نموني جون ڪئين ڪريائون آهن. يوگ لفظ جي معنئي آهي ميلاپ، يعني جيو آتما جو ٻرماتما سان ميلاپ. من جڏهن نرمل

ٿيندو، تڏهن هو ايڪاگر ٿي سماڌيءَ جي شونيه اوسٿا ۾ پرويش
۾ لين ٿيندو. هٺ يوگ جون مٿيون ڪريائون من کي نرمل ڪرڻ
۽ وس ۾ رکڻ جون آهن. اُهي ته اينڪ شاستر لکيل آهن،
گروجن جو چوڻ آهي ته ڪلجُڳ ۾ عمر آهي ننڍي ۽ اُهي
ڪٺن ڪريائون ڪرڻ لاءِ وڏي جفاڪشي عام لوڪن کان نه
پڄندي، ان لاءِ هو چون ٿا ته ست نام جي جپ سان، من کي
نرمل ڪري پرويش ۾ لين ڪري سگهجي ٿو، اِهائي هٺ يوگ
جي آخرين اوسٿا آهي. اِهو آهي سهج يوگ، جنهن کي گرهست
۾ رهندڙ منش به ڪري سگهي ٿو.

راڌا سوامي مت جي آد گروءَ لالا شو ديال سنگهه آگري واري
به ان نموني جي ساڌنا جو پرچار ڪيو ۽ تنهن کي هو سرت-شبد-
يوگ يا سهج يوگ به ڪوٺيندو هو. سرت معنيٰ هوش، پنهنجي
اصل سروپ جي ڄاڻ. کائيندي پيئندي، اٿندي ويهندي،
گهمندي سمهندي مطلب ته سڀ ڪارڻ ڪندي ڄاڻندو رهي
ته اِهي ڪارڻ هي سرير-من ڪري رهيا آهن. مان سوهم
معنيٰ "اِهو مان"، اِهي ڪارڻ ساکي ڀاوَ سان ڏسي رهيو
آهيان. مان سرير-من جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ به هوس، هاڻي
به آهيان ۽ انهن جي ناس ٿيڻ کانپوءِ به هوندس. مان نرليپ
نراڪار، نروڪار ست آنند روپ آهيان.

شبد معنيٰ ناد يا ڌني، جنهن انهد ڌنيءَ جو ورڻن اڳيم
ڪيو آهي. راڌا سوامي وارا انهيءَ شبد جي ساڌنا لاءِ پنجن
لفظن جي جپ جي ساڌنا ڪرڻ لاءِ چون ٿا،- **جوت نرنجن،**
**اونڪار، رارنڪار، سوهم، ستنام.** اُهي مان گروجن سوهم
۽ ستنام جي ساڌنا ڪرڻ ضروري ڄاڻي آهي. اسانجي شڪارپور
۾ به سهج يوگ يعني سرت شبد يوگ جا ساڌڪ گهڻيئي هئا جي
"اوم نمهه ڀڳوتي واسديوايه" جي منتر جو جپ ۽ ڌيان به ڪندا
هئا. انهن مان ڪيترن کي يوگ جون سڌيون پراپت ٿيل هيون.

مطلب ته ڪنهن به شبد ذريعي سرت سان سهج ٿوڳي، ڏيهه ۾ اسٿت ستن چڪرن کي پار ڪري سماڌيءَ ۾ من لين ڪندا آهن. انهن ستن چڪرن جا نالا آهن، (١) **مولاڌر** (گد يا وٽ)، (٢) **سواڌشٺان** (لنگ وٽ)، (٣) **مڻيپور** (دن وٽ)، (٤) **اناهد** (ڇاتيءَ وٽ)، (٥) **وشد** (ڳلي ۾)، (٦) **اگيا** (ڀرڪن جي وچ ۾) ۽ آخرين ستون **سهسر** (مغز ۾). هٺ يوگي انهن ستن چڪرن مان لنگهي جنهن اوستا تي نروڪلپ سماڌيءَ سان پهچندا آهن، تنهن ورڻن هٺ يوگ پرديپڪا ۾ هن ريت آهي،

अन्त: शून्यो बहि: शून्य: शून्य कुंभ इवाम्बरे।
अन्त: पूर्णो बहि: पूर्ण: पूर्ण: कुंभ इवार्णवे। (४-५६)

انتهه ڪرڻ ۾ شونيه، ٻاهر به شونيه، جيئن پرڪاش ۾ خالي دلو، اندر باهر شونيه ٿيندو آهي. جيئن سمنڊ ۾ ٻڏل دلو اندر باهر پورل ٿيندو آهي، تيئن يوگيءَ جو انتهه ڪرڻ به شونيه سان پريپورڻ ٿي ويندو آهي.

نانڪ ديو به ساڳي ڳالهه، رامڪلي راڳ جي سڌ گوشٽ (١٥) ۾، سماڌي اوستا جو بيان ڪندي چئي آهي، پر انڪان وڌيڪ ڳالهه اها ٻڌائي آهي ته ان شونيه اوستا ۾ پرماتما جو درشن ٿئي ٿو:-

अंतरि सुनं बाहरि सुनं त्रिभुवण सुनम सुनं।
चउथे सुनै जो नरु जाणै ता कउ पापु न पुनं।
घटि घटि सुनं का जाणै भेउ। आदि पुरखु निरंजन देउ।

ارٿ:- اندر شونيه، ٻاهر شونيه، ترلوڪيءَ ۾ شونيه کي شونيه محسوس ڪريٿو، پر جيڪو چوٿين شونيه (ترئه) اوستا کي ڄاڻيٿو، سو پاپ پُنَ کان ٻري جهون مڪت ٿي وڃيٿو. جيڪو هر هنڌ، گهٽ گهٽ ۾ وسندڙ شونيه جو ڀيد راز ڄاڻيٿو، سو آد پرک نرنجن ديو کي ڄاڻيٿو.

ساڳي ڳالهه سامي صاحب هدايت ڇني آهي:-

ماريءَ ست دروازا، سيني ۾ ڏس سوجهرو،
وڃو تي تنهن محل ۾، خاوند ڏير ڏروان،
انهيءَ خلوت خاص ۾، ڪي ڀڇن پروان،
سامي رهن نروان، پائي سک سهاڳ جو.

انهي ست منزلن پار ڪري جڏهن سرت = چيتن، چار شبد جي اکنڊ جوت ۾ ملي هڪ ٿئيٿي ته اُن اوستا جو بيان سامي صاحب، گروجن وانگر ڪيو آهي:-

سهجي کليو ڪواڙ، سرت سمائي نرت ۾،
جوت ڏٺي جگديس جي، حد بيحد نروار،
سنسو سوڪ مٽي ويو، پائي پد اپار،
ٿيڙو جگ جئڪار، سامي سا پرسن جو.

انهن ستن چڪرن کان مٿي ناناڪ ديو ۽ سامي صاحب چار آگر شوُنيه جي آڪاس ۾ سچکنڊ جي صاحب جي دواري جو ذڪر ڪيو آهي. انلاءِ سامي صاحب لکيو آهي:-

چار آگر آڪاس، تنهنجي درسن دوست جو،
بنا انگ اکيو جي، سنتهه سد پرڪاش،
سيني ۾ سامي چئي، تنهن واسديو جو واس،
اهڙو جنهن ابياس، سي گر ڪي گڏيا گوڏڙيا. (گر = مالڪ)

جيئن ته يوگ جو وشيه ڏاڍو گوُڙهو ۽ وڏو آهي، سو هتي وستار نٿو ڪجي. مطلب ته ناناڪ ديو مها يوگي هو ۽ هن کي ڪئين سڌيون پراپت هيون، جنهن مان انترجامي پڻي جا گهڻيئي مثال هنجي جيونيءَ مان ملن ٿا. هن يوگ جي سار تتو کي پڪڙيو هو ۽ انلاءِ ڪن ۾ مدرائون، بدن کي ڀڀوت، هٿ ۾ چمٽو وغيره پاهرين ڀيک جي ضرورت نه سمجهندو هو.

*—*—*—*

## ٤٤- سڌ گوشٽي-٤

گذريل باب ۾ جنهن شُونيه اوستا جو ذڪر ڪيو سين، انهيءَ لاءِ سڌ جوڳين پڇيو - ”سڀڪو شُونيه شُونيه يعني نرنڪار برهم ته چوي ٿو، پر شُونيه سان لنءُ ڪيئن لڳندي؟ اُنکي پراپت ڪيئن ڪجو؟“

نانڪ ديو چيو، -

नव सर सुभर दसवै पूरे। तह अनहत सुंन बजावहि तूरे।
साचै राचे देखि हजूरे घटि घटि साचु रहिआ भरपूरे।
गुपती बाणी परगटु होइ। नानक परखि लए सचु सोइ।
(रामकली - सिध गोसटि - ५३)

نوَ گولڪ (پانڌا - ٢ ڪن، ٢ ناسڪائون، ٢ اکيون، ١ وات، ٢ اندريون ۽ گدا) چڱيءَ طرح پوري (شانت ڪري) ۽ پوءِ ڏهين دروازي کي بلڪل پوري ته ان شونيه ۾ انحد جي ڌُن وڄندي آهي. ست سروپ ۾ رتل گرمکن حضور کي ڏسندو آهي ته اهو ست سروپ گهٽ گهٽ ۾ ڀرپور سمايل آهي. تڏهن گيان جي گپت باڻي پرگهٽ ٿيندي آهي. نانڪ اها ڳالهه پاڻ آزمائي پرکي اهو سچ سهي ڪيو آهي.“

ان ڏهين در ۽ تريا اوستا لاءِ سامي صاحب چوي ٿو، -

پرکه پرمسر، اندا ڏسن ڪينڪي،
ساڌن کن سمجهه ري، من ۾ رکي مڪر،
ڪنهن سڄاڳي سهي ڪيو، پرچي پنهنجو گهر،
کولي دسوون در، تريا ۾ تد روپ ٿيو.
پاڳن ڏٺو پر، تڏي. جاڳي سمجهه اندر ۾،
ڪيو ساڌ سنگت جو، ادب سان آدر،
تنهن پياري رام رس، کوليو دسوون در،
ميٽي ڏک ڏمر، سامي مليو سروپ سان.

سڌ جوڳين وري ٻه سوال ڪيا ۽ گروجن جيڪي جواب ڏنا
سي گرنٿ صاحب جي رامڪلي راڳ ۾ سڌ گوشٽي نالي اڌياءِ
۾ ٥٥ کان ٦٠ سلوڪن ۾ ڏنل آهن، سي ڌيان سان اڌين ڪرڻ
گهرجن. جوڳين پڇيو: ”توهانجي سهج يوگ ۾ انهد شبد سان
لڳن لڳائڻ سان سنسار ساگر پار ڪجيٿو، تنهن انهد شبد جو
نواس ڪٿي آهي؟ نڪ کان ڏهه آڱر ماپ تائين جيڪا پراڻ
وايو نڪري ٿي ۽ ڪجيٿي ۽ جنهنجي آڌار تي هيءُ سرير هليٿو،
تنهن پراڻ وايو (ساهه) جو آڌار ڪهڙو آهي؟ جيڪا ستا هن
جيوَ کي ڀانت ڀانت جا کيل ۽ وهنوار ڪرائي رهي آهي، سا جيوَ
جي اندر ڪيئن ٽڪيل آهي؟ جنهنکي ڏسي ٻڌي محسوس
ڪري نٿو سگهجي، سو الک نرنجن پرماتما ڪيئن ڏسجي؟“

گروجن وراڻيو: ”مان توهانکي آزمايل ڳالهه ٻڌايانٿو ته جيئن
آڪاس هرهنڌ وياپڪ آهي تيئن شونيه (نراڪار پريو) به سرووياپڪ
آهي. نام ڌيائڻ سان هردي جو درپڻ اُگهجي صاف ٿئيٿو ته
اُن ۾ پريوءَ جو درشن ٿئيٿو. اهو ابهال ڪري ته سڀ ڄاڻ
ٿئيٿي ۽ انهد شبد جو سڌ سماءُ پويٿو. سرير جي پراڻ وايوءَ جو
نواس به اُن شونيه پرماتما ۾ آهي. ڏهه آڱر ساهه کڻڻ ۽ ڪڍڻ
يا سرير ۽ من ۾ جيڪا ليلا ٿي رهي آهي، تنهنجو آڌار به اُهو
شونيه پرماتما آهي. اليکه اڳم پرماتما جي اُنهيءَ تتوَ ۽ ستا جي
گرمکه کي پروڙ پئي ٿي. سشمنا، اڙا، پنگلا ناڙين ۽ سرير اندر
جدا جدا چڪرن جي ڄاڻ به اُهو الک شونيه پرماتما پائيندي ڪرائي
ٿو. نانڪ چويٿو ته اُهو ست ڪلتار انهن ٽنهي ناڙين کان مٿي
آهي. سرت شبد يوگ (سچائي تي يعني سچي من پراڻ جي هوش
سان شبد ۾ لنوَ لڳائڻ) سان اُنجي پراپتي ٿي سگهيٿي.

جوڳين پڇيو: ”هي اوڌوت نانڪ! هي من روپي متوالو
هاٿي ڪهڙي ڪلي سان ٻڌو پيو آهي ۽ اُهو شبد ڪهڙو آهي
جنهنسان من جي چنچلتا ناس ٿئيٿي؟“

گروجن چيو- ”اهو صاحب مهر ڪري جنهن سان ستگرو مليو ۽
اُنهي سکيا سان، من مان ”مان- مان“ نڪري ٿي ته هو نرمل
ٿيو ته آتم گيان ٿيس ٿو. تڏهن من استر ٿي هردي ڪمل
روپي گهر ۾ نواس ڪري ٿو. پراڻ وايو، نارين روپي گهر ۾ نهچل
ٿيئي ته سماڌي لڳي ٿي. من ۽ پراڻ وايوءَ جي استر ٿيڻ ٿي
سماڌي اوستا ۾ دک بک، ڦرنا ۽ چاهه، مٽجي وڃن ٿا ۽ جيوُ نرپت
۽ شانت ٿي وڃي ٿو.“

”هي اوڌوت جوڳيو! هاڻي سموري وارتالاپ جو سار تت
نبيرو ٻڌو! نام ۾ لنوَ لڳائڻ بنا يوگ ٿي نٿو سگهي. نام سان ئي
پرم آنند جي پراپتي ٿئي ٿي. نام سان ئي سرشٽيءَ جا گپت رهسيه
سمجهه ۾ اچن ٿا. ڪنهن به قسم جي ڌارڻ سان پريو نه ملندو،
پر سانگ اٽجي پاڻ خوار ٿيندو. لهذا پڪ ڄاڻو ته نام بنا مڪتي
به نه ملندي. اموالڪ مانش ديهي اجائي نه وڃايو! سنسار کان
ڀڄي وڃڻ ۾ توهان پرماتما کي نه پائيندءَ! لوڪن جي سيوا ڪريو
۽ اُنهن کي سچيءَ راهه لڳايو! سنياس يا سنسار ۾ اهو سرو وياپڪ
هري سمايل آهي. اهو پريوُ پوشيده به آهي ۽ ظاهران ظهور به
آهي، جو بي انت جڙ چيتن روپن ۾ هرهنڌ ليلا به ڪري رهيو
آهي. ايڪ جوڳي جگياسوُ، گياني ڏيالي انکي ڳولهين ٿا. هي
پريو! توُن پنهنجي گت مت پاڻيهي ڄاڻين ٿو. داس نانڪ توهان
سدبار قربان وڃي ٿو ۽ توکان نام جو دان گهري ٿو.

بي انت روپ تنهنجا، بي انت تنهنجا نام،
جنهنم جيون جو وشرام، بي انت، بي انت، بي انت.“

ائين چوندي چوندي صاحب سماڌيءَ ۾ اچي ويا ۽ سڌن
کي به اهڙي الوڪڪ آنند ۽ شانتيءَ جي پراپتي ٿي، جا ڪين
اڳ نصيب نه ٿي هئي.

اهڙيءَ طرح نانڪ ديو جي سڌ جوڳين سان گيان وارتا سماپت

ٿي، جنهن صاحبن کين سهج ڀوڳ جي مهما سڻائي ۽ هٺ ڀوڳ جي ڪٺن ڪريائن، ڪن چيرائڻ، ڀڀوت لڳائي ڪرمنڊل ڪڻي ڀيک ڏارڻ کي وڏرت ثابت ڪيو. سامي صاحب به چيتو ته خالق ڀاڻ خلق جو ڀيک ڏاري آهيو آهي ته وري ٻيو ڀيک ڇوتا ڏاريو؟

ڀلي ڏارن ڀيک، مورک ڀيک اصل ٿي،
اُلٽي ڏسن ڪيٽڪي، اندر ڀرڪ اليک،
جو سڌ ڪريٿو سڀ کي، ستهه ساکي سيک،
جاڻج مين نه ميک، سچت سان سامي چئي.

سميرو پربت تان موٽندي نانڪ ديو تبيت جي گهڻن آشرمن ۽ شهرن ۾ ويا، جتي اڄ تائين اُتان جا رهواسي کيس هڪ ديوتا پرش ڪري پوڄيندا آهن. سڪم جي راڄڌانيءَ گنگٽوڪ کان هڪ سؤ ميل اُتر طرف هڪ مٺ آهي، جتي گروجن آرام ڪيو هو. اُتي گروجن جون چاکڙيون رکيل آهن ۽ اُن جڳهه جو نالو آهي ”نانڪ ٽانگ.“

ايورِيسٽ چوٽيءَ جي هيٺ آخرين منزل وٽ ”ٿهانگ ٻوچي“ نالي مٺ آهي. تبيتي لامائن جي اُن مڙهيءَ ۾ نانڪ ديو جون ڪي پراڻيون پوٿيون آهن، جن ۾ صاحبن جا شبد آهن ۽ چتر به آهن. اُن مٺ جي لاما مهنت جو وشواس آهي ته گروجن پاڻ جڏهن اُتي آيا هئا ته سندن وچن لکيا ويا هئا ۽ چتر ڪڍيو ويو هو. اهي شيون هڪ ريشمي وستر ۾ ويڙهيل اُتي رکيل آهن. ڪن پستڪن ۾ لکيل آهي ته نانڪ ديو چين ديش ۾ به ويا هئا ۽ ”نانڪ نگر“ شهر ۾ به هري ڪيرتن ڪيو هئائون.

*—*—*—*

## ۴۵- ياترا چوٿين، سڄڻ ٺڳ جو سڌارو

نانڪ ديو چئن سالن ۾ پنهنجي ٽين ياترا پوري ڪري ۱۵۱۹ع ۾ ڪرتارپور موٽي آيا، پر اُتي گهڻو وقت نه رهيا جو ميان مرداني جي حج ڪرڻ جي ڏاڍي چاهنا هئي. گروجن پاڻ به، ڀارت کان ٻاهر به، اِڪ نرنڪار، ديال نام جپ ۽ رب جي رضا تي راضي رهڻ جو پرچار ڪرڻ ٿي چاهيو. اولهه طرف جي اِها چوٿين ياترا صاحبن پنجن سالن ۾ پوري ڪئي. ان ياترا ۾ گروجن حاجين وانگر نيرا ڪپڙا پاتا، هٿ ۾ هڪ لٺ ۽ ڪڇ ۾ هڪ پوٿي، هٿ پير ڌوئڻ لاءِ هڪ ڪوزو ۽ عبادت لاءِ هڪ مصلو کنيائون.

ڪرتارپور مان روانا ٿي نانڪ ديو ۽ مردانو ملتان ضلعي جي تلميا ناليءَ ڳوٺ ۾ اچي پهتا. اهو ڳوٺ هاڻي پاڪستان ۾ آهي. اُن وقت اُتي سڄڻ شيخ نالي هڪ شاهوڪار ٺڳ رهندو هو. هن هڪ مسافرخانو ٺهرايو هو، جنهن ۾ هڪ طرف مسجد ۽ ٻئي طرف مندر ٺهيل هو. سڄڻ شيخ اُتي ٽڪل ٽڪل هندو مسلم ياترين کي ڏاڍي آدرڀاءُ سان رهائيندو هو.

حقيقت ۾ اهو سڄڻ شيخ هڪ قاتل ٺڳ هو جو رات جو مسافرن جو خون ڪري سندن سامان سڄو پاڻ وٽ رکندو هو ۽ لاشن کي گپت تهخانن جي کوهن ۾ اُڇليندو هو. اهڙيءَ طرح گهڻي وساهي ياترين جي هٿيا ڪري هو دولتمند ٿي پيو هو. هو صبوح جو مالها هٿ ۾ کڻي مسافرخاني جي ٻاهران ڏيکيءَ لاءِ ويهي بندگي ڪندو هو ۽ غريبن کي خيرات ڏيندو هو. ماڻهو کيس وڏو ڌرماتما ۽ ڀلو شخص سمجهندا هئا.

اُنهن ڏينهن ۾ مسافريءَ ۾ ٺڳن ۽ ڌاڙن جو ڏاڍو زور هوندو هو. شاهوڪار ماڻهو چيلهه سان سونو ۽ جواهرات ٻڌي ٻاهران فقيراڻو لباس پائي هلندا هئا. گروجن جي شاهاڻي شڪل ۽ ساڻ

نوڪر ڏسي سڄڻ سمجهيو ته هي ضرور ڪو دولتمند آهي، جنهن پاڻ سان لڪائي ناڻو کنيو هوندو. هن ٻنهي جو ڏاڍو آدر ستڪار ڪيو ۽ آڻي هڪ آرامده ڪمري ۾ رهايو. جاڻي جاڻڻهار گروجن کي ته سڄڻ جي اصليت معلوم ٿي وئي. سمجها ٿي ته سڄڻ ٺڳ بہ اڇي وڳن ويٺو. هنکي شاندار ڪپڙا پيا هئا ۽ شاهوڪارن وانگر منهن پٽي چلڪيس. گروجن هنکان نالو پڇيو ته چيائين- ”مهراج! مونلاءِ جهڙا هندو آهن تهڙا مسلمان. هندو مونکي سڄڻمل ۽ مسلمان ڪوٺيندا آهن شيخ سڄڻ. مان ته خدا جي سيني بندن جو متر ۽ ڀلو آهيان.“

شيخ سڄڻ جا نوڪر، نانڪ ديو ۽ مرداني لاءِ ڀوڄن ڪٺي آيا پر گهڻي زور ڪرڻ تي به هنن اهو قبول نه ڪيو. تڏهن سڄڻ چيو- ”توهانکي رستي جو ٿڪ هوندو. هاڻي توهان آرام ڪريو!“ مطلب هوس ته جلد سمهن ته گهٽو ڏيئي ساهہ ڪڍان.

گروجن چيو- ”خدا جي بندگيءَ ۾ هڪ ڪلام چئي پوءِ آرام ڪنداسي.“ مرداني رباب وڄائڻ شروع ڪيو ۽ صاحبن جي گلي مان مڌر ڪاويہ جو وهڪرو شروع ٿيو ۽ هنن سڄڻ جا اڇا ڪپڙا ڏسي چيو-

بگا بگي ڪپڙي، تيرت منجهه وسن،
گهت گهتا جيئا کاوڻي، بگي نا ڪهين.

بگهلي وانگر اڇا ڪپڙا پائي پوتر آستانن (مندر ۽ مسجد) ۾ رهن ٿا، پر جيون کي گهڻي گهڻي ڪارين ٿا، تن کي اڇو اُجرو ڪيئن چئبو؟

उजल कैहा चिलकणा घोटिमु कालड़ी मसु।
धोतिआ जूठि न उतरै जे सउ धोआ तिस।
सजण सेई नाल मै चलदिआ नालि चलन्हि।
जिथै लेखा मंगिए तिथै खड़े दसन॥

कोठे मंडप माड़ीआ पासहु चितवीआहा।
ढठीआ कमि न आवन्ही विचहु सखणीआहा।।
(सूही राग सबद ३ )

”سچڻ! ڪٽ جا ٻاسڻ کهڙا نه ڇلڪندڙ ٿيندا آهن، پر اُنهن کي مهٽبو آهي ته ڪاري مس ٿي پوندي آهي، ليڪن تنهنجو هي ٻاهريون ناٽڪ ۽ مذهبي ڏيکاءُ، تنهنجي ڪرمن جي ڪارنهن کي سؤ وار ڌوئڻ سان به صاف ڪري نه سگهندو. ڇڱا پڌارت اُهي ڇٽڻ جي آخر تائين ساٿ ڏين ۽ جنهن ليکو گهرجي ته تتڪال بيٺي بيٺي ڏيئي سگهجي. هي ڪوڙا منڊپ ماڙيون، جن تي تو اڇي نقاشي ڪرائي آهي يا پنهنجي ڌرماتما هجڻ جي واکاڻ ڪرائي آهي، سي انت ۾ ڪم نه ايندءِ، مُورکو اهي سکڻا ڪم آهن.

ٻاهريون شاهاڻو ملوُڪ ويس آهي، پر اندر ۾ اسانجو چت ماڻهن کي ڦاسائڻ جو آهي. مان لڳي ديس کي لٽيان ٿو. ٻاڻکي سياڻو سمجهان ٿو، پر ٻاڻ جو بار سر تي چاڙهيندو وڃان ٿو. هـي ڪرتار! مان اڀوجهن جو شڪاري آهيان. مان حرامخور تنهنجي مهر کي لـﮯ جاڻو آهي. مان دشت ڇـور، توکي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس؟ نانڪ نماڻو ويچار ڪري چئيٽو تـه هيل تائين جڻ شڪار ٿي رهيو آهيان.

नानक आखै रे मना सुणीऐ सिख सही।
लेखा रबु मंगेसीआ बैठा कढि वही।।
तलबा पउसनि आकीआ बाकी जिना रही।
अजराईलु फरेसता होसी आइ तई।।
आवणु जाणु न सुझई भीड़ी गली फही।।
कूड़ निखुटे नानका ओड़कि सचि रही।। (रामकली सलोक १०)

”هي من! سچي سکيا ٻڌ! رب وهي ڪڍي توکان (ڪرمن

جو) ليکو وٺندو. جن جو طلبان - لهڻو باقي تو ڏانهن نڪرندو (جنکي ٿورو ۽ ڪلو اٿيمي) تن کي ڏيڻو ئي پوندو. ازرائيل (موت جو فرشتو) ڏنڊ وصول ڪرڻ لاءِ تيار ويٺو هوندو. انت ويلي جڏهن ڌرگهٽ جي سوڙهيءَ گهٽيءَ ۾ پراڻ اچي اٽڪندا ته اچڻ وڃڻ ڪجهه نه سجهندو! نانڪ چئيٽو ته اهــي ڪوڙ فريب ڪم نٿا اچن، انت ۾ نيڪيءَ ۽ سچ جي جئه ٿئي ٿي.“

گروجن جا اهي شبد ٻڌي سڄڻ ننگ جا ته ڄاڪ لڳي ويا ته هيءَ ڪهڙو اولياءُ آهي جو منهنجي گپت ڪڪرمن کي ڄاڻيٿو!

الدر گند به گند، ٻاهرون اڇو اُجرو،
پهر سڏائي ٻاڻکي، ڪري ڦاصل ڦند،
سامي ڏسي نه سرئي، خوديءَ کان خاوند،
جڏي رهي پوندو رند، تڏي روئندي رت اکين مون.

گهرين ڪوهه گهٽي، مورکه مايا رام کون،
ويا پئيندا ڪيترا، منهن لي هٿ هٽي،
ٿون ٻي ٻمديں ڪانڪا، ڪوڙي ساڻ ڪٽي.
سار سنيار ڌٽي، نه سکي ٿئين سامي چٽي.

گروجن جا اهي سچا وچن، سڄڻ جــي انــدر ۾ تيرن وانگر چڀندا رهيا. پنهنجي ڪرتوتن جو اُگهاڙو روپ ۽ نتيجو ڏسي، هنجي پٿر دل به پگهرجي پيئي. هن محسوس ڪيو ته جن جيون کي هن ماريو هو سي ڪانئس بدلو وٺڻ لاءِ قطار ٻڌي، بدلي جي ڀوائتي شڪل ناهي بيٺا آهن. هو صاحبن جو نوراني تيج ڏسي ڏڪي ويــو ۽ سندن چرڻن تي ڪري پيو. هــو اکين مان زار زار آب وهائيندو، پنهنجا پاپ بخشائڻ لڳو. هـــو ڪيتري دير ائين پيو رهيو. نيٺ صاحبن مشڪي سندس ٻنيءَ تــي هٿ رکيو ته هنجي دل ۾ هڪ روحاني لهر پئدا ٿي. پــارس پٿر جي ڇهڻ سان لوهه به سونو ٿي پيو.

نانڪ ديو جي آگيا موجب سڄڻ ٺڳ سيٺ جي روبرو
هٿ ٻڌي پنهنجا گناه ۽ ڏوهه قبول ڪيا. پٺر دل ڏاڪوه کي



پڇتاءَ جي اگنيءَ ۾ نرمل ٿيل ڏسي، سندس ساٿي وسا ٿي ويا
۽ اُنهن به گروجن جي قدمن تي ڪري، توبه زاري ڪئي.
سڄڻ ٺڳ جا ڪپاٽ کلي پيا ۽ هن محسوس ڪيو ته هيل تائين
هن ٻين کي نه، پر پاڻ کي ئي ٺڳيو آهي ۽ پنهنجي عذابن جو
سامان ٺاهيو آهي. گروجن جي حڪم موجب هن سڀ ڌن دولت
غريبن ۽ محتاجن کي ورهائي ڏني. پنهنجي وڏيءَ عمارت
بدلي هڪ ننڍيءَ جهوپڙيءَ ۾ رهڻ لڳو ۽ محنت ۽ ايمانداريءَ
جي ڪمائيءَ مان پنهنجو ۽ آئي وئي جو پيٽ پالڻ لڳو. هو
سڄڻ ٺڳ مان سيٺ جي سيوا ڪندڙ سڄڻ ٿي پيو. نانڪ ديو
هنکي نام جو دان ڏنو ۽ هنکي پنهنجو پهريون پرچارڪ مقرر
ڪيو. سکن جو پهريون گردوارو به اُن جڳهه تي تلمبا ڳوٺ ۾

نهو ۽ سچو سنت، ست نام ۽ هري ڪيرتن جو ڏاڍو پرچار ڪيو.

*—*—*—*

## ٤٦- سنڌ ۽ شڪارپور ۾

تلميا ڪاڻپوءِ نانڪ ديو ۽ مردانو، ملتان ڪوٽ مان ٿيندا سنڌ ۾ اچي پهتا. اُنهن ڏينهن ۾ مڪي وڃڻ لاءِ جهاز، سورت بندر تان هلندا هئا. هن دفعي به صاحبن سنڌ ۾ پنهنجي سڌانتن ۽ پريم جو پيغام پهچايو. گهڻني صوفين ۽ پيرن فقيرن سان سندن گفتگو ٿي ۽ سڀني کي سندن مڌر ٻاڻيءَ ۽ اثرائتي شخصيت اڳيان جهڪڻو پيو. گروجن سنڌ ۾ هندن کي وري به آتم ڏنو ۽ ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي رهڻ جو اُپديش ڪيو. انهنجي امرت جهڙي هري ڪيرتن سان سڀني جي دلين ۾ شانتي ۽ آنند پيدا ٿيندو هو. ڪن جنم ساکين ۾ رڳو گروجن جي سکر، بکر ۽ شڪارپور وڃڻ جي ڳالهه لکيل آهي پر ڊاڪٽر ترلوڪسنگهه پنهنجي کوجناتمڪ ڪتاب جي صفح ٢٤٦-٢٤٧ تي هدايت لکيو آهي ته سکر ۽ بکر ۾ انهن صوفي فقيرن جو زور هو جيڪي چاليهه ڏينهن روزا رکندا هئا. گروجن اُنهنکي چيو ته هيءُ انساني چولو خدا تعاليٰ جي وڏي بخشش آهي، تنهنکي ايذو ڪشت ڏيڻ چڱو ناهي ۽ اُن کي سداءِ مالڪ جي محبت ۾ مگن رهڻ گهرجي.

ڊاڪٽر ترلوڪسنگهه وڌيڪ لکيو آهي ته گروجن جڏهن شڪارپور جي شهر ٻاهران پهتا ته کين نور نصرت نالي هڪ ٻڪرار مليو جنهن صاحبن ۽ مرداني جو آدر سٽڪار ڪيو ۽ کين ٻڪرين جو تازو کير آڻي ڏنو. نانڪ ديو چيس، "پيارا! توتي خاوند راضي ٿيو آهي. توکي جيڪي گهرجي سو گهري

وٺ!" تڏهن نورنصرت چيو، "هن لوڪ ۾ مولڪي دولت گهرجي جو هن مسڪين حالت ۾ ڏاڍو دکي ٿو گذاريان ۽ موت کانپوءِ به مان سکي رهان." تڏهن گروجن سندس ٻئي خواهشون پوريون ڪيون ۽ مردانيءَ کي چيو ته هن کي گرو مت جي ديکيا ڏي! تڏهن مردانيءَ اورنصرت کي هي ٽي اپديش ڏنيون،
(١) سورتي وار رکج، (٢) امرت ويلي اٿي خدا جي نام جو جپ ڪج، (٣) اهنڌ ويندڙ ساڌو سنتن ۽ درويشن جي سيوا ڪج.

شڪارپور ۾ گروجن پنهنجو آستان "منجي" ڪري استاپت ڪئي ۽ اُتي هري ڪيرتن ڪندا هئا. اُتي داؤد نالي ڪوريءَ تي، صاحب جي اپديش جو ڏاڍو اثر ٿيو جو هن هڪ اُچو غاليچو اُڻي آڻي سندن اڳيان نذرانو رکيو. نانڪ ديو چيس،



"اسان درويش اهڙو قيمتي غاليچو ڪاڏي ڪنداسين؟" داؤد چيو، "اي خدا جا ولي! مان واپس کڻي نه ويندس. توهان جيهڙي چٽو لنهڪي ڏيئي ڇڏيان." صاحب چيس، "هو ڪتي ڏس! بار جهڙيا اٿاليون ۽ سڄي رات سيءَ ۾ ٺٺي ڪنبي آهي. اُنجي مٿان هي غاليچو وجهه ۽ اُنهن لاءِ ڪجهه ڪپڙ به

آڻي ڏني.“ داؤد انهن حڪمن جي پورائي ڪئي ته گروجن کين راڄ ڀاڳ ملڻ جو وردان ڏنو ۽ هدايت ڪئي ته اولاد کي چٽي چڱ ڄ ته هندو مسلمانن ۾ فرق نه سمجهن.

ڀائي مٽي سنگهه جي جنم ساکيءَ ۾ لکيل آهي ته شڪارپور ۾ گروجن سان سخي سرور نالي هڪ مرشد جو مريد گڏيو جيڪو چاليهه ڏينهن جا روزا رکي گهور تپسيا ڪري ڪرامتون حاصل ڪندو هو. اُن کي به گروجن انهن ڪرامتن ۽ سرير کي تسيا ڏيڻ کان منع ڪئي.

ليکڪ جي ڪتاب ”منهنجو شهر منهنجا ماڻهو (شڪارپور)“ ۾ الهاسڪ حوالو ڏنل آهي ته داؤد هڪ مسڪين ڪوري هو ۽ اُنجي اولاد داؤد پوٽن لاءِ چيئجي ٿو ته اُنهن شڪارپور جو شهر وسايو. اُهي ڪيئن حاڪم بڻيا، سو احوال اُن ڪتاب ۾ ڏنل آهي. ٿي سگهي ٿو ته گروجن جو وردان سڦل ٿيو. داؤد پوٽن جو سمبنڌ انلاءِ به ٿي سگهي ٿو جو داؤد پوٽا ٻين مسلمان حاڪمن وانگر تعصبي نه هئا جو سنڌ ۾ رڳو شڪارپور ۾ ئي هندو ڌارمڪ آستانن، مندرن مڙهين ۾ ڏڻ وار ملهائڻ تي بندش نه هئي.

ڪن سڄڻن جو انومان آهي ته گرو نانڪ جي شڪارپور ۾ اچڻ جو پرماڻ آهي اُسي جي ”ڪٿ واري ڌرمسال.“ ان ڳالهه جي ڪا ثابتي ڪانهي پر شيخي جنم ساکين ۽ الهاسڪ گرنٿن ۾ لکيل آهي ته گروجن جن آستانن تي ويا هئا اُنهن مان ٥٥ مکيه جڳهن تي ”منجي“ ڪٿ صاحب استاپت ڪئي هئائون. اُنهن آستانن ۾ هري ڪيرتن، لنگر ۽ گروجن جي سکيا جو پرچار ٿيندو هو. ڏهين گرو گوبند سنگهه جي ڌرم يڌ ۾ به انهن ”منجي صاحب“ جي آستانن تان گهڻي مدد ملي هئي. سنڌ مان به سڀ کان وڌيڪ نوجوان شڪارپور مان گروجن جي لشڪر ۾ ڀرتي ٿيا

ها. ڪٽ واري ڌرمسال جو پهريون مهنت ڀائي گرداس اصل ۾
ڪنهيالعل ڀائيه هو، جيڪو گرو گوبند سنگهه جي لشڪر ۾ پاڻي
پيئارڻ جو ڪم ڪندو هو ۽ گروءَ جن جي حڪم موجب اچي
شڪارپور جي ڪٽ واري ڌرمسال ۾ سيوا ڪرڻ شروع ڪئي
هئائين. ان ڳالهه جي وچور ۽ فوٽا ليکڪ جي متين شڪارپور
واري ڪتاب ۾ ڏنل آهن. اها حقيقت آهي ته شڪارپور ۾
رکيل اُن ڪٽ صاحب جي ويجهو شردا سان وڃي ويهبو هو ته
من نرمل ٿي پوندو هو ۽ الوڪڪ شانتي ملندي هئي.

نانڪ ديو جي سنڌ ۽ شڪارپور جو بيان ڀائي مٽي سنگهه جي
جنم ساکيءَ ۽ ڊاڪٽر ترلوڪسنگهه جي ڪتاب ”گرونانڪ ديو“
جي صفحن ۲۴۶ ۽ ۲۴۷ تان ڏنو آهي ۽ ڪٽ واريءَ ڌرمسال
جي بيان جي ڪابه تواريخي ثابتي ملي ڪانه سگهي آهي ۽
انومان مان لکيو ويو آهي.

*—*—*—*

## ۴۷- مڪي ۾

سنڌ مان نانڪ ديو ۽ مرداڻو ٻيڙيءَ رستي سورت اچي
پهتا. اُتان جهاز ۾ چڙهي عربستان جا ڪٺن ريگستان پار ڪري
ليٽ مڪي شريف اچي رسيا. حضرت محمد صاحب جو جنم
مڪي ۾ ٿيو هو. اُتي هڪ وڏو ڪارو پٿر آهي، مسلمان جنهن
کي ڪعبو شريف يعني خدا جو گهر سمجهي، ان جي زيارت
۽ سجدو ڪندا آهن. حضرت محمد جڏهن مڪي جو مالڪ
ٿيو ته هن اُتان جا سڀ پوڄا جا بت ڀڃائي ڇڏيا ۽ هڪ
ڪعبي جي پٿر کي رحماني سمجهي سالم رکيو. هن پنهنجي
پوئلڳن سان گڏجي پهريان نماز به ڪعبي ڏي منهن ڪري پڙهي
هئي ۽ فرمان ڪڍيو ته آئينده سڀئي مسلمين ڪعبي ڏي

منهن ڪري نماز پڙهڻ ڇو نہ ڪعبو خدا جو گهر آهي. ڪعبو هندستان جي اولهہ طرف آهي، تنهنڪري هندستاني مسلمان اولهہ ڏانهن نماز پڙهندا آهن. دنيا ۾ جا مسلمان گهڻو ڪري ڪعبي طرف پير ڪري نہ سمهندا آهن.

جيئن نانڪ ديو، هندن جا گهڻيئي ڌارمڪ پاڪ هنڌ ڏٺا هئا تيئن هن مسلمانن جي وڏي مرڪز تي پهچڻ کي بہ چاهيو. حج جي ڏينهن ڏينهن گروجن مڪي ۾ پهتا تہ اُتي ڏاڍي پيهہ هئي. حاجي لوڪ پنهنجي ريتين رسمن موجب سجدا وغيره ڪري رهيا هئا پر نانڪ ديو اهو ڪجهہ نہ ڪيو. رات جو اُتي ڪعبي جي چوگرد جيڪو ورانڊو هو، تنهن ۾ گهڻيئي حاجي سمهيا پيا هئا اُتي گروجن بہ سمهيا پر سندن پير ڪعبي طرف هئا. اسر جو ملان جيوڻ اُتي بهاري پائڻ آيو ۽ نانڪ ديو جا پير ڪعبي طرف ڏسي ڏاڍو غصي ۾ ڀرجي ويو. هن گروجن کي لت هڻي چيو تہ هي ڪافر ڪير آهي جو خدا جي گهر ڏانهن پير ڪري سمهيو پيو آهي؟

گروجن پنهنجي شانت سڀاءُ موجب چيس، "اڙي ڀاءُ منهنجا! مان وڏي مسافريءَ جو ٿڪل آهيان. جنهن طرف خدا يا خدا جو گهر نہ هجي، اُن طرف منهنجا پير ڪري ڇڏ!"

اُنهيءَ گفتگوءَ تي ٻيا بہ سڄاڳ ٿيا جو مسلمان پنهنجي مذهب جي گهٽتائي برداشت ڪري نہ سگهندا آهن. جيوڻ ملي بہ ڪاوڙ ۾ ڀرجي نانڪ ديو جا پير ڪڍي ٻئي طرف اُڇلايا تہ هو حيرت ۾ پئجي ويو جو ڏٺائين تہ ڪعبو شريف بہ ڦري گروجن جي پيرن طرف ٿي پيو. ٻيا بہ سڀيئي اچرج ۾ ڀرجي ويا. جيوڻ سمجهيو تہ اهو سندس اکين جو وهم آهي ۽ وري صاحبن جون ٽنگون ڪڍي ٻئي طرف ڦيرون ڪيائين. اچرج ۾ ڀرجي سڀني ڏٺو تہ وري بہ ڪعبو شريف ڦري نانڪ ديو جي پيرن طرف ٿي

بيٺو. تڏهن گروجن چيو ته، ”اهو ڏيکاريٿو ته خدا تعاليٰ ڪنهن هڪ هنڌ محدود ناهي. پر هرهنڌ چوطرف هيٺ مٿي حاضر ناظر آهي ۽ اُن کي هڪ چيز يا جاء اندر محدود سمجهڻ غلطي آهي. اهو سائين سڀني ڪائنات ۾ حاضران حضور آهي.“

ان اسرار ۽ صاحبن جا سخن چوطرف ڦهلجي ويا ته سڀيئي حاجي چوڻ لڳا ته ڪو خدا جو پيارو ولي آيو آهي. وڏا وڏا پير درويش به گروجن جي چوطرف اچي ڪٺا ٿيا. اُنهن مان جيڪو وڏو قاضي رڪن الدين هو تنهن صاحبن سان گفتگو شروع ڪئي ۽ ٻــي خلق ڌيان سان ٻڌڻ لڳي. پهريـائين پڇيائين، ”تون ڪير آهين؟ تنهنجي زبان مان معلوم ٿئي ٿو ته تون هندو آهين پر لباس مسلمانڪو اٿيئي. ٻڌاء ته تـون هندو آهين ڪ مسلمان؟“

صاحبن چيو، ”مان هڪ انسان، خــدا جـو بندو آهيان، نه آهيان هندو نه مسلمان.“

قاضيءَ پڇيو، ”هندو چڱا آهن ڪين مسلمان؟“

گروجن فرمايو، ”ڪهڙي به پوشاڪ پائڻ يـا هندو مسلمان چوائڻ سان ڪو چڱو يا مندو نٿو ٿئي، پر جيڪو نيڪ ڪم ڪريٿو سو ڌڻيءَ جي درگاه ۾ مان پائيٿو. سڀيئي جيو اُن خالق جـا اُپايل آهن ۽ اُن جي دربار ۾ هڪ جهڙا آهن. جدا جدا مذهبي نـالا رکائڻ سان ڪنهنکي ڪو خاص حق يا عـــزت نه ملندي. جنهن به مذهب جـو ماڻهو ظلم يا بڇڙا ڪم ڪندو سو پروردگار جي عدالت ۾ سزاياب ٿيندو. الله اُن کي ئـي پيار ڪندو جو ڪهڙي به مذهب جـو هوندو پر جنهنجو عمل چڱو هـــوندو ۽ جيڪو ڏکين ۽ مـوالين جي خدمت ڪندو ۽ ٻين تــي رحم ڪندو، سوئي اُن رحمان جي رحم ۽ محبت جو حقدار ٿيندو.“

ڏيا ڌاري دل ۾، سڀ جو ميٽي ڏک،
پيئي پياري پريم رس، ماڻي سمتا سک.

گرو جن جي پهچڻ کان اڳ رڪن الدين چيو ته مان قاضي آهيان ۽ هيءُ پير بهاوالدين آهي. صاحبن چيو ته پير اُن کي چئجي جو ٻين جي پيڙا (ڏک) محسوس ڪري ۽ قاضيءَ لاءِ هي شبد چيائون:-

सोई काजी जिनि आप तजिआ इकु नाम कीआ आधारो
है भी होसी जाइ न जासी सचा सिरजण हारो ।।
पंजि वखत निमाज गुजारहि पड़हि कतेब कुराणा ।
नानक आखै गोर सदेई रहिओ पीणा खाणा ।।
(सिरी राग)

اُهوئي قاضي آهي جنهن خدا کي پاڻ ارپڻ ڪري اُن جي نام جو آسرو ورتو آهي. اُهو سچو سرجڻهار سوامي هاڻي به آهي، اڳي به هو ۽ اڳتي به رهندو ۽ سڀ ختم ٿي ويندو ته به اُن جو انت نه ٿيندو. توهان پنج وقت نمازون ادا ڪريو ٿا ۽ قرآن شريف پڙهو ٿا، پر جڏهن قبر جو سڏ ٿيندو ته اهو سڀ ۽ کاڌو پيتو اتيئي رهجي ويندو.

قاضي رڪن الدين چيو:- ”اي نانڪ درويش! تون اسانجي مذهب جي مرڪز ۾ آيو آهين. تون ڪلمو پڙهي پاڪ ٿيءُ ته درگاه ۾ قبول پوندين. اول نالو الله جو ۽ پيو سندس نبي رسول تي ايمان آڻيندين ۽ پنج وقت نماز پڙهندين ته دوزخ جي عذابن کان ڇٽندين!“

صاحبن چيو:- ”بد قاضي! تو نبي رسول جو نالو ولي وڏي پدوي پاتي آهي. مان به اُن سڀني کان وڏي خدا جو نالو وٺانٿو، جنهن لکين نبي رسول پير پيغمبر، برهما وشڻو مهيش، اولياءَ ۽ اوتار بڻايا آهن. اُن جا بيشمار نالا آهن. بي انت پرٿويون ۽ لوڪ آهن ۽ بي انت پيغمبر ۽ ديو ديوتائون آهن. اهو ست

ڪلتار بي انت بيپرواهہ آهي جنهن طرحين جا بي انت
جيوَ اُپايا آهن. مان انهن سڀني جي اُپائيندڙ جي بندگي ڪريان
ٿو. اُن قادر جي بي انت قدرت ڏسي منهنجي خودي گم
ٿي ويئي آهي. اُن شاهن جي شاهہ ست ڪلتار جي ديدار لاءِ ڪيئين
رشي مني ۽ اولياءَ بي انت عبادتون ۽ ساڌنائون ڪن ٿا، پر اُن
جو پار پائي نٿا سگهن. مان اُن پاڪ پروردگار کان اِهائي بخشش
گهرانٿو تہ مونکي پنهنجي نام جو دان ڏي!“

سو سچاڳو سيد، دئيت نہ رکي دل ۾،
ڪيو جنهن ڪامل پير سان، پڪو پاڪ عهد
ڏسي سڀ پيدائش ۾ حق نور ناپيد،
رهي سدا لاقيد، سامي پنهنجي حال ۾.

قاضي رڪن الدين چيو، ”قرآن شريف ۾ لکيل آهي تہ
خدا پاڪ چوڏهن طبق بڻايا آهن، جن ۾ نور محمدي روشن ٿي
رهيو آهي. جيڪو قرآن شريف ۽ نبي پاڪ ۾ ايمان آڻيندو تنهن
کي دوزخ جي آتش ۾ جلڻو نہ پوندو. قيامت جي ڏينهن پيغمبر
رسول هن کي پنهنجن پيارن سان بهشت ۾ رکائيندو.“

صاحب چيو، ”اي قاضي! مان توکي پنهنجي ڏٺل جاتل
حقيقت ٿو ٻڌايان تہ الله سائينءَ لکين طبق، آسمان ۽ پاتال
جوڙيا آهن. اُنهن ۾ لکين پيغمبر ۽ اوتار آهن. لکين مڪا مدينا ۽
ڪاشي هردوار آهن. لکين قرآن ۽ لکين ويد وياسن جا بي انت
ويد ۽ فلاسافيون آهن. اُن شاهن جي شاهہ جو ڪوئي انت لهي
نٿو سگهي. اُهو پروردگار ڪنهن بہ پير پيغمبر يا ديوي ديوتا
جي سفارش تي ڪنهن سان بہ پاسخاطري نٿو ڪري. هو جاڻي
جاڻڻهار آهي ۽ سڀني کي سندن نيڪ يا بڇڙن ڪرمن ڪري
سزا يا سک ڏيئي ٿو.“

اتر جامي جاڻ، سامي سيرن کي،
دويکه نه رکي ڪنهن سان، سم رهي سڀ ساڻ،
ڪڍي پاڻهنجو پاڻ، تون شيوا ڪر سروپ جي.

قاضي رڪن الدين پڇيو– ”اي نانڪ شاهه! هندو مسلمان جو ڳاءِ ۽ سوئر جي ڳالهه تي تڪرار ٿيندو رهندو آهي. هندو ڳاءِ جو ماس نه کائيندا آهن ۽ مسلمان سوئر جو نه کائيندا آهن. هاڻي تون ٻڌاءِ ته ٻنهي مان صحيح يا غلط ڪير آهي؟“

نانڪ ديو چيو– ”ڳئو ۽ سوئر ٻنهي کي مارڻ سان عذاب سهڻا پوندا. ڳاءِ چوڏهون رتن آهي. جنهنجو سڀئي کير پيئن ٿا، سا ماتا سمان آهي ۽ تنهنکي ڪهڻ وڏو گناهه آهي. سوئر ته هندن جو اوتار آهي ۽ سڀني پيغمبرن ان جو ماس کائڻ حرام لکيو آهي. جيڪي به ڳئو ۽ سوئر جو ماس کائيندا سي پروردگار جي درگاهه ۾ خراب خوار ٿيندا ۽ رساتل نرڪ ۾ پوندا.“

اهڙيءَ طرح نانڪ ديو سان امام ڪريم الدين، مخدوم بهاوالدين، پير جلال الدين بغدادي ۽ اسلام جي ٻين ڪيترن عالمن ۽ مولوين سان گفتگو ٿيندي رهي. انهن کيس اسلام جون خوبيون ٻڌائي کيس پنهنجي مذهب ۾ آڻڻ جا گهڻيئي جتن ڪيا، پر نيٺ گروجن جي دليلن ۽ الله جي محبت اڳيان ڪين جهڪڻو پيو. هنن محسوس ڪيو ته گرو نانڪ هڪ فرشتو آهي ۽ چوڻ لڳا– ”بابا نانڪ شاهه فقير، هندئون ڪا گرو، مسلمانون ڪا پير.“

*—*—*—*

## ۴۸- مديني ۾

امامن ۽ مولوين جي محبت ۽ زور ڀار ڪري گروجن هڪ سال مڪي ۾ رهي پيا ۽ ان عرصي ۾ ڪيترا دفعا مڪي جي عام

ماڻهن ۾ وعظ ڪيائون ۽ نيڪيءَ جي راهه ڏيکاريون. مڪي شريف ۾ گروجن جا گهڻيئي مريد ٿيا. مخدوم رڪن الدين جو گرو صاحبن ۾ ايترو صدق ٿيو جو هن ڪين وڃڻ ڏنو ۽ آخر ۾ سندن چاکڙيون هڪ يادگيريءَ جي نشانيءَ طور ورتائين. اهي چاکڙيون ڪيترا ڏينهن مڪي شريف ۾ رکيل هيون ۽ پوءِ پير رڪن الدين اهي هندستان کڻي آيو ۽ اڄ پنهنجي شهر ۾ مسجد ۾ رکيائين ۽ اڄ تائين خاص موقعن تي اهي چاکڙيون صدق وارن کي ڏيکاريندا آهن.

اهڙيءَ طرح مڪي ۾ ماڻهن کي پنهنجي ٻاڻيءَ ۽ نظر سان نهال ڪري ۽ سڀني کان موڪلائي گروجن مديني اچي پهتا. مڪي جي بحث مباحثن ۾ نانڪ ديو جي جيڪا سوڀ ٿي هئي تنهنجي ساک اڳ ئي مديني پهچي چڪي هئي. اتي به گروجن جي ڪيترن امامن ۽ سلطان حميد قارون سان روحاني ڳالهين تي گفتگو ٿي ۽ انهن کي به صاحبن اڳيان سر جهڪائڻو پيو. مڪي، مديني ۽ بغداد ۾ ٺهيل آهي وارتالاپ هڪ خاص وڏي ڪتاب ۾ لکيل آهن، جنهن جو تت اهو آهي ته خدا هڪ آهي ۽ ان جو ڪو شريڪ ڪونهي، ان جو ڪو آد انت ڪونهي، ان کي ملڻ لاءِ پري آسمانن ۾ وڃڻ جي ضرورت ڪانهي جو هو هر هنڌ حاضران حضور آهي ۽ سچي محبت ۽ طلب رکڻ سان ملي ٿو.

سامي چئي شريڪ، آهي ڪونه الله جو،
ڪيو سڪ سچيءَ سان، طلبن تحقيق،
چڙهيا عين عرش تي، ٿي بيحد باريڪ،
انهن ڪٿون ننڊ، سنتهه ڏسن سپرين.

مديني ۾ به گروجن جي جڳهه باهران خلق اچي ڪٺي ٿيندي هئي جو صاحب پروردگار جا گڻ ڳائن ڪندا رهندا هئا.

هڪ ڏينهن مديني جا اولياءَ ۽ پير، صاحبن سان گيان

ڏوشٽي ڪرڻ آيا. اُنوقت مکيه قاضيءَ پڇيو ته هن سڄيءَ ڪائنات
قدرت ٺاهيندڙ الله ڪي ڪيئن ڄاڻجي؟ تڏهن گــروجن هيءَ
شبد ڳاتو:-

بابا الله اگم اپار
پاڪي نائي، پاڪ ٿاهه سچا پرورد گار

(سري راڳ اشٽپدي-١)

بابا! الله اگــم ۽ اٿاهه آهي، جنهنکي ڄاڻي نٿو سگهجي ۽
انت پائي نٿو سگهجي. اُن سچي پروردگار جو نالو به پاڪ آهي
۽ اُن جو ٿانءُ به پوتر آهي.

پير پيغمبر سالڪ صادق، شهدي اور شهيد،
شيخ مشائق قاضي ملا، در درويش رسيد،
برڪت تن ڪئه اگلي، پڙدي رهن درود.

پير، پيغمبر، جگياسوُ، صدق ڪندڙ، شـودا ۽ شهيد، شيخ
بزرگ، مشائخ ڳهڻيڻي ڳمانـوان، قاضي، ملان ۽ پرماتما جي در
تي پهتل درويش، تن کي برڪت يعني شڪتي لـڌهن مليتي
جڏهن اهي الله جي ارداس پرارٿنا ڳڻ ڳان ڪندا رهن ٿا.

گروجن جي ساک بڌي سلطان حميد قارون وٽن آيو ۽ عرض
ڪيائين ته، ڪيس اُن پروردگار بابت ڪجهه ٻڌايو ۽ اهــڙي
نصيحت ڪيو جنهنمر سندس لوڪ پرلوڪ سڌري. صاحبن ڪيس
چيو ته الله پاڪ جو نالو ولــڻ سڄيءَ دل ســان اُنجي عبادت
ڪرڻ ۽ رعيت سان انصاف ڪرڻ حاڪم جـــو فرض آهي. الله
جو نام ولڻ سان من صاف ٿيندو ۽ انسان گناهن کان پاسو ڪريندو.
اُن وقت صـاحبن هيليون شبد ڳــالو جيڪو گرنٿ صاحب ۾
مانجهه ڪي وار سلوڪ ١-٦ ۾ آهي:-

همه زير زمين دليا پيرا مشائڪا رائيا

مي رؤد بادشاهه افزوُ خداءِ،
ايڪ تون هي ايڪ تهي.

دنيا جا پير شيخ راجائون ۽ بادشاهه سڀ زمين جي ٿري ۾ ويندا. باقي آهين تون، هڪ تون.

نه ديو دانوا نرا، نه سڌ ساڌڪا ڌرا،
اسٽ ايڪ دگر ڪئي، ايڪ تُئي ايڪ تُئي.

ديوتائون، دانوَ ۽ مڻش نه رهندا، سڌ ۽ ساڌڪ به نه رهندا. آهين رڳو هڪ، ٻيو ڪو ڪونهي، هڪ تون ئي، هڪ تون ئي.

نه دادي دهند آدمي، نه سپت زير زمي،
اسٽ ايڪ دگر ڪئي، ايڪ تئي ايڪ تئي.

نڪي انصاف ڪندڙ حاڪم رهندا ۽ نڪي زمين هيٺ ست لوڪ رهندا. آهين رڳو هڪ، ٻيو ڪو ڪونهي. هڪ تون ئي. هڪ تون ئي.

نه رزق دست آڪسي، همارا ايڪ آس وسي،
اسٽ ايڪ دگر ڪُئي، ايڪ تئي ايڪ تئي.

اسانجو رزق ٻئي ڪنهنجي هٿ ۾ نه آهي. سڀني کي هڪ تنهنجو ئي آسرو آهي. آهي ڪو ٻيو؟ هڪ تون ئي، هڪ تون ئي

ائين چوندي چوندي صاحب ٻاوو ٻرهم جي سماڌيءَ ۾ اچي ويا ۽ سلطان به سندن قدم بوسي ڪري هليو ويو.

مديني جي مجاورن ۽ مولوين، صاحبن جو آدر ستڪار ڪري کين حضرت محمد نبيءَ جي تربت ڏيکاري. مديني ۾ به نانڪ ديو پنهنجي سدائين جو اُپديش ڪيو ۽ سدر راڳ ڳائي خلق کي موهي ڇڏيو. اُتان جي مذهبي پيرن ۽ اوليائن کين عرض

ڪيو ته وڏيڪ ڪاڏي نه ويو ۽ هتي مديني ۾ ئي مقام ڪري رهي پيو. تڏهن گروجن هيءُ شبد اُچاريو:-

مقام ڪر گهر بسطان، نت چلڻي ڪي ٽوڪ،
مقام تا پَر جاڻيئي، جا رهي نهچل لوڪ.

مقام ڪري گهر ڪري ويهان پرنت هلڻ جو ڪٽڪو لڳو بيٺو آهي يعني ڪال ڪنهن مهل به اچي وٺي ويچي. مقام ته اُن جاءِ کي جاڻجي جتي استر ديرو هجي.

سلطان خان ملوڪ اُمري، ڳئي ڪر ڪر ڪُوچ.
گهڙني مهت ڪا چلڻا، دل سمجهه تون ڀي پهُچ.

سلطان، سردار بادشاهه ۽ امير ڪوچ ڪري مري کپي ويا. هي دل! توکي به گهڙيءَ يا پل ۾ وڃڻو پوندو.

الله الکهه اگم، قادر ڪرڻهار ڪريم،
سڀ دني آوڻ جاوڻي، مقام ايڪ رحيم.

الله الکهه جاڻڻ کان پري، اگمه پهچ کان پري، قادر قدرت جي مالڪ، سڀ سرشٽي اُپائي آهي سو ڪريم ڪرم ديا ڪندڙ آهي. سڄي دنيا فاني اچڻ وڃڻ واري آهي. رڳو هڪ رحيم رحم ڪندڙ خالق ئي مقام استر آهي.

*—*—*—*

## ۴۹- بغداد ۾

نانڪ ديو مديني کانپوءِ بغداد ۾ آيا. بغداد به مڪي مديني وانگر دين اسلام جي ڪٽر مذهبين جو وڏو قلعو هو جو سوين سال خليفن جو تختگاهه هو. انهن جو مذهبي تعصب ۽ ڪٽرپڻو ته جڳ پرسد آهي جو گهڻو ڪري هو قرآن شريف جي خلاف

آزاد خيالي برداشت ڪري نه سگهندا آهن ۽ اُن جو جواب
تلوار سان ڏيندا آهن. گرو نانڪ ته اُنهن جي گهڻين روايتن جي
خلاف ڪئي هئي. هڪ ته ڪعبي شريف ڏي پير ڪري سمهيو،
حج ڪندي به اُنهن جون نمازون رهئي پنهنجي نموني جي
عبادت ڪندو رهيو، گڏوُ هنيا کي پاپ چيائين، قرآن شريف
جي هڪ رسول ۽ چوڏهن طبقن خلاف چيائين ته لکين پيغمبر
۽ لکين لوڪ آهن. صاحبن کي پنهنجي خاوند جي سمرٿيءَ ۽
ساڻ هجڻ ۾ پورڻ وشواس هو. انلاءِ هو بيڌڙڪ ٿي پنهنجي عقيدن
جو پرچار ڪندو هو.

گرو نانڪ ۽ مردانو بغداد شهر جي ٻاهر ايڪانت ۾ بهلول
جي قبرستان ۾ اچي رهيا. اها جڳهه اڄ به بابا نانڪ جي مقبره
نالي مشهور آهي. اُتي گرنٿ صاحب ۽ گرو نانڪ جي هڪ
پراچين تصوير رکيل آهي. اُن هسواري اڳيان، هندو، سک ۽
مسلمين وڏي ادب سان متو ٽيڪي ارداس ڪندا آهن. اهو
استان گروجن جي هڪ مسلمان مريد سيد نهرايو هو ۽ اُتي
سنگمرمر تي هي اکر اُڪريل آهن:- ”هيءَ نئين عمارت،
حضرت رب مجيد بابا نانڪ درويش جي نالي، ثواب جي ڪم
لاءِ، سندس مريد سيد جوڙائي آهي.“

بغداد ۾ صبوح سوير مرداني رباب وڄائڻ شروع ڪيو ۽
صاحبن پنهنجي مڌر واڻيءَ سان پريوءَ جا گڻ ڳائڻ شروع ڪيا.
اسلامي مذهب ۾ گانو بجانو روا نه آهي جو سمجهندا آهن ته
ان سان وحشي ڀاوناؤن ڀڙڪنديون آهن. بغدادين اڳيم ڪڏهن
راڳ نه ٻڌو هو، تنهنڪري ڪن تي من موهيندڙ پرڀاءُ پيو ته ڇڪجي
آيا. گروجن جي شاهاڻيءَ شڪل ۾ الوڪڪ روحاني نور ڏسي،
اڳيان اچي سر جهڪائڻ لڳا. هنن سمجهيو ته هي درويش ڪو
مست قلندر ٿو ڏسجي. گرو نانڪ اُتي ٻهي ڪمن ۾ هڪ هڪ

آڳر وجهي ملائن وانگر اذان يعني بندگيءَ جو سڏ ڪرڻ لڳو.
صاحبن جي اذان عربي ٻوليءَ ۾ هئي ۽ اُن ۾ پروردگار جي
مهما جا گڻ گان هئا، پر محمد صاحب جي پيغمبر هجڻ جو ذڪر
ڪونه هو ۽ اُن ۾ ڪجهه پنجابي اکر به مليل هئا. اهڙيءَ طرح
اسلام جي پٽي زبردست قلعي ۾ گروجن جو اهو نئون ڳناهه هو.

اها ڳالهه شهر ۾ پکڙجي ويئي ته هنگامو مچي ويو. شهر جي
مشهور وڏي پير بهلول صاحب وٽ شڪايت ويئي ته هن حڪم
ڏنو ته ان گهومو فقير کي منهنجي حضور ۾ حاضر ڪريو! ناناڪ ديو
اُنهن قاصدن کي چيو ته، ”مان شاهن جي شاهه جو چارڻ
آهيان. ان جا گڻ ڳائڻ ئي منهنجو ڪاربه آهي. توهانجي پير
سان منهنجو ڪو پرئوجن ڪونهي. هن کي سائينءَ جي صفت
ٻڌڻي هجي ته هتي اچي ٻڌي.“

اهو جواب ٻڌي پير صاحب ٻري ويو ۽ ماڻهن کي چيائين
ته هي فقير ڪو مٿي ڦريل ٿو ڏسجي، اهڙي المست بي دينيءَ
کي پٿر هڻي ماري سنگسار ڪري ڇڏيو، جو شريعت موجب
اها سزا لکيل آهي. ماڻهن جو ميڙ جتيون ۽ سوٽا کڻي گروجن
وٽ ويو پر اُنهنجا نينهن ڀريا نيڻ ۽ الاهي مستيءَ سان ڀريل
راڳ ٻڌي، هنن جا هٿ سستا ٿي پيا ۽ پٿر ڪري پيا. هو سر
جهڪائي پروردگار جي ساراهه ٻڌڻ لڳا. پنهنجي مريدن جي
اها حالت ٻڌي، پير پنهنجي پٽ سان گڏ جي ناناڪ ديو وٽ
آيو. هن ڏٺو ته گروجن بغدادي ٻوليءَ ۾ تازو ٺاهيل ڪلام ڳائي
رهيا آهن. اُنهن جو روحاني نور ۽ الله جي محبت ۾ ڀريل مٺي
راڳ ٿي پير به پگهرجي ويو ۽ صاحبن جي وڇايل واريءَ تي
ويهي رهيو. سندس مريد به حيران ٿي ويا ۽ اڳتي ڇا ٿو ٿئي
سو ڏسڻ لاءِ ماٺ ۾ چوگرد ويهي رهيا.

پير کي پنهنجو روپ رکيو هو، سو چيائين، ”تون اسلام

جي گهر ۾ آيو آهين. توهان دين مذهب تي صدق ڪري مسلمان ٿيءُ ته خدا جي درگاهه ۾ قبول پوندين."

نانڪ ديو چيو، "مان خدا جو بندو آهيان. حقيقت ۾ سڀ انسان خدا جا بندا آهن. نه هندو آهن نه مسلمان."

مومن مسلمان، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو،
جو واصل وحدت ۾، ڪيي گير گمان،
تنهنکي سڀ جهان، جاڻي دوسُ خداءِ جو.

پير صاحب چيو، "اي درويش! ڳائڻ وڄائڻ انسان جي اندرين ۾ جذبات کي جوش ڏياريندو آهي ۽ خدا جي عبادت ۾ رنڊڪ آهي. سانت ۾ مالڪ ۾ الله جي عبادت ٿيندي آهي ۽ انلاءِ اسلام ۾ راڳ جي منع آهي. توهان اهو گناهه ڇو ٿا ڪريو؟"

نانڪ ديو چيو، "برابر سنگيت ڀاوناڻن کي اڀاريندو آهي پوءِ اهي چڱيون هجن يا مندايون. انسان جي دماغ تي انجو زبردست اثر ٿيندو آهي ۽ پٿر دل به پگهرجي پوندي آهي. مان خدا جي وڏائيءَ جا راڳ ڳايانٿو ته منهنجو ۽ ٻڌندڙن جا من اُن مالڪ جي محبت ۾ مخمور ٿي وڃن ٿا ۽ چنچل من سانت ۾ استر ٿي وڃن ٿا. خدا جو خليل اهو موسيقي فن جيڪو خدا سان ملائي، سو ڪهڙي ريت مذهب جي خلاف ڪيئن ٿي سگهندو؟ سائينءَ جي سرشٽيءَ ۾ چوطرف انجو ڳاين ٿي رهيو آهي. وڻن جي پنن جي مرمر، پکين جا آلاپ، آبشار وهڻ جا مڌر گت ۽ ڀنورن جي جهڻڪار، مطلب ته هرهنڌ اُن مالڪ جي اُستتي ٿي رهي آهي."

گروجن جي ان دليل اڳيان پير به چپ ٿي ويو. وري چيائين ته، "توهان پنهنجي ڪلام ۾ چيو ته الله تعاليٰ لکين

جهان پيدا ڪيا آهن پر قرآن شريف ۾ لکيل آهي ته هن ڌرتيءَ کان هيٺ ست طبق آهن ۽ ست مٿي آهن. اهو به توهان قرآن شريف کي رد ڪري ڇڏيو ڪفر بوليو آهي."

صاحبن چيو: "اهو مان پنهنجي آزمودي مان چيو آهي ته

پاتالا پاتال، لک آگاسا آگاس،
اوڙڪ اوڙڪ ڀال ٿڪي، ويد ڪهن اڪ وات،
سهس اٺارهه ڪهن ڪتيبا، اصلو اڪ ڌات،
ليکا هوءِ ته لکيئي، ليکي هوءِ وڻاس،
نانڪ وڏا آکيئي، آپ جاڻي آپ.

پاتالن هيٺان پاتال آهن ۽ آسمانن جا به لکين آسمان آهن، اچا به اڳتي، اچا به اڳتي ڳوليندي ٿڪجي پيا. هزارين شاستر، اٺارهن پراڻ ۽ ڪتاب (قرآن) چون ٿا ته اصل هڪ ئي ستا آهي. ليکو تي سگهي ته لکجي، پر بي انت جو ليکو ڪندي ڪندي ئي ناس ٿي وڃن ٿا. اُنکي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي ته وڌيڪ منجهند و. اهو مهان پروردگار پنهنجي وڏائي پاڻ ئي جاڻيتو. سڀ اُن جي حڪم ۾ پابند ٿي باقاعدي هلن ٿا.

بي انت روپ اُنجا، بي انت اُنجا نام،
هرهنڌ ستا اُنجي، جنهنم جيون جو وشرام،
بي انت اسرار، بي انت اسرار، بي انت اسرار!

الين چئي گروجن سماڌيءَ ۾ اچي ويا ۽ سڀيئي الاهي آنند ۾ مخمور ٿي ويا.

ٿوريءَ دير ڪانپوءِ پير جي جوان پٽ چيو: "اي درويش! پنهنجي ڏسڻ کانسواءِ الين چوڻ چئجي ته اهو محض توهانجي خيالي ڪلپنا آهي. اسانکي پنهنجي ڪلام مجيد ڪي وڌيڪ ويسهه آهي. اسان پاڻ ڏسڻ کانسواءِ توهانجي اهو ڳالهه مڃي نٿا سگهون."

تڏهن نانڪ ديو، اُن نوجوان جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي اکيون بوٽڻ لاءِ چيو ۽ هن جي مٿي تي هٿ رکيو. اُن نوجوان ڏٺو تہ هو صاحبن سان گڏ آسمان ۾ اُڏامي رهيو آهي. اڃا بہ مٿي کان مٿي ويندي هنکي بيءِ انت آڪاس ۾ ڌرتين جهڙا بيشمار لوڪ ڏسڻ ۾ آيا. اسنکيہ سورجن جي چوگرد هيٺ مٿي ڪيترائي گرهہ هئا. اُنهن ۾ بيشمار قسمن جا جيوَ ۽ الاهي روحاني ملائڪ ۽ پيغمبر گهڻ صورتون هيون. هنکي محسوس ٿيو تہ هو بيءِ انت وقت کان اهي الاهي طبق ڏسي رهيو آهي جنجو نہ آد آهي نہ انت. ڀڳوان جو پياڪ وراٽ سروپ ڏسي، پير جو پٽ گهبرائجي ويو ۽ گروجن کي چيائين، ”اي مهان اولياءَ! مونکي وڌيڪ ڏسڻ جي توفيق ڪانهي. هاڻي مهر ڪري مونکي پنهنجي پيءُ وٽ پهچاءِ!“

پوءِ ٿوري وقت کانپوءِ اُن نوجوان اکيون کوليون تہ پاڻکي پنهنجي پيءُ وٽ قبرستان ۾ ڏٺائين. هو نانڪ ديو جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ جيڪي پاڻ ڏٺو هئائين سو سمورو احوال سڀني حاضرين کي ٻڌايائين. پير چيس، پر تون تہ سڄو وقت هتي ئي ويٺو هئين! نوجوان چيو تہ حقيقت ۾ من ۽ روح ئي سڀ ڪجهہ ڄاڻيندو. هن اسٿول سرير ذريعي جيڪي محسوس ڪجي ٿو سو بہ من ئي معلوم ڪريندو. مان پنهنجي ساڃهہ سان جيڪي معلوم ڪيو سو سڀ سچ آهي.“

پير ۽ سندس پٽ جو گروجن ۾ ڏاڍو صدق ٿي ويو ۽ هنن گروجن کي زور ڪري بغداد ۾ ڪجهہ وقت رهائي ڇڏيو ۽ سندس ست سنگ جو لاڀ پرايو. گروجن کين چيو تہ قرآن شريف ذريعي دليل بازيءَ کي ڇڏي اُن پروردگار جو سالده سمرڻ ڪريو تہ اندر جي آنند مانڊ وسامي ويندو ۽ اندر جي شانتي ۽ قرار پائيندؤ!

گر گم ڪيو ياد، جاڳي جڏهن جڳديش کي،
مٽي تنهنجي من مون، سامي سڀ اُپاءُ،
ڪنهن سان ڪري ڪينڪي، ڪُوڙي ڪلهه وواد،
رهي مڌ مجهه سماءُ، ورتي پيو ويچار سان.

*—*—*—*

## ٥٠- يارخان ۽ ولي قنڌاري

ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته نانڪ ديو ۽ مردانو، بغداد کانپوءِ ترڪستان ۽ يونان مان ٿيندا روم تائين ويا هئا. پر ان جو پورو احوال ملي نه سگهيو آهي. هو ميسوپوٽيميا مان ٿي ايران جي تختگاهه طهران ۾ آيا ۽ اُتي جي بادشاهه به گروجن مان روحاني فيض پرايو. اُتي جي هڪ شيعا درويش عبدالرحمان گروجن کان پڇيو ته محمد ۽ عليءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ گروجن چيس:- ”بهادريءَ ۽ تلوار بازيءَ ۾ علي وڏو آهي پر گيان جي نظر کان محمد وڏيڪ آهي پر عقل ۽ عمل ۾ ٻئي هڪجهڙا آهن.“

تنهنکانپوءِ گروجن خراسان مان ٿيندا هرات ۾ آيا. اُتي صاحبن جو اُپديش ٻڌي، اُتان جو خان سندن مريد ٿي پيو ۽ پاڻ وٽ رهڻ لاءِ گهڻي آزي نيزاري ڪيائين. تڏهن نانڪ ديو کيس هيءُ اُپديش ڏنو. (گوڙي اشٽپدي ١٤)

سلطان خان بادشاهه تهي رهنا،
نامهه پوليءَ ڄم ڪا دک سهنا،
مٽي ڌر نام جته راکهه رهنا.

سلطان، خان ۽ بادشاه ڪوبه نه رهندو، نام کي جيڪو وساريندو تنهنکي دک سهڻو پوندو. مونکي هڪ نام جو ٽيڪ آڌار آهي، جيئن رکندو تيئن رهندس.

ڇوڏري راجي لهي ڪسي مقام،
شاهه مرهه سدڇهه مائٽا دام،
مٽي ڏن ڏيجٽي هر امرت نام.

ڇوڏري يا راڄا ڪوبہ مقام ڪري نہ رهندو. مايا ۽ ڏن ميڙڻ تا سو اجايو آهي. هي هري! مونکي پنهنجو امرت نام روپي ڏن ڏي!

اهو ٻڌي خان چيو، ”اي ڪامل مرشد! توهان آب حيات جهڙا سخن ٻڌائي، مونتي وڏو فضل ڪرم ڪيو آهي. هينئر هتي ڪجهه ڏينهن رهي، منهنجي رعيت کي پنهنجي ديدار ۽ وعظ جو لطف ڏيئي مونتي ڀال ڀلايو.“

خان جي سچي سڪ ڏسي گروجن ولس ٢-٤ ڏينهن وڌيڪ رهيا. موڪلائڻ وقت اُن حاڪم کين گهڻيئي مال مليدا ڏنا جي صاحبن اُتيئي غريبن ۽ محتاجن ۾ ورهائي ڇڏيا.

هرات ڪانپوءِ نانڪ ديو ۽ مردانو قندار اچي پهتا. گروجن جي ساک ٻڌي اُتي جو مشهور درويش يار علي خان صاحبن وٽ آيو ۽ سوال ڪيائين تہ ”زندگيءَ جو راز ڇا آهي؟“ گروجن چيس، ”زندگيءَ کي سڦل ٻڻائڻ لاءِ موت کي سمجهڻ ضروري آهي. موت ياد هوندو تہ ڀڇڙا ڪم نہ ٿيندا.“

يار عليءَ چيو، ”توهان الله جا پيارا ولي آهيو. توهانجي قدمن جي خاڪ سان اسان جا گناه بخشيا ويندا.“ نانڪ ديو چيو، ”هڪ قدمن جي خاڪ ۽ ٻي منهن جي خاڪ ٿيندي آهي. چرڻن جي خاڪ اها آهي تہ هتي وهي ڪري الله جو نام جپ! منهن جي خاڪ اها آهي تہ جيڪي منهنجي مک مان نڪتو، سو دل سان هنڊائي اُنتي عمل ڪر! مالڪ سان محبت ڪري اُنجي ٻندن جي خدمت ڪر!

खाणा पीणा हसणा सउणा बिसर गइआ है मरणा ।
खसमु बिसारि खुआरी कीनी ध्रिगु जीवणु नही रहणा ॥१ ।
प्राणी एको नामु धिआवहु । अपनी पति सेती घरि जावहु ॥१॥

کائڻ پيئڻ، کلڻ سمهڻ ياد رهيئو رڳو وسري ويئو مرڻ. پنهنجي خصم خدا کي وسارڻ آهي خواري ۽ اهڙي جيئڻ کي ڌڪار آهي. اي جيوَ! نام جو ڌيان ڪر ته پتيءَ جي گهر وڃين ته مان ٿيئي.

تڏي پوندءِ ڪل، جڏي ضابت ايندءِ اوڏڙا،
سڪائيندءِ ساهه کي، سامي سارڻ هڪل،
جي هوندا سارڻ عمل، ته توکي رند نه راهه رو.

جڏهن موت جا ملائڪ اچي سوگهو جهليندءِ ۽ ساهه سڪائيندءِ تڏهن سڌ پوندءِ، پر جي نيڪ ڪم ڪيل سارڻ هوندءِ ته توکي ايذاءِ يا عذاب نه ملندا.

نانڪ ديو چيو،–

तुधनी सेवहि तुझ किअ देवहि मांगहि लेवहि रहहि नही ।
तू दाता जीआ सभना का जीआ अंदरि जीउ तुही ।
गुरमुखि धिआवहि सि अमृत पावहि सेही सूचे होही ।
अहिनिसि नामु जपहु रे प्राणी मैले हछे होही ।
(राग मलार चउपदे)

اي خدا! تنهنجي بندگي ڪرڻ وارا توکي ڪجهه ڏين نه ٿا پر مڱيندا ئي رهن ٿا ۽ وٺڻ کان باز نٿا اچن. تون سڀني کي سڀڪن مان پاوندا بدارت ڏيندو ئي رهين ٿو. سڀني جيون جي اندر تون ئي پراڻ آهين. گرمک تنهنجو ڌيان (ڪجهه مڱڻ لاءِ نٿا ڪن) پريم وس ڪن ٿا ته انهن کي امرت پراپت ٿيئو. هي جيوَ! رات ڏينهن ان مالڪ جو نام جپ ته ميرو هردو اچو نرمل ٿيندو!

گروجن جي امرت ميه واڻي ٻڌي درويش يارخان نهال ٿي پيو ۽ سڄي عمر سندن صدق وارو مريد ٿي رهيو.

قندار کانپوءِ نانڪ ديو بلخ ٻخارا، ڪابل مان ٿيندا جلال آباد ۽ پوءِ پشاور اچي پهتا. پوءِ سنڌو لڌي پار ڪري راولپنڊيءَ کان ١٥ ڪوهه پري حسن ابدال نالي ڳوٺ ڀرسان هڪ ٽڪر وٽ اچي ديرو ڪيائون.

اُن ٽڪر تي ولي قنڌاريءَ نالي هڪ پير جي درگاهه هئي، جنهن جي ڀرسان پاڻيءَ جو هڪ چشمو هو. پسگردائيءَ ۾ اُن چشمي کانسواءِ پاڻي ملڻ جو ٻيو ڪو وسيلو ڪونه هو. ولي قنڌاريءَ کي پنهنجي پيريءَ ۽ مرشديءَ جو ڏاڍو غرور هو. هن صاحبن جي ساک ٻڌي ته حسد ۾ جلي ويو ۽ گروجن کي اڃ ۾ حيران پريشان ڪري ايڏو نوائڻ جو پڪو پهه پچايائين. نانڪ ديو جي ته اُڃ ۽ بک وس ٿيل هئي، پر مردانو پاڻيءَ کانسواءِ ڏاڍو ششدر ٿيو. صاحبن جي چوڻ تي هو ڪيبائيندو ڪيبائيندو ٽڪريءَ تي چڙهيو ۽ پير کان وڃي پاڻي گهريائين.

ولي قنڌاريءَ مرداني کي پاڻي ڏيڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ چيائينس ته: ”تنهنجي مرشد جي ڏاڍي ساراهه ٿي رهي آهي، جي هو سچو درويش آهي ته تو لاءِ پاڻي چو نه ٿو پيدا ڪري؟ توکي لعنت آهي جو تون مسلمين ٿي هڪ ڪافر جي پنيان ٿو گهمين؟“

مرداني چيس: ”هل ڙي هل حاجي! اهي گنا وڃي ٻئي ڪنهنکي ٻڌاءِ. خدا تعاليٰ ايمان وارن مسلمانن کانپوءِ ڪنهنکي ڪا طاقت ڪانه بخشي آهي.

مرداني واپس اچي گروجن کي سموري ڳالهه ٻڌائي. هو ته ڪرامت ڪرڻ جي سخت خلاف هئا، سو وري مرداني کي ٻيهر ۽ ٽيهر به قنڌاري پير وٽ موڪليائون. اڃ ۾ بيحال مرداني

ڏاڍي ڏکيائيءَ سان سهڪندي سهڪندي پهاڙ تي چڙهي وري
ٻه وچي ولي قنڌاري وٽ ليلرايو، پر هن جي پٿر دل نه پگهري.
جڏهن مرداني آخرين دفعي اچي صاحبن کي حقيقت ٻڌائي ۽
هن کي پوين پساهن تي ڏسي گروجن کيس هڪ پٿر سرڪائڻ
لاءِ چيو. پٿر ريڙهڻ سان اُتان مٺي پاڻيءَ جو چشمو گڙ گڙ ڪندو
اچي نڪتو ۽ مرداني پيٽ ڀري پاڻي پيتو.

اُن چشمي مان ولي قنڌاريءَ جي پهاڙي چشمي جو پاڻي
سيلاب ٿي وهي ويو ۽ سڪي ويو. پوءِ ته قنڌاري پير جي غصي
جي حد نه رهي. هن هڪ وڏي ڇپ سوري گروجن مٿان اُڇلائي.
تڏهن صاحبن پنهنجي تريءَ سان اُن شاهي ڇپ کي روڪيو.
گروجن جي تريءَ جو نشان اڄا تائين اُن ڇپ تي آهي. ان
جڳهه تي هاڻي 'پنجا صاحب' نالي هڪ شاندار گردوارو آهي،
جنهن جي ياترا ڪرڻ لاءِ هر سال هزارين سک ڀارت مان پاڪستان
ويندا آهن.

جبل تان ڪرندڙ هڪ مهاڀاري ڇپ کي روڪڻ جي آدڀت
شڪتي ڏسي، ولي قنڌاريءَ جي شيخي ڪِر ٿي وئي. هو پهاڙ
تان لهي اچي صاحبن جي قدمن تي ڪريو ۽ پنهنجي ڀل بخشائڻ
لڳو. گروجن لـــ پاپين سان ڪڏهن نفرت نـــ ڪندا هئا. هُنن
ولي قنڌاريءَ کي ٻه نرنڪار پريوءَ جو نام دان ڏنو ۽ نصيحت
ڏني ته هو پربت جي چوٽيءَ تي نويڪلو ويهڻ بدلي عام لوڪن
کي نيڪيءَ، رحم ۽ رب جي رضا ۾ راضي رهڻ جو وعظ ڪري
ته اُهو رحيم ڪريم پروردگار کيس پنهنجي نظر سان نهال ڪندو.

گروجن چيس، ”اي پيارا! اهو نه وسار ته اُهو مالڪ محبت
جو ڀنڊار آهي. جنهن جي دل ۾ خدائي عشق ۽ خدا جي ٻندن
لاءِ رحم ڪونهي، سو ڪڏهن به الله جي ويجهو وڃي نه سگهندو.
سڀيئي انسان اُنجا خليل آهن ۽ هندو مسلمان ۾ غير ڪمان

وڪڻ غلط آهي. جيڪو انهي اولاد سان محبت ڪندو، تنهن سان ٻيڻو پاڻ محبت ۽ رحم ڪندو. جيڪو درويشن کي ستائيندو، سو پنهنجو ڪيتو پاڻ لوڙيندو. ديا سنتوش ۽ نام سمرڻ الله سان ملڻ جون راهون آهن."

گروجن جا وچن ولي قنڌاريءَ جي دل اندر گهڙي ويا ۽ هن جي دل مان تعصب جي ميل نڪري وئي. هو صاحبن کي پنهنجو مرشد ڪري مڃڻ لڳو.

جيڪو ڏکائي، سنتن سا پرسن کي،
سو ڪيتو پانهنجو پائيهين، جنهن منجهه پالي،
جيئن ڪيڙو گند ۾، لت نبي ڪائي،
ساڌو ڇڏائي، ته سامي ڇٽي ڏک ڪون.

نه رڳو ولي قنڌاري، پر هن جا پويان به گرونانڪ کي پنهنجو مرشد چوائڻ ۾ فخر وٺندا هئا. خاص ڪري پنجاب ۾ گروجن کان ٢-٣ سؤ سال پوءِ ڪٽر مذهبي حاڪمن جي حڪومت رهي، جن هندن جا سڀ مندر ۽ ڌرمي آستان ڊاهي ڇڏيا، پر انهن جي وقت ۾ 'پنجا صاحب' جي دربار کي ولي قنڌاريءَ جا مريد سنڀاليندا رهيا ۽ هو مذهبي تعصب نه رکندا هئا.

*—*—*—*

## ١٥- بابر جو حملو

حسن عبدال کان پوءِ نانڪ ديو ۽ مردانو سيدپور ۾ پنهنجي پياري ڀڳت لالو واڍي جي گهر اچي پهتا. ڀائي لالوءَ جي دل باغ باغ ٿي پيئي ۽ پنهنجو بخت ڪليل سمجهي صاحبن جي سيوا ڪرڻ لڳو. جڏهن گروجن ۽ مردانو ڪائي ڏي آرام سان ويٺا ته لالوءَ کان حال احوال پڇڻ لڳا. هن چيو ته پيو ته سڀ ٺيڪ آهي

پر پٺاڻ حاڪمن جو ظلم ڏاڍو وڌي ويو آهي. هو غريبن کـي بيگر ۾ وهائيندا هئا. ڪڏهن به هندو يا مسلمان جي گهر ۾ ڪڏهن به مال متاع يا سندر استريءَ جـو پتو پوندو هو ته زوريءَ کڻي ويندا هئا. ڪي عهدن ۽ اقبال جا بکيا خوشامدڙي، پنهنجي سماج سان غداري ڪري حاڪمن جا خاص ٿي سندن اڳـ پوندا هئا ۽ ظلم ۾ ساٿ ڏيندا هئا.

گروجن چيو، "پيالي لعلو! سڀ ڪلتار جي حڪم کي ڪوئي ٽاري نٿو سگهي. انهن سڀني لاءِ ڪابل کان جم-دوتن جي ڄڃ اچي رهي آهي، جيڪي انهن سان غضب جون تعديون ڪندا."

لعلوءَ عـرض ڪيو، "سچا پاتشاهه! جنهن سڪين ڪانئين سان آليون به سڙي وينديون آهن، تيئن ان حملي ۾ گهڻا بيگناهه به مارجي ويندا. توهان سرو سمرٿ آهيو ۽ ڌارين جي ان ڪاهه کي روڪي سگهو ٿا!"

صاحبن چيو، "پيارا! سيوڪ جـو ڪم ناهي ته مالڪ جي حڪم کـي ٽاري. مونکي ته پڻ ڀوءَ جيڪو چوايو سو مون چيو. اُهي مايا ۽ قدرت جا قانون بي انت آهن، جنهن کو پار پائي نٿو سگهي. جيڪي ڪجهه ٿئيٿو تنهن ۾ به ڪا ڀلائي هوندي. مـان ڪير جو هوڻهار کي بـدليان! هيءُ ظالم پٺاڻ پاڻ لڙي، بدنصيب رعيت کي لتاڙي تباهه ڪري رهيا آهـن ۽ چوطرف هاهاڪار متل آهي. شايد اُن ڪرتار جو غصو، مغلن جي روپ ۾ ظاهر ٿي، هن ملڪ ۾ ڪا پڪي پاتشاهي قائم ڪرڻ جو هوندو. پر ان بربادي کان بچڻ لاءِ تون پنهنجن عزيزن سميت جلد شهر ڇڏي وڃ!"

انوقت اُتي هڪ برهمڻ صاحبن لاءِ قلن جـي ٽوڪري کڻي آيو. تنهنکي به گروجن شهر ڇـڏي وڃڻ لاءِ چيو. هن چيو ته "اسانجو بچاءُ ڪري توهان پاڻ ڏکي وانئي آيدا ۾ ڇو ٿا رهو؟"

نانڪ ديو چيو، ”غريبن کي مصيبت جي منهن ۾ ڏسي پاڻ
پاسو ڪرڻ درويشن جو ڪم ناهي.“

پوءِ گروجن جي زور ڀي ٿو پئي شهر ڇڏي ويا. ٿورن ڏينهن
کانپوءِ مغل بادشاهه بابر جي لشڪر سيدپور کي اچي تلف تالان
ڪيو. بابر جو هندستان تي حملو سنه ١٥٢١ع ۾ ٿيو ۽ سيدپور
هن جي راهه ۾ پئي. مغلن جي بندوقن ۽ توبن اڳيان لوڌي
پٺاڻن جون تلوارون ۽ تير مقابلو ڪري نه سگهيا ۽ ڏاڍيءَ بيرحميءَ
سان قتل ڪيا ويا. چوطرف آفت برپا ٿي وئي ۽ ٿرٿلو مچي
ويو. نه رڳو حاڪمن ۽ عملدارن جو ڪوس ڪيائون پر جيڪو
به سامهون ٿين تنهنکي ٿي نگهوسار ڪيائون. بادشاهه گڙديءَ
۾ نه سداءِ قهر برپا ٿيندو آهي. مغلن بس سڄو شهر ڊاهي تباهه
ڪيو. چوطرف ماڻهن جا لاش پيا هئا، جن کي گدڙ، ڪتا ۽
ڳجهون چني پئي کائي رهيون هيون. ڏاڍو ڏکائيندڙ نظارو
هو. مغل سولجر گهرن ۾ گهڙي ٿي پيا ۽ جيڪي جوان زالون ٿي
ڏٺائون، تنکي وارن کان گهلي ڪڍي ٿي ويا. گهرن ۽ محلن مان
مال ميڙي ڪڍيائون ۽ جيڪي سگهارا مرد يا جانور بچيا هئا
تن کان مال کڻائي پيدل پري پنهنجي ڇانوڻيءَ ڏانهن وٺي هليا.

نانڪ ديو کي به مٿي تي هڪ بوجهو کڻڻ لاءِ ڏنو ويو ۽
مرداني کي هڪ گهوڙو وٺي هلڻ لاءِ چيو ويو. هزارين لوڪن
جي مٿي تي لٽيل مالن ۽ اناج جا بار هئا. زالن جو تڙ به روئندو
پٽيندو پئي هليو. چوطرف ورلاپ ٿي رهيا هئا. سپهي سپاهين
جي چهبڪن جي ڌڪ ۾ هلي رهيا هئا. رڳو گروجن کي ڪو
پڙ پولو ڪونه هو. هن مرداني کي چيو، ”پيارا! باڻي آئي
آهي. تون رباب شروع ڪر! گهوڙي جو لغام ڇڏ! اهو پاڻيهي
پنهنجي پٺيان ايندو.“

گروجن جي مٿي تي بار هو نه به هو ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي

رهي ڏاڍي آنند ۾ ڳائيندو پئي هليو. هن کي پنهنجي مالڪ
لاءِ ڪا به شڪايت ڪانه هئي. ان وقت جيڪو شبد چيائون سو
گرنٿ صاحب ۾ آسا راڳ جي ١١ اشٽپديءَ ۾ ڏنل آهي:-

”اي مالڪ! تنهنجي گت مت تون ئي ڄاڻين ٿو. تو کي
وارون وار نمسڪار آهي. جيڪي ناريون سدائين ريشمي پوشون
۽ وارن ۾ تيل ڦليل وجهنديون هيون، تن جا اگهاڙا مٿا اڄ ڌوڙ
۽ ڌڌڙ سان ڀريل آهن. جيڪي نئون ورنيون عاج ۽ سوني جي
ڏولين ۾ چڙهي ساهري آيون هيون ۽ مٿن عطر ۽ گلاب جل جو
ڇڻڪاءُ پئي ٿيو، سي نوڙين ۾ ٻڌجي خراب ٿي هڪلجي رهيون
آهن. جيڪي سندريون محلن ۾ هار سينگار ڪري پنهنجي پتين
سان سيج پلنگن تي سهاڳ جا سک ماڻينديون هيون، سي اڄ
خاڪ ۾ پرجي وڏوائين تي ورلاپ ڪري رهيون آهن ۽ سندن
موتين جا هار ۽ مٽيا ڪسيا ويا آهن. اي منهنجا مالڪ! تنهنجو جيئن
حڪم ٿئي ٿو تيئن ئي ٿئي ٿو، تنهن کي ڪوئي بدلائي نٿو سگهي.

اي منهنجا سائين! جن استرين مٿان اشرفين جون گهوريون
گهوريون وينديون ۽ گهرن ۾ عاج ۽ چانديءَ جي هنڊورن ۾ ٿي
لڏيون ۽ جن جي مٿان ٻانهن وڏا وڃڻا پئي لوڏيا، تن وڏ گهراڻين
کي ڇهبوڪ لڳي رهيا آهن ۽ وحشي سولجرن هٿان ذليل ٿي
رهيون آهن. انهن جو ڏن جوڀن ئي انهنجو ويري ٿيو آهي، جو
بدشڪل ۽ مسڪين ظالمن نه ڇٽي ويئون آهن. ان پرماتما جا
رنگ به عجيب آهن جو ڏن جوڀن وڏائي ۽ وڏيا ڏئي به پاڻ
ٿو ۽ انهن لاءِ سزا ڏيڻ وارو به پاڻ آهي. ان ڪرتار کي جيڪي
ڀاوين ٿو سوئي ٿئي ٿو.“

گروجن جو منڊر ۽ ڀڳتيءَ ڀريل راڳ ٻڌي سيمي دکي دلين
کي آٿت آيو ۽ سيئي ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ راضي رهي دک ڀوڳڻ
لڳا مغل سالار ميرخان حيران ٿي ڏسڻ لڳو ته هيءُ ڪهڙي قسم جو

اديس الله لوڪ آهي، جو مٿي ٿي اڏو ٻوجهو هوندي به آنند
۾ مگن ٿي ڳائي رهيو آهي ۽ سندس ربابءَ جي پٺيان گهوڙو
بـــه پنهنجو پاڻ اچي رهيو آهي. ڳائيندڙ جي چهري تي ڇا نه
هڪ روحاني نـور چمڪي رهيو آهي! زحمت جي بدلي هڪ
رحمت جـــي فضا ٿي وئي آهي جو سيني مظلومن ۽ سپاهين
کي شانتي ۽ قرار ملي رهيو آهي!

آخر سڄو قافلو اچي ڇانوڻيءَ ۾ پهتو. اُتي به قيدين کـي
جدا جدا ڪمن ۾ لڳايو ويو. ڪن گهوڙن جـــون لڏيون پٽي
کڻيون، ڪن ٻهارا پائي صفائي پئي ڪئي ته ڪن پاڻـي ڀري
پئي آنـدو. نانڪ ديو ۽ مرداني کي اٽو پيهڻ لاءِ جنڊ تـــي
ويهاريو ويو. صاحبن ڏٺو ته چوطرف ڏک جو ساگر ڇوليون ڏئي
رهيو آهي. ڪن زالن پنهنجي وڇڙيل ٻچڙن ۽ مڙسن لاءِ پئي
ٻاڪاريو. اهو ڏسي گروجن پرماتما جي شڪايت ڪـرڻ بدلي
اُن جا گڻ ڳان ڪرڻ لڳا ۽ مردانو رباب وڄائڻ لڳو. اُن وقت
هڪ اسرار ٿيو تـه سيني جا جنڊ پنهنجو پاڻ هلڻ لڳا ۽ سڀئي
ڪيرتن ۾ شامل ٿـي ڳائڻ لڳا ۽ چوطرف آنند ڇانئجي ويـــو.
چوڪيدار حيران ٿيا ۽ ميرخان کي وڃي سموري حقيقت ٻڌايائون.

ميرخان ڪالهه ۽ اڄ جي سموري حقيقت وڃي بادشاهه بابر
کـــي ٻڌائي ۽ گروجن جي خدائي نور، المستيءَ ۽ شانت سڀاءَ
جي ڏاڍي ساراهه ڪئي. بـــادشاهه به عجب ۾ پئجي جيل ۾
اچي گروجن جو درشن ڪيو ۽ راڳ ٻڌو. ان راڳ ۾ سرڪو وياپي
پرماتما جي ٻي انت مايا ۽ مهر جو ورڻن هو، جنهن بابر جي پٿر
دل کي به پگهاري ڇڏيو. هن ميرخان کي چيو، ”هن درويش
۾ مـونکي خدا جو ديدار ٿئيٿو ۽ اُن جو آواز ٻڌڻ ۾ اچيٿو.“
بادشاهه، گروجن وٽ وڃـــي سلام ڪيو ۽ چيو، ”اي ولي!
مان تو جهڙي الله جي پياري جي عزت نه ڪئي، انلاءِ معافي

طلب آهيان. هاڻي اوهان جيڪو حڪم ڪريو سو بجا آڻيان. اوهان منهنجو نذرانو قبول ڪندا ته پروردگار جي مولتي مهر ٿيندي!“

گروجن چيس، ”اي بادشاهه! منهنجو مالڪ تو جهڙي شاهه جي، شاهن جو شاهه آهي ۽ هن بندي کي پنهنجي نام جو املهه خزانو ڏنو اٿائين، جنهن اڳيان قارون جو خزانو به خسيس آهي. مونکي پنهنجي لاءِ نه ڪجهه نه گهرجي. تون جي اُن پروردگار کي راضي ڪرڻ چاهيندو ته سيدپور جي قيدين کي آزاد ڪر ۽ سندن مال ملڪيت واپس ڪر!“

بادشاهه، صاحبن جي مرضيءَ موجب حڪم ڏنو ۽ کين پاڻ وٽ وهڻ لاءِ زور ڀريو. گروجن واعدو ڪيس ته اسان تو وٽ پيهر ايندا سين ۽ پوءِ سيني کي ساڻ وٺي سيدپور واپس موٽي آيا. سيدپور ۾ ته بدبوءِ ۽ لاشن جا ڍڳ لڳا پيا هئا. چوطرف تباهي ۽ بربادي‌ءَ جو نظارو بريا ٿيل هو. ٻارن ٻچن ۽ اڌ ڪٺيل انسانن جو روڄ ٿي ٻڌڻ ۾ آيو. گروجن سيني کي آزاد ڪرائي آيا ته سيني کيس نجات ڏيارڻدڙ چئي واهه واهه ڪرڻ لڳا. جيڪي ماڻهو اميرن يا حاڪمن جا دادلا ۽ چهيتا هئا، سي صاحبن وٽ آيا ۽ چوڻ لڳا ته اڃا سندن ڪن عزيزن کي آزاد نه ڪيو ويو آهي ۽ خاص ڪري ڪن سندر استرين کي مغل سردارن پاڻ وٽ رکي ڇڏيو آهي. صاحبن کين آٿت ڏنو ۽ چيو ته پرماتما کي جيڪي ڀاوندو، سوئي ٿيندو ته به هو ڪوشش ڪندو. اُن وقت اچي تماشام ٿي ۽ گروجن جي روزمره جي ساڌ سنگت اچي ڪٺي ٿي. انوقت صاحبن گذريل وقت جي اميرن ڏانهن مخاطب ٿي هيءَ شبد ڳاتو جيڪو گرنٿ صاحب ۾ آسا راڳ جي ١٢ اشٽپدي ۾ آهي:-

”اوهان جا اُهي موج مزا، جشن ۽ مجلسون، هاٿي ۽ گهوڙا

ڪٿي آهن؟ نغارا ۽ شهنايون ڪٿي آهن؟ ڪٿي آهن توهان
جون ريشمي ڪيمخابي جلوهدار پوشاڪون؟ توهانجا جيڪي
مانداڻ منڊيل هئا، تن جو رونق پيڪو ڪٿي آهي؟ اي پيارا!
اُن سرو سمرٿ پرماتما کي ياد ڪريو، جيڪو پل ۾ شاهه مان گدا
۽ گدا مان شاهه بڻائي ٿو! سچي سان دنيا ۽ محبت جو ورتاءُ
ڪريو ۽ اُن جي رضا ۾ راضي رهو!

پيرن، مولوين ۽ مهنتن توهانکان ناڻو وٺي توهانکي خدا جي
نالي جا گهڻيئي تعويذ ۽ ٽوڻا ڏنا هئا ۽ گهڻيئي پاٺ پڙهايا هئا پر
اُهي سڀ توهان جي حفاظت ڪري نه سگهيا!

धृगु तिना का जीविआ जि लिखि वेचहि नाउ।
खेती जिनकी उजड़े खलवाड़े किया थाउ॥ (सारंग को वार)

لعنت آهي اُنهن تي جيڪي پرڀوءَ جو نالو وڪڻن ٿا، پر جن جي
ٻوڪ (ٻني) ناس ٿي وئي آهي سي لاڀارو ڇا لڻندا؟ جن وڏارن
شهزادن اهڙن تعويذن ڪري پاڻکي ٻي جوکي سلامت سمجهيو
هو، سي ٽڪر ٽڪر ڪيا ويا ۽ سندن محل جلايا ويا. اي پيارا!
انهن مولوين ۽ مهنتن جي ڦندن ۾ نه ڦاسو!

جن زالن جي دردشا ڪئي وئي تن مان ڪي وڏ گهراڻيون
هندواڻيون، پٺاڻيون ۽ مسلمانيون هيون. انهن پردا نشين ستونتين
جا ڪپڙا ڦاڙيا ۽ بي عزتو ڪيو ويو. ڪن جا گهوٽ ماريا ويا ته
ڪن جا واپس آيا آهن. ٻارن مان ڪن کي ماءُ پيءُ مليا آهن
ته ڪي يتيم بڻجي ويا آهن. اُن ڪلتار کي جيئن وڻيو ليئن
ٿيئو. هن جي مٿان ڀو ڪو ڪونهي. جنهنکي وڻي سو ڏانهن
ڏجي. هن جي لکئي کي ڪو ٽاري نٿو سگهي. هو رحم جو
ڏاتي آهي. هنکي پيار، نيزاري ۽ نمڪ ڪمن سان رجهايو!

*—*—*—*

# ٥٢- بابر کي نصيحت

ٻئي ڏينهن نانڪ ديو صبح سوير اڪيلي سر بابر جي ڇانوڻيءَ ڏانهن روانا ٿيا ۽ اتي پهچي شبد ڳائڻ لڳا. اهو شبد هه گرنٿ صاحب ۾ آسا راڳ ۾ ڏنل آهي. ان روحاني ڪلام جي مڌر آلاپ تي لشڪر ڪٺو ٿي ويو ۽ بابر کي به خبر پيئي ته هو به گهوڙي تي چڙهي اتي اچي پهتو. هن صاحبن جي ڪلام جي معنيٰ پنهنجي زبان ۾ ڄاڻڻ چاهي ته کيس ٻڌائي وئي.



”اي پريو! تو بابر کان خراسان کي ته خوش رکيو پر هندستان کي ڏهڪائي رکيو. تون پاڻ کي ڪو به ڏوهه نٿو ڏيارين. هن جم روپ مغلن کان، پٺاڻن تي اهڙي ته مار پئي جو هو ورلاپ ڪرڻ لڳا. پوءِ به توکي ڪو قياس نه پيو.“

جيڪڏهن ڪو شه زور ڪنهن شه زور کي ماري ته رنج نه ٿيندو آهي. هتي جبرن پٺاڻن اسان ڳائين روپي هندستانين کي ستايو ۽ تو انهن کي زبردست مغلن کان مارايو. هاڻي پٺاڻن کي ڪو پڇي به نٿو. هي پروردگار! تون جهون کي ملائين ٿو يا

وڇوڙڻ تو، نظر سان نهال ڪري وڌو ٻڌائين ٿو! تنهنجو الست پالي نٿو سگهجي. اي مالڪ! مان تنهنجي نام تان صد بار قربان وڃان!

صاحبن جي ڪلام جو بابر تي ڏاڍو اثر ٿيو. خاص ڪري نانڪ ديو اُن پد لئي زور ڏنو ته هيڻن، بيگناهن ۽ بي وسيلي رعيت کي آزارڻ گناهه جو ڪم آهي. صاحبن جو اهو ئي ٻ ٻاليءَ سان چيل ڪلام ٻڌي بادشاهه چيو ته ”اي الله لوڪ! تون مونکي دعا ڪر ۽ مون وٽ رهي الله جي عبادت ۽ محبت سيکار!“

گروجن چيس ته ”اي بادشاهه! الله جي عبادت اها آهي ته تون بيگناهن جي بربادي‌ءَ جو باعث نه بڻج! اُن رحم ۽ ٻاجهه جي ڏٺيءَ کي ياد ڪر! مان تو وٽ ٽي ڏينهن ان شرط تي رهندس ته تون سڀني قيدين کي آزاد ڪر! تنهنجي عملدارن جيڪي هندو، مسلمان يا پٺاڻي زالون روڪي رکيون آهن، تن کي به سندن ٻند مان آجو ڪر!“

بابر سڀني کي آزاد ڪرڻ جو سخت فرمان جاري ڪيو ۽ صاحبن کي ڏاڍيءَ عزت سان پاڻ وٽ رهايو. صاحبن جي صحبت ۾ بادشاهه کي روحاني راز ۽ خالق جي خدمت ۽ محبت جي توجهه ٿي. گروجن جا وچن هن لاءِ الهام مثل هئا. هن صاحبن کي چيو ته ”اي منهنجا ولي! توکي جيڪي گهرجي سو مونکان گهري وٺ!“

تڏهن صاحبن هيءُ شبد چيو ته

ايما دئا ايڪ خداءِ جا ڪا ديتا سڀ ڪوئي کاءِ،
ٻندي ڪي جو لوڙي اوٽ، دين دنيا هيءَ تسڪو لوٽ،
اِڪ دانا سڀ جڳت ٻڪاري، اُسڪو ڇوڙ اور ڪو لاڳي،
لن اپني سگلي پت هاري، شاهه پاتشاهه سڀ اُسڪي ڪيتي،

اُسکي سات نہ کوئي رليئي،
کهي نانڪ سڻ بابر ميرُ، تجهہ ني مانگي سو احمق فقير.

اي بادشاهہ! مونکي اُن اِڪ خـــدا پنهنجــو ايمان (يڪتي) بخشيو آهي. اُنجو ڏنل سڀ کائين ٿا. جيڪو بندي جي اوٽ وٺيٿو، سو پنهنجو دين دنيا چٽ ڪري ٿو. اُهو هڪڙي داتار آهي ٻيو سارو جڳت هن اڳيان سوالي آهي. اُن کي ڇڏي جو ٻين جو آڌار وٺيٿو، سو پنهنجي پت وڃائيٿو. شاهہ بادشاهہ بہ اُهوئي بڻائيٿو. اُن سان ڪوئي برابري ڪري نٿو سگهي. نانڪ چويٿو، اي بابر مير! اُن شاهہ کي ڇڏي جيڪو تو کان ڪجهہ بہ گهريٿو سو فقير احمق آهي."

اهڙو ٻڌڻ تي بہ بادشاهہ جي دل نہ ميو جو سمجهائين تہ سچا درويش لاطمع ٿيندا آهن، پر جي هي الله جو پيارو مونجو ڪجهہ نـــذرانو قبول ڪندو تہ ڏاڍي مونتي مهر ڪندو. اِئين سمجهي هن گروجن اڳيان سوني جي اشرفين، مـاڻڪ موتين ۽ جواهرن سان ڀريل ٿالهہ آڻي رکيا ۽ قيمتي ڪپڙا بہ گهڻيئي آندا ۽ منٿون ڪرڻ لڳو تہ گروجن اهي قبول فـرمـائين. اُن وقت صاحبن هيٺيون شبد چيو، جيڪو گـرنٿ صاحب ۾ آسادي وار جو (۱) سلوڪ آهي،-

ڪوڙ راجا، ڪوڙ پرجا، ڪوڙ سڀ سنسار،
ڪوڙ منڊپ، ڪوڙ ماڙي، ڪوڙ ٻيسڻ هار.

(راجا فاني، پرجا فاني، فاني سڀ سنسار،
فاني منڊپ، فاني ماڙي، فاني اُن ۾ رهڻ وارا.)

ڪوڙ سڻا، ڪوڙ رُپا، ڪوڙ پهنهڻ هار،
ڪوڙ ڪائيا، ڪوڙ ڪپڙ، ڪوڙ روپ اپار.

(فاني سوا، فاني چانڊي، فاني ڌرتي وارا،
فاني ڪايا، فاني ڪپڙا، فاني روپ اپار.)

ڪوڙ ميان ڪوڙ ٻيبي، ڪپ هوئي ڪار،
ڪوڙ ڪوڙئي نهه لڳا، وسريا ڪرتار.

(فاني ٻنتي، فاني پتني، سڀ ڪپي ڪاچي خاڪ ٿين ٿا،
فاني فانين سان نينهن لڳائي، ڪرتار وساري ويهن ٿا).

ڪوڙ مٺا، ڪوڙ ماکي، ڪوڙ ڏوبي پور،
نانڪ وکاڻي بينتي، تڌ ٻاجهون ڪوڙو ڪوڙ.

فاني آهن سوادي ۽ ماکيءَ جهڙا مٺا پدارٿ (راڳ ڪام پورڻ مزا). انهن سان دل لڳائيندڙ به هن سنسار ساگر ۾ ٻڏن ٿا. نانڪ ڪرڻو وينتي، اي پروردگار! توکان سواءِ سڀ فاني ڪوڙ آهي، تون ئي رڳو سچ آهين.

گروجن جا اهي امولڪ وچن توجه سان ٻڌي بابر هن جي قدمن تي ڪري عرض ڪيو، "اي خدا جا پيارا اولياءَ! تو در منهنجي توبهه زاري آهي. تو ۾ خدا جو نور پيو ٻڪي. سبحان الله! سبحان الله!! تون دعا ڪر ته هندستان تي منهنجي سلطنت پشت به پشت قائم رهي!"

صاحب چيو، "تون هندستان جي سڀني قومن سان هڪجهڙائيءَ جهڙو ورتاءُ ڪر ۽ هن ملڪ کي پنهنجو اباڻو ملڪ ڪري سمجهه! جيستائين تنهنجي اولاد جي حڪومت بي رياءِ تي ٻڌل رهندي ۽ مذهبي تعصب کان پري رهندي، تيستائين قائم رهندي. اي بادشاهه! ان دنيوي دولت کان وڌيڪ پروردگار جو نالو بي بها آهي. ان الله سان لنوَ لڳاءِ ۽ ان جي عبادت ڪر!"

اتهاس شاهد آهي ته نانڪ ديو جي نصيحت ڪانپوءِ بابر جي

زندگيءَ ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو. هو هڪ دولت لالچ جي بدلي
خدا ترس حاڪم بڻجي پيو. هو نه رڳو پاڻ، پر پنهنجي اولاد لاءِ
به انصاف ۽ ڀلائيءَ جي وصيت ڪري ويو جو اُهي پنهنجو
لباس، کاڌو پيتو هندستاني نموني جو ڪن. هندن وانگر ٽِلا
دان ڪندا هئا ۽ هولي، ڏياري، دسهرو ۽ رکيا ٻنڌڻ جا ڏڻ
ملهائيندا هئا. هنن هندستاني ڪلا ڪوشل ۽ سنگيت کي زور
وٺايو. پر جڏهن سندس اورنگزيب جهڙي وارث، مذهبي تعصب
۽ ظلم شروع ڪيو، تڏهن شاهي مغل بادشاهي به خاڪ ۾ ملي
وئي. جنهن بابر اڳيان وڏا وڏا سورما به ٿر ٿر ڪنبندا هئا،
تنهنکي گروجن جنهن بيدپائيءَ سان نصيحت ڏني ۽ ديش واسين
کي هڪ قهر کان بچايو ۽ ڀلو ڪيو، سو ڪڏهن وسرڻ جو ناهي.

*—*—*—*

## ٥٣- اچل ٻٽالا ۾

بادشاهه بابر جي ملاقات کانپوءِ گروجن پنهنجي پياريءَ ڀيڻ
نانڪيءَ سان ملڻ لاءِ سلطانپور ويا، جو هن جو صاحبن ۾ ڏاڍو
ساهه ۽ پيار هوندو هو. ڪجهه ڏينهن اُتي رهي هو ڪرتارپور
پنهنجي ڪٽنب سان اچي رهيا. فقيراڻو لباس لاهي هڪ گرهستيءَ
جا ڪپڙا پاتائون، پنهنجي کيتي باڙي ڪرڻ لڳا. اوڀر، ڏکڻ، اُتر
۽ اولهه جي چئني پاسن ۾ گروجن ويهه هزار ميل طئه ڪيا هئا
۽ کين ويهه سال لڳا هئا. هاڻي گروجن جي عمر جا پنجاهه سال
لنگهي چڪا هئا ۽ کين وڌيڪ وڏي مسافري ڪرڻ جي پرواهه
نه ٿي، پر ستسنگين جي زور ڀرڻ تي ڪڏهن ويجهن
شهرن ۾ وڃي پرڀو پريم جو پرچار ڪري ايندا هئا.

هڪ دفعي ڪن سڄڻن گروجن کي گرداسپور ضلعي جي
اچل ٻٽالا هلڻ لئي ڏاڍو زور ڀريو. اُتي شوراتريءَ تي وڏو ميلو

لڳندو هو. اُن موقعي تي جدا جدا پنٿن ۽ سمپردائن جا مهنت
۽ آچاريہ پنهنجي اصولن جو پرچار ڪندا هئا. وڏا وڏا سڌ جوڳي
هماليہ پربت ۽ ٻين جڳهين تان بہ اچي ڪٺا ٿيندا هئا ۽ پنهنجي
سمپردائہ ۾ چيلن جي ڀرتي ڪندا هئا. گروجن، ناٿ سمپردائہ جي
جوڳين سان گورک مٽي، ڪجلي بن ۽ سميرو پربت تي وارتالاپ
۾ سندن وهنوار ڪسي ولوٽ ۽ واهيات ثابت ڪيو هو. اچل بٽالا
۾ گروجن پهتا تہ سندن مڌر نام ڪيرتن تي ڏاڍي ڀيڙ ٿيڻ
لڳي. اهو ڏسي ناٿ پنٿي جوڳي تعصب ۾ سڙي ويا ۽ صاحبن
کي کليو واد وواد ڪرڻ جي للڪار ڪيائون تہ جيئن نانڪ ديو
کي هيٺ ڪري پنهنجي جئہ جئڪار ڪرائي سگهون.

سڌن ۽ صاحبن جو بحث ٻڌڻ لاءِ سڄي ميلي جا ماڻهو،
مهنت ۽ مولوي اچي ڪٺا ٿيا. ڀرٿريائين جوڳين ٺٺولبازي ڪري چيو
”اي واڳيندڙ! تون سچ پچ هڪ افلاطون آهين، جو ٻئي گدڙا هڪ
هٿ ۾ جهلي سگهين ٿو. ڪڏهن ساڌو سنتن جو ويس ڌاري
پنهنجا چيلا ٺاهين ٿو ۽ پوءِ وشيہ واسنائن جا تياڳ ڪري نٿو
سگهين تہ هڪ گرهستيءَ جا ڪپڙا پائي گرهست جا مزا ماڻين
ٿو. اي ابوجهہ لوڪو! گرهست جي کيڙ ۾ ڦاٿل هڪ ڳائڻ وڄائڻ
وارو گرو ٿي نٿو سگهي، پر جيڪي اسان وانگر ڪٺن تپسيائون
ڪن ٿا، سي لوڪن کي تاري سگهن ٿا.“

ائين چئي هو لوڪن اڳيان گرو مهراج تي طعنا هڻي مشڪڻ
لڳا، جڻ تہ ڪا وڏي ڪيپ ڪئي هئائون. نانڪ ديو پنهنجي
سياوڪ شانتيءَ ۽ پريم سان جواب ڏنو، ”اي پيارا! توهان
سنسار جي تياڳ جو پاکنڊ ڪيو ٿا ۽ پاڻ کي اُتم سمجهي گرهستين
کي خراب خوار، ڪراڙ ۽ کيڙ ۾ ڦاٿل سمجهو ٿا تہ اهڙن ڀرشٽ
ٿيلن جي در تي وڃي ڇو ٿا؟ هو تہ توهانجا پاليندڙ ان داتا
آهن ۽ جي توهانکي روٽيءَ ٽڪر نہ ڏين تہ توهانجو بک ۾

ساهه نڪري وڃي. مان ته پنهنجي پگهر جي پورهئي سان کيتي
ڪندو آهيان ۽ پنهنجي ڪٽنب جي پالنا ڪندو آهيان. تنهنڪري
توهان خراب سمجهو ٿا ۽ ٻين جي هڏن جي ڪمائي، مفت ۾
پيٽ کائڻ کي چڱو سمجهو ٿا! اها توهانجي اُلٽي ٻڌي آهي."

اهو جواب لوڪن کي ڏاڍو وڻيو ۽ هو واهه واهه ڪري چوڻ
لڳا ته "اُتم کيتي، مڌم واپار، نيچ نوڪري ڀڻ بيڪار!" گروجن جا
سرپشٽ ڪم ۽ هي ڀيک منگڻا جوڳي بيڪار ڪم ڪري رهيا آهن.

جوڳين چيو- "آد جڳاد کان وٺي نورتي مارگ کي اُتم
لکيو ويو آهي ڇو ته ڪن تپسيا ۽ تياڳ، پريو پراپتيءَ جو
ساڌن آهي. ساڌارڻ جيو اهو مارگ وٺي نٿا سگهن جو هو گرهست
جي عيش عشرتن ۾ پنهنجي مالڪ کي ٻيهه ونرت وڃائين ٿا. اسان
اُنهن کان دان وٺي ڪين ٻچ ڪرڻ جو وجهه ڏيون ٿا ته من اُن
ثواب سانگي سندن اُڌار ٿئي."

صاحبن چيو- "پيارا مترو! توهان غلطيءَ تي آهيو.
سچي تپسيا آهي ته ٻالڪي تڪليف ڏيئي ڪري ٻه ڏين ڏکين
جي شيوا ڪجي ۽ سچو تياڳ اهو آهي ته من سان وشيه واسنائن
جي چاهه کي ترڪ ڪجي. توهان جن گرهستين کي نفرت سان
نهاريو ٿا، سي ته چئني ورڻن جو آڌار آهن. اُنهن کان ڀڻڻ ۾
توهان کي شرم ڪين ٿو اچي! جنجي پگهر سان پيدا ٿيل روٽيءَ سان
سرير جي رکيا ڪري سڀ ساڌن ڪري سگهو ٿا، تنهنڪري ڪنو
ڪولڻ توهانجي سڀيتا ۽ آدرش آهي! سنسار ڇڏي سنياسي
ٿي رهڻ ۾ ڪجهه به سار ڪين ڪونهي ڇو ته گهر گرهستيءَ يا
جهنگل ۾ اهو سڀ ڪلتارٿي آهي. جيڪو اهو مرم سمجهي ٿو،
تنهنڪري اهو پريو پنهنجي نظر سان نهال ڪريٿو.

سنڌ جوڳين چيو- "توهانجو اهو نموٽو ته سانگي سان ساڌو
ٿيڻ ۽ وري اچي گرهست جا مزا ماڻڻ اسانجي سمجهه ۾ نٿو

اچي. پيو لوهاڻڪي هندن مان ڀڄي نڪتو ٿئي ته مسلمانن کي به ڦاسائڻ شروع ڪيو اٿوَ. ٻنهي سان هڪجهڙا ٿي ملي وڃو ٿا ته هو ٻئي توهان کي گرو ۽ پير ڪري پوڄين ٿا ۽ مال مليدا ڏين ٿا. ليڪن ٻه توهان جو اصلي ڌرم ۽ اصول آهن ڪهڙا؟"

گروجن چيو- "نه رڳو هندو مسلمان پر سڀ جاتيون ۽ قومون اُن هڪ ڪلتار جا خلقيل آهن ۽ اُنهن ۾ ڪو فرق ڪونهي. ٻئي اُن پرڀوءَ جي پريم ۾ رتا رهن ۽ اُن جي نام سمرڻ سان من کي نرمل ڪن. من نرمل ٿيڻ سان جيئن جڳت جي ترشنا ۽ واسنا ۾ نه ڦاسي. انسان کي گهرجي ته نراسڪت من سان دنيوي وهنوار ڪندو رهي. ڪهڙيون به حالتون ٿئي جن، تن کي ڀڳوان جو ڀاڻو سمجهي، سنتوش ۽ شڪر ڪري، ٻين لي ديا ڪري ۽ سڀني سان مٺ محبت سان هلي. ايمانداري، دل لڳائي محنت ڪرڻ ۽ ڏکين ٻکين جي سيوا ڪرڻ سچي پوڄا آهي. پنهنجي بدنصيب ۽ دکي ديشواسين ۾ پرڀوءَ جي پريم ۽ سنتوش جي پرچار سان سندن دلين ۾ آتم ۽ آنند، شانتي ۽ وشرام پهچائڻ لي منهنجي زندگيءَ جو مقصد آهي. گرهستيءَ يا ساڌوءَ جي لباس ۾ ڪو ٻيو ڀولو يا فرق ناهي. الله کي ڪو ٿمع يا تماشا ڪانهي."

نکي ٿيءَ ورڪيت، نکي گپ گرست ۾،<br>
ملي وڃ محبوب سان، سامي چئي ست،<br>
موٽي ايندءِ ڪينڪي، اهڙو هيئڙ وقت،<br>
پوءِ رولندين رت، اکين مون عاجز ٿي.

جوڳين چيو- "اهي سڀ سکيون ڳالهيون آهن جن مان ڪا به سڌي پراپت نٿي ٿئي. توهان اسانجي گرو گورک جي شرڻ پئو ۽ اسانجو پنٿ سويڪار ڪريو ته توهان بيشمار ڪرامتن جا ڪمال ڪري سگهندا."

گروجن چيو:-

اوپر گگن، گگن پر گورک، ناڪا اگم گرو پن واسي،
گور ٻچني، ٻاهر گهر ايڪو، ناڪا ڀئيا اداسي.

مٿي آهي گگن (دسوون دوار) اُن گگن ۾ سچو گورک (پرماتما) وسيٿو. اُن گروءَ جي وچن تي ڌيان ڏيئي اندر ٻاهر اُن ئي جوت کي ڏسي، نانڪ اداسي ٿيو آهي. (هن شبد مان معلوم ٿئيٿو ته نانڪ ديو جو گرو، پاڻ پرماتما هو).

تڏهن گروجن مانجهه راڳ جي وار ۾ پاڙي چئي، جنهنجو تاپرج آهي ته:- ”جي مان پاڻ ۾ وڏڙهجي برف ۾ رهي سگهان، لوهه ۽ زهر کائي سگهان، سڄيءَ پرٿويءَ تي منهنجو حڪم ۽ جئه جئڪار ٿئي، بي انت آڪاسن تارن ۽ گرهن ۾ اچي وڃي سگهان، پنهنجي بدن کي وڏي ۾ وڏو يا ننڍي ۾ ننڍو ادرشيه ڪري سگهان ۽ سڀ مرادون پوريون ڪري سگهان ته به اهي سڌيون آتم سنمرط اگيان ئي آهن.

”اُن بي انت سواميءَ جا بي انت سروپ ۽ بي انت سڌيون آهن. اي منهنجا پريو! مونکي انهن مان ڪجهه نه گهرجي. مونکي رڳو تون گهرجين. تون وڏو داتار آهين، تنهنجي در تان ڪو خالي نه ويو آهي. انسان ولندي ولندي ٿڪجي پوئيٿو پر تون ڏيندي نٿو ٿڪجين! اي منهنجا پريتم! مونکي پنهنجي نام جو دان ڏي، پنهنجي پريم جو پيالو پيئاري، پنهنجي نظر سان نهال ڪر!“

اهو شبد چئي بي انت - بي انت چوندي صاحب سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويا. چوطرف هڪ روحاني فضا ۽ شانتي ڇانئجي وئي.

پرچي جنهن پيتو، پاڪ پيالو پريم جو،
ملي تنهن محبوب سان، امل جنم جيتو،

سوامي سک اڳتون، سر صدقي ڪيتو،
هارايو تنهن جيتو، جڳتيءَ سان جهان کون.

نانڪ ديو جا وچن، سڌ جوڳين جي اندر ۾ پيهي ويا ۽ انهن سان گهڻن پنهنجي پنت جي هلڪائي محسوس ڪري پنهنجي زندگيءَ ۾ ڦيرو آندو. اُن بعد ڪانوءَ نات سمپرداءِ وارن شوراتريءَ جي ميلي لاءِ اچل بٽالا ۾ اچڻ ئي ڇڏي ڏنو. جنهن آستان تي اهو وارتالاپ هليو، اُتي هاڻي هڪ وڏو گردوارو ٺهيل آهي، جنهنکي ”اچل صاحب“ ڪوٺيندا آهن. اهو بٽالا کان ٻه ڪوهه پري آهي ۽ اُتي شوراتريءَ جو ميلو لڳندو آهي.

*—*—*—*

## ٥٤- ڪرتارپور جي ساڌ سنگت ۽ مرداني جو چالاڻو

نه رڳو سڌ جوڳي، پر سنياسي لوڪ به گرهستين کي گهٽ نظر سان ڏسندا هئا. اچل بٽالا ۾ نانڪ ديو جي ساک ٻڌي، ڪي سنياسي وٽن آيا ۽ پڇيائون ته سچو سنياسي ڪير آهي؟ تڏهن گروجن هي شبد ڳاتو، جنهن ۾ سنياسين جا عيب نه ڏيکاريا اٿن پر اُنهيءَ سچو سروپ سمجهايو اٿن:-

सो सनिआसी जो सतिगुर सेवै विचहु आप गवाए ।
छादन भोजन की आस न करई अचिंतु मिलै सो पाए
बकै न बोलै खिमा धनु संग्रहै तामसु नामि जलाए ।
धनु गिरही सनिआसी जोगी जि हरि चरणी चितु लाए ।

سوئي سنياسي آهي جو پاڻ وڃائي ستگروءَ جي سيوا ڪري ٿو. ڪپڙن ۽ ڀوڄن جي ڪا چاهنا نٿو رکي، جيڪي پهنجو پاڻ ملِس سو سو واپري ٿو. اجائي بڪ بڪ نٿو ڪري، کميا جو ڌن ڪٺو ڪري ٿو ۽ نام سان تامس سڀاءُ جلائي ٿو. اهڙو گرهستي سچو سنياسي آهي جو هريءَ جي چرڻن ۾ چت لڳائيٿو.

سولي سنياسي، جو پڳوا پهري ياڪ جا،
لائي خاڪ ڪمپا جي، ڪٽي جم ڦاسي،
ڪري نت ڪلپت ري، بکيا آڪاسي،
الک ابناسي، سامي ڏسي سڀ ۾.

وڏ اوستا ڪري نانڪ ديو ٻه-ري ٻه-وي ياٽراٿون ڪرڻ بعد ڪيون ۽ ڪرتارپور ۾ ليي ٽڪاڻو ڪري رهڻ لڳا. اهـو جاڻي صاحبن جا ڪي شرڌالو شش پنهنجا اباڻا گهر ڇڏي، صاحبن جي ستسنگ جو لاڀ پرائڻ لاء اُتي اچي رهيا، جو تــــ جتي گڏ هوندو لتي مکيون اچي مڙنديون ۽ ائيو ته ساڌ سنگت کان وڏيڪ ڪو لاڀ ڪونهي ۽ ان سان ليي لـڪين جيوَ هن سنسار ساگر کان تري ويا آهن.

جنهنکي آيو رس، سامي ساڌ سنگت جو،
متي لنهنجي من مون، ڪوت جنم جي ڪس،
ارمل نارائڻ جو، ٻڌي ٻولي جس،
خاوند ٻاجهون خس، خالي ڏسي ڪولڪو.

پيا سڀ ڪم ڪوڙا، ساڌ سنگت هري پڳت ري،
سامي سمجهن ڪين ڪي، مورک مت موڙها،
ڪي گرمک ڳوڙها، پرچا ٻاڻ ڪدي ڪري.

انکان سواء پيا ڪيترا سڄڻ جن جا گهر ڏورانهن علائقن ۾ هئا، سي به ڪيترا مهنا ڪرتارپور ۾ اچي رهندا هئا. اهي سيئي شش ٻاڻ کي هڪ ڪتب جا ياني ڪري سمجهندا هئا ۽ گروجن کي گهر جو وڏو سمجهي سندن آگيا ۾ هلندا هئا. اُهي شش ڪرتارپور مان واپس ويندا هئا ته پنهنجن شهرن ۾ گردوارا استاپت ڪري، اُتي گرو صاحبن جي ٻاڻيءَ جو ڪيرتن ڪندا هئا. بکين ڏکين لاء لنگر هلائيندا هئا ۽ مسافر اچي اُنهن گردوارن ۾ رهندا

هئا. پنهنجي ياترائن ۾ گروجن جن به شهرن ۾ پنهنجو اُپديش ڪيو هو اُتان جي شش جون منڊليون (هندو يا مسلمان)، هر سال ڪرتارپور ۾ اينديون هيون. ڪرتارپور هڪ تيرٿ آستان بڻجي پيو.

ٻاهران آيل شش گروجن لاءِ ڪانه ڪا ڀيٽا آڻيندا هئا پر صاحب اُهي پنهنجي ڪتب نه آڻيندا هئا ۽ لنگر جي ڀنڊاري ۾ ڏيندا هئا. هُنن سدائين هٿن جي پورهئي کي ڀڳوان جي پوڄا جهڙو مهان درجو ڏنو هو. نه رڳو اُپديش ۾ پر عمل ۾ به، جو



هو پاڻ پنهنجن سڳورن هٿن سان هر هلائي پوک ڪندا هئا. ڳائين مينهن لاءِ گاهه ڪٽي وٺاڻ ۾ ڪٺي ايندا هئا ۽ جانورن جا ڇيڻا ميڙي کين کوراڪ ۽ پاڻي وغيره ڏيندا هئا. پنهنجو پيدا ڪيل اناج ۽ کير به سمورو ڀنڊاري ۾ ڏيندا هئا جو هُنن سدائين ونڊي ورهائي کائڻ کي سچو ڌرم ۽ عبادت ڄاتي هئي.

سڄي ڏينهن جي پورهئي کانپوءِ گروجن وڻ هيٺان هڪ کٽ تي اچي ويهندا هئا ته آيو ويو سندن ويجهو ويهندو هو ته اُنکي به پريم پيار جي سرڪي پيئاريندا هئا. ڪرتارپور ۾ سڀئي هڪ آدرش ڀڳتن جي برادريءَ مثل هلندا هئا. جهوانجهڪري جو آسادي وار جي ڪيرتن لئي سڄي سنگت اچي ڪٺي ٿيندي

هئي. پرارٿنا ڪاليوءَ سڀني کي پرساد ملندو هو ته سڀيئي وڃي
پنهنجي ڪرت ڪار کي لڳندا هئا. ڪي ٻنين ۾ وڃندا، ڪي
جگهيون لاهيندا، ڪي ڪوري، لوهار ۽ واڍي جو ڪم ڪندا
۽ ڪي لنگر ۾ وڃي ڀوڄن جو پربنڌ ڪندا. سڀني جا هٿ هاج
۾، پر دل پرڀوءَ جي ياد ۾ هوندي هئي ۽ زبان سان هري نام
هلندو رهندو هو.

منجهند جو سڀيئي اچي ڪٺا ٿيندا ۽ لنگر ۾ گڏجي هڪ
جهڙو ڀوڄن ڪندا هئا. امير غريب، هندو مسلمان، پنڊت ۽



پروهيت کي ساڳيو ئي پريم سان ڀوڄن ملندو هو. گروجن وٽ
اوچ نيچ، ذات پات يا مذهب جو ڪو ڀيد ڀاءُ ڪونه هو. هو
پاڻ به ٻين سان گڏ ويهي ڀوڄن ڪندا هئا يا ڪنهن وقت ڀوڄن
ورهائڻ جي سيوا ڪندا هئا. نه رڳو ڀوڄن، پر ڀنڊاري مان ڪپڙو

لٽو دوا درمل، هند بسترو ۽ ٻارن جي پڙهائي، پنڊتن ۽ آخوندن
جو خرچ به ٿيندو هو. ڪنهنجي نياڻي يا ڀيڻ ساماڻيو هو ته
شادين جو سمورو خرچ به ڀنڊاري مان ٿيندو هو. اُتي رهندڙن
۾ نه ڪو غريب هو ۽ نه امير. جيڪي پيدا ڪندا هئا سو پرماتما
جو سمجهي ڀنڊاري ۾ ڏيندا هئا. اُن سمرپڻ ۾ جيڪو آنند ۽
شانتي آهي سو بيان ڪري نٿو سگهجي.

اهڙيءَ طرح نانڪ ديو، هندو ڌرم جي سچي سماجواد کي
عمل ۾ آندو. شريمد ڀاڳوت ۾ لکيل آهي ته جيڪو انسان پنهنجي
لاءِ مال متاع ڪٺا ڪري ٿو ۽ ٻين جي ڀلي لاءِ ڪتب نٿو آڻي،
ته هو چور ۽ ڌاڙيل جي سزا ملڻ گهرجي. حاڪمن ۽ سرمائيدارن
کي، سڀ ڪجهه پرماتما جو سمجهي امانتي ڌراوتدار-ٽرسٽي ٿي،
لوڪن جي ڀلائيءَ خاطر سيوا ڪرڻي آهي. اڄڪلهه به چون ٿا
ته سماجواد ۾ سڀ انسان هڪجهڙن حقن وارا آهن، پر حقيقتن
ڏسجي ٿو ته اميرن ۽ جاگيردارن بدلي آهي سياسي اڳواڻن جو
ٽولو. اُهي پنهنجي لاءِ خوب مال متاع ڪٺا ڪن ٿا، ڏاڍي لٽ
۽ ڦيڪي سان محلن ماڙين ۾ رهن ٿا، جن جي ٻانهن ۾ سڀ
ايئرڪنڊيشنر لڳل آهن، سير سپاٽي لاءِ اُن هوائي جهاز ۽ موٽرون،
ڪرت اُن رڳو زبان درازي ۽ پارٽيبازي. رعيت جا لکين ماڻهو،
برسات ۽ اُس ۾ آهن فوٽ پاٿن تي، جن کي ڪاڌو پاڻي يا دوا درمل
به نصيب ناهي. ڪميونسٽ ملڪن ۾ ته پنهنجي آندي جڻيل
ٻارن کي به حق ناهي. ٻارن کي اسپتالن ۽ نرسريز ۾ ٻونگڙن وانگر
وڃي پالين ۽ ويچاريون مائر وڃي ڪميونس ۾ مقرر ٿيل پورهيو
ڪن. ماءُ جي ممتا، ڌرم ۽ ڀڳتيءَ کي، آفيم وانگر هاڃيڪار ٿا
ليکين. عوام کي اُنهيءَ گهٽ ۽ گهُٽ ۾ آهي بيڪسي ۽ بيزاري.
سياسي حڪمرانن جو دٻدٻو ۽ عيش عشرت، اڳين راجائن کان
به وڌيڪ آهن. هيڏانهن نانڪ ديو جي سماجواد ۾ هئي سيوا
ڀاونا، پريم ۽ آنند.

لاڀارو لڳي ٿي اُن ٿي ايندو هو ته نانڪ ديو گهرايل اناج پنڌاري ۾ رکائي، پنهنجي نظرداريءَ هيٺ ڇنڊائي، ڇڙائي ڪم آڻيندا هئا. گهرج کان وڌيڪ اناج ٽورائي، شهرن ۾ موڪلي بدلي ۾ ٻاسڻ ٻوڙڻ، دوائون ۽ ٻيو ضرورت جو سامان گهرائيندا هئا.

سانجهيءَ جو سيئي پنهنجو ڪم پورو ڪري، گروجن جي در ۾ اچي اُپديش ٻڌندا هئا. ٿڌڪري اُن جڳهه کي گردوارو ڪوٺڻ لڳا. وري ڪيرتن ڪرڻ کانپوءِ سيئي پنگت ۾ ويهي رسوئي کائيندا هئا ۽ پوءِ گهرن ۾ آرام ڪندا هئا. پر سمهڻ کان اڳ پرماتما کي ياد ڪري "سوهلا" شبد جو پاٺ ڪندا هئا. جيئن پراچين ڪال ۾ رشين منين جي آشرم ۾ هر هڪ ڪٽيا مان ويدڪ پرارٿنائون ٻڌبيون هيون، تيئن ڪرتارپور ۾ به گهر گهر ۾ پرڀو پريم جا شبد ٻڌبا هئا.

نه رڳو ڪرتارپور ۾ پر نانڪ ديو جتي به ڌرمسالائون ٺهرايون يا پنهنجي "منجي" استاپت ڪئي، سي سيني انسانن لاءِ کليل هيون. اُتي اچي رهڻ وارن کان ائين نه پڇبو آهي ته هو هندو آهي يا مسلمان، عيسائي آهي ڪ يهودي. لنگر ۾ به سيني کي پنگت ۾ ويهي ڀوڄن ڪرڻ کان ڪوئي روڪي نه سگهندو هو. جن اڇوتن ۽ شودرن کي رسوئي گهرن يا مندرن ۾ اچڻ جي منع هئي، تن کان گروجن، برهمڻن سان گڏ جي ڀوڄن تيار ڪرائيندو هوا. جن ميراثين، رنگريزن، حجمن، واڍن، مزورن کي، هندو نيچ ذات سمجهي ڌڪاريندا هئا، تنکي گيان ڏيئي هن برهمڻن کان وڌيڪ ڌرم گياني بڻائي ڏور وانهن پرانتن ۾ پنهنجين "منجين" ۽ ڌرمشالائن ۾ پنهنجو پرچارڪ ڪري موڪليو. هن ذات پات کان وڌيڪ پراپڪار ۽ هڏن جي پورهئي کي اهميت ڏني. هو سچ پچ دين ديال ۽ سچيءَ دنيا لاءِ هڪ انساني مانو ڌرم جا استاپڪ هئا.

ڪرتارپور ۾ ميان مرداني چالاڻو ڪيو. لاڏاڻي کان اڳ هنکان پڇيو ويو ته سندس لاش کي جلايو وڃي ڪين دفنايو وڃي ته هن چيو ته جيئن گروجن حڪم ڪن تيئن ڪجو. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته هنجي سرير کي ساڙيو ويو ۽ ڪن ۾ لکيل آهي ته نديءَ ۾ پروان ڪيو ويو. ميان مرداني کانپوءِ سندس پٽ ساجد رباب وڄائيندو ۽ شبد ڳائيندو هو.

ڪيترن وقت نانڪ ديو ۽ مرداني جي جوڙي ڏاڍي موهيندي هئي جو ٻنهي جو مڌر آواز ۽ آلاپ ٻڌندڙن کي آنند جي مهراڻ ۾ مگن ڪري ڇڏيندو هو. ليڪن ڪانوڻي ٻنهي جو ساٿ هو. مرداني پنهنجي گهر جا سک سهنج ڇڏي، نانڪ ديو سان اڻهاڳ سفرن جا ڪشٽ ڪاٽيا. سڄي عمر ڏک ڏوجهرا سهي، هو مسين مسين آسائش جي منزل تي پهتو ته پروردگار سڏائي ورتس. هنکي پوڻ پساهن لي ڏسي گروجن گوڙي راڳ ۾ هي شبد اُچاريو-

مرڻ لکاءِ آئي نهي رهڻا، هر جپ جاپ رهڻ هري سرڻا.
اي پيارا! مرڻ لکائي آيو آهين، هتي وڌيڪ رهڻو نـاهي.
هاڻي هريءَ جو نام جپيندو وڃي هريءَ جي شرڻ ۾ رهه!

پالي مرداني جو پکي پرواز ڪري ويو ته اُنجي لاش کي ڏسي گروجن جيڪو شبد اُچاريو، سو گرنٿ صاحب جي گوڙي راڳ جو چوٿون شبد هن ريت آهي:-

پوڻ پاڻي اگني ڪا ميل، چنچل چپل ٻڌي ڪا کيل.

ويچار ڪري ڏسجي ته ڪير مئو؟ هيءَ ديهه ته هتي ئي پئي آهي. هي سرير آهي هوا، پاڻيءَ ۽ اگنيءَ جو ميل، جنهن ۾ لي رهيو آهي چنچل چپل ٻڌيءَ جو کيل. ان ۾ آهن ٩ دروازا ۽ ڏهون در. ان گهر ۾ رهندڙ جيو آتمائي ڳالهائڻ وارو، ٻڌڻ

وارو ۽ سمجهڻ وارو آهي. آتم سروپ کي سڃاڻڻ وارو ئي گياني
آهي. مٽيءَ جي ديهه ۾ سواسن جي هوا ڀَرِي ڳالهايو. ويچار
ڪري ڏس تہ ڪير مئو؟ مئي آهي سرت (وجود جي ٻوجهہ
سڃاڳي) ۽ مان - مان جو اهنڪار، پر ديهه ۽ من جي ڪارڻ
کي ڏسڻ وارو تہ نہ مئو آهي. جڏهن لاءِ پري پري تيرٿ ڪجن
ٿا ۽ پنڊت ويد شاستر پڙهي واد وواد ڪن ٿا، سو رتن پدارٿ
پنهنجي اندر ئي آهي. مري ٿي بلا (مايا ۽ مائٽن جي ممتا)،
جيڪو گهٽ گهٽ ۾ سمائجي رهيو آهي سو ڪڏهن نٿو مري.
گروءَ ٻڌمہ ڏيکاريو تہ ڪوئي مرندو نظر نٿو اچي.

اُن ڏينهن ست سنگ ۾ نانڪ ديو هي شبد ڳاتو-

आवतु किनै न राखिआ जावतु किउ राखिआ जाइ।
जिस ते होआ सोई परु जाणै जां उस ही माहि समाइ ।। १ ।।
तू है है वाहु तेरी रजाई।
जो किछु करहि सोई परु होइबा अवरु न करणा जाइ ।। १ ।। रहाउ
जैसे हरहट की माला टिंड लगत है इक सखनी होर फेर भरीअत हैं।
तैसो ही इहु खेलु खसम का जिउ उसकी वडिआई ।। २ ।।

(राग परभाती विभास, चउपदे-४)

نہ اچڻ روڪجي ٿو ۽ نہ وڃڻ، جڏهن مان پيدا ٿئيٿو تنهن
۾ ئي سمائجي وڃيٿو. اي پريو! تون ئي هڪ رهين ٿو. واهہ واهہ
تنهنجي رضا! جيڪي ڪرينٿو سو ضرور ٿئيٿو. ٻيو ڪجهہ ڪري
نٿو سگهجي. جيئن کوهہ جي رهٽ جي مالها مان ڪنگريون
خالي ٿي ڀرجون رهن ٿيون، تيئن خسم جو هيءُ کيل ٿيندو
رهيٿو ۽ اُن ۾ ئي هنجي مهما آهي. (جيوَ آتما ۾ پراڻ پرجن ٿا
۽ خالي ٿين ٿا يعني جنم ۽ مرڻ ٿئيٿو).

*—*—*—*

## ٥٥- شيخ مالو، اُٻيرخان، عبدالرحمان ۽ بابا ٻڍو

هڪ دفعي نانڪ ديو ٻسگوداني وارن ڳوٺن ۾ ڀڳتيءَ جي پرچار لاءِ ويا ته اُتي هڪ شيخ مالوءَ گروجن جو ڪلام ٻڌو ۽ سندن ليکڻ ۾ الله جو نمونو ڏٺو ته هو سمجهڻ لڳو ته ڪو خدا جو پيارو فرشتو هن جهان ۾ آيو آهي. هو صاحبن جو هڪ شردالو مريد بڻجي پيو ۽ گروجن جي ٻڌايل نصيحت موجب غريبن جي خدمت ۽ بکين کي روٽي ڏيڻ لڳو. هن جو هڪ دوست هو اُٻيرخان، جو وڏو عملدار هو. اُن پنهنجي سنگتيءَ جي زندگيءَ ۾ ايڏو ڦيرو ڏٺو ته ڪانئس سموري حقيقت معلوم ڪيائين. هن کي ننڍپڻ کان اهي سنسڪار پيل هئا ته اسلام کانسواءِ اوندهه آهي ۽ بت پرست هندو ته روحاني روشنيءَ کان وانجهيل آهن، ته به شيخ مالوءَ جي لحاظ ڪري گروجن جي امتحان وٺڻ جو ارادو ڪري هليو.

اُٻيرخان پنهنجي من ۾ قرآن شريف جا ڪيترائي مسئلا ۽ سوال ناهي هليو، پر جڏهن صاحبن جي صبحاني صورت ۽ الاهي نور ڏٺائين ته سڀ وسري ويس ۽ پنهنجو عهدو وساري جهڪي وڃي پرسان ويٺو. گروجن ته هن جي من جون شنڪائون کليل ڪتاب وانگر پڙهيون ۽ اُنهن جي سماڌان ڪرڻ ڪانپوءِ کيس چيائين، ”اي پيارا! پاڻ کي مذهب ۽ حشمت جي گهڻ مان کڍ ۽ الله جي عبادت ۾ وهنجي نرمل ٿيءُ ته اُن جي ڪرم ۽ فضل جو حقدار ٿيندين. سدائين اُن پاڪ پروردگار کي ياد ڪري اُنجي ٻندن تي رحم ڪر! پاڻکي هندو يا مسلمان، ٻانڀڻ يا سيد چوائي ڪنهنجي به دعوي نه هلندي ته هو وڏو آهي ۽ اُن جو رک رکاءُ به نه ٿيندو. پر جنهن جا نيڪ ڪم هوندا تنهنجو خدا جي درگاهه ۾ مان ٿيندو. الله جو نام جپڻ سان تنهنجي دل ۾ اُها پاڪيزگي پيدا ٿيندي، جو نفرت بدلي محبت

سان تنهنجي زندگي اندر جي آنند سان ٽٽري پوندي ۽ حج جي زيارت ۽ قرآن شريف جي سچي معنيٰ جي سڌ پوندي."

جنين ڇنڊي ڇڄ، ڪڍي ڪِنُ ڪونڌيءَ مون،
تنين ڪيائو قرآن مون، محبتن مگج،
رکن نه رتيءَ جيترو، ڪنهنجو ڪم ڪرج،
سامي هردم حج، ملي ڪن محبوب سان.

صاحب جي سکيا اُبيرخان جي دل ۾ گهر ڪري ويئي ۽ هو به صاحب کي پنهنجو مرشد مڃڻ لڳو. شيخ مالو ۽ سردار اُبيرخان جو پير هو عبدالرحمان، تنهنکي جڏهن پنهنجن ٻن مکيه مريدن جي ايمان ۾ ڦيرو نظر آيو ۽ اُنهنجي واتان گروجن جي واکاڻ ٻڌائين ته ڏاڍو ڀوسريو. هنجو مکيه ڪم هو تبليغ يعني هندن کي مسلمان بڻائڻ ۽ مورڳو جڏهن ڏٺائين ته سندن نامڪٺا مريد وڃي هڪ سادوءَ جي عقيدت ۾ آيا آهن ته هن ٻڌي کي ڏاڍي ڇڙٻ ڪڍي. هن اُبيرخان کي چيو، "خان صاحب! تو ته غضب ڪيو آهي جو مومن جو اڳوان ٿي هڪ بت پرست ڪافر اڳيان وڃي سجدو ڪيو اٿيئي! اها تو مذهب جي وڏي توهين ڪئي آهي."

اُبيرخان چيو، "پير صاحب! نانڪ صاحب خدا جو پيارو ولي آهي. مان هنجي قدم بوسي ڪري خود پرست مان خدا پرست بڻيو آهيان."

پير چيو، "توکي حيف هجي جو دين جي خلاف پيو ڳالهائين! تنهنجو هوش حواس خلاص ٿي ويو آهي."

خان چيو، "پير صاحب! نانڪ شاهه ته بت پرست ناهي، پر توهانجا مريد خدا کي ڇڏي قبر پرست، ڌن پرست، زن پرست ۽ نفس پرست آهن."

اهو ٻڌي اسلام جي ٺيڪيدار ۽ شريعت جي پابند پير کي ڏاڍا خار لڳا ۽ پير پڇائـائين ته اهڙي خطرناڪ هندوءَ کي ختم ڪرڻ ۾ مذهب جـــي ڀلائي آهي. هــو ڪو وڏو جادوگر ٿو ڏسجي، جو منهنجا مريد هٿ وس ڪندو ٿو وڃي!

ٿورن ڏينهن کانپوءِ اُبيرخان جي بيگم، گروجن کـــي هڪ ريشمي زريدار چادر نذراني طور موڪلي. صاحبن چيو ته اسان درويشن جو اهڙن قيمتي ڪپڙن سان ڪهڙو ڀرپوجن! پر گهڻيءَ منٿ ميڙ ڪري ۽ ڏيندڙ جي سچي سڪ ڏسي گروجن اها انگيڪار ڪئي. هـو اُها پڪي، اُبيرخان سان گـڏجـي پرسان ڳوٺ ۾ ڪنهن پريمي ڀڳت جي گهر وڃي رهيا هئا ته وات تي گهوڙي سوار پير عبدالرحمان کـــي پنهنجي ساٿين سميت ايندو ڏٺـائـون. اُبيرخان کي پير جي بداراديءَ جي خبر هئي ۽ هو گهبرائجي ويو ته صاحبن چيس پريشان ٿيڻ جي ڪا ضرورت ناهي. اهو نشچو رکُ ته مارڻ واري کان بچائڻ وارو وڏيڪ وڏو ۽ جبرو آهي.

پير کي خيال آيو ته هن ساڌوءَ ڪهڙي نه ٺيڪيدار ريشمي چادر پاتي آهي، پر پاڻکي درويش ٿو ڪوٺائي! پر گروجن جي نگاهن ۾ جيڪو لڪيل هو سو ڏسي سمجهي ويو. ايتري ۾ صاحب هڪجي ويجهو آيا ۽ چيائونس،- ”اي پيارا! تون منهنجي هـــن ريشمي چـادر جـو خيال نه ڪر! جنهن انسان جـي دل ۾ ڪا چاهنا يا ممتا ڪانهي، سـو ريشم پائي يا ڪٿو، اللهء ساڳي ڳالهه آهي. اسان جي ٻاهرئين لباس يا مذهب ڪري الله جي درگاه ۾ مان نٿو پائجي، پر جيڪو سچيءَ دل سان الله جـي عبادت ڪريٿو ۽ اُن سان لنو لڳائيٿو، تنهنکي خدا تعالىٰ پنهنجي رحم ڪرم جي نظر سان نهال ڪريٿو.“

اهو ٻڌي پير حيران ٿي ويو ته هيءُ ڪو فرشتو آهـي جـو دل جا پوشيده راز به ڄاڻي وٺيٿو! هن گهوڙي تان لهي صاحبن

کي سلام ڪيو ۽ چيو، ”اي اولياءَ! مونتي مهر ڪر! مونکي
الله سان ملڻ جي سچي راهه ڏيکار جو هو پرچي پنهنجو ڪري.
مان حيران آهيان تہ اسلام ۾ چيل آهي تہ ديندار مسلمين
بهشت ۾ ويندا ۽ ڪافر آتش ۾ سڙندا. پر توهانجي صورت ۾
مونکي مولا جو ملائڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.“

صاحب چيس، ”اي پيارا! رام ۽ رحيم ساڳيو ئي آهي.
جي خدا کي رڳو مسلمانن سان محبت هجي ها تہ هو ٻيا مذهب
ڇو پيدا ڪري ها! سڀ قومون ۽ مذهب هنجي اولاد آهن.
ائين ناممڪن آهي تہ پيءُ هڪ پٽ سان خاص پيار ۽ ٻين سان
خواه مخواه نفرت ڪري! تون سيني ۾ اُن خالق جو نور ڏس ۽
سڀني کي محبت جي نظر سان ڏس تہ خدا توکي نهال ڪندو.“

پير تي اهڙو اثر ٿيو جو هو پنهنجو سر صاحب جي قدمن
تي رکي ۽ اُنهن تان هٿ ڦيرائي وارون وار پنهنجي اکين ۽ منهن
تي ڦيرائڻ لڳو تہ هن جا سڀ ڀرم مٽجي ويا ۽ آتم سروپ جي ڄاڻ
ٿيس. هنجي دل مان هندڪيءَ - مسلمانڪيءَ جي ٻيائي مٽجي
وئي ۽ هو نيڪ ڪم ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ طرح ٻيا بہ گهڻئي
اسلامي اڳوان گروجن جا مريد بڻيا.

سڀ جي پڇائين، سامي اِنچا سا پرس،
خالي ڪنهن کي ڪينڪي، مرد موٽائين،
ڏسي پاءَ الدر جو، پاند پلئہ پائين،
سهوڪ کون لاهين، اوديا پٽ اندر جو.

ڏرمسال جي حال ۾ نانڪ ديو وٺي ڪيرتن ۽ اُپديش
ڪندا هئا تہ سيئي ڏرمن ۽ جدا جدا متن جا ماڻهو اچي فيض
پائيندا هئا. گروجن جي ڪيرتن اهڙي ڦهلجي ويئي هئي جو
ڏورانهن شهرن جا هندو مسلمان ڪهي ايندا هئا ۽ صاحب
جي قدم بوسي ڪري چوندا هئا تہ خدا جو پيارو ولي اسانجي

اُڌار لاءِ آيو آهي. گروجن جي چوڌاري سنگت ويٺي هوندي هئي ۽ شبد ڪيرتن جي مٺي ۽ سريلي ڌني پئي هلندي هئي. سڀني جي هردي ۾ شانتي ۽ آنند پئي وهندو هو. اُن وقت ڪيترا جگياسو پنهنجون شڪائون ۽ موکش جو مارگ پڇندا هئا. گروجن ائين چوندا هئا ته-

هو مَن ڀرمن ڀند ڀواويءِ،
نانڪ رام ڀڳت سک پاويءِ. (گوڙي اشٽپدي-٣)

”مان-مان“ جي ڀنڌن ۾ ٻڌجي هي جيوُ ڀٽڪي ٿو. رگهو رام جي ڀڳتيءَ سان ئي سک ملي ٿو.

گروجن جي امرت باڻي ٻڌڻ لاءِ ڀرسان ڳوٺن مان به گهڻا پريمي سڄڻ ايندا هئا. انهن ۾ هڪ ستين سالن جو ٻالڪ نت نيم سان امرت ويلي ايندو هو. انجو ايڏو پريم ۽ صدق ڏسي گروجن ڪيس پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيو- ”پٽ! تنهنجي عمر ته راند روند ۽ کائڻ پيئڻ جي آهي، پر مان ڏسندو آهيان ته تون پنهنجي مٺي ننڊ ڦٽائي پرڀاتي ڪاله جو هر روز نيم سان ايندو آهين. اها چاهنا تو ۾ ڪيئن جاڳائي آهي؟“

ٻالڪ چيو- ”بابا! مان ڀرسان رامداس نالي ڳوٺ ۾ رهندو آهيان ۽ تارو پوپٽ منهنجو نالو آهي. هڪ ڏينهن منهنجي ماءُ



مونکي ٻاهه ٻارڻ لاءِ چيو. مان ننڍڙيون وڏيون ڪاٺيون وجهي ٻاهه ٻاري ته ڇا ڏسان ته ننڍڙيون ڪاٺيون ته جلدي جلي خاڪ ٿي ويئون ۽ وڏيون ڪاٺيون اڃا پيئي ٻرن. تڏهن خيال ٿيو ته موت جو ڪو ڀروسو ڪونهي. ننڍيءَ عمر وارا به وڏيءَ عمر وارن کان اڳ مري سگهن ٿا. اُن ڏينهن کان منهنجي مَن ۾ ڪال جو ڀؤ ويهجي ويو آهي ۽ مان سَتگروءَ جي شرڻ ورتي آهي.“

اهو ٻڌي صاحب ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ چيائون، ”پيارا! تون سچ ٿو چوين. دنيا ۾ ننڍڙيون وڏيون سڀيئي ٽٽنديون آهن. مهاڻي جي جار ۾ ٻئي اچي ڦاسنديون آهن. موت جو ڪو نڪاڻو ڪونهي. ڀرپور کي جيڪي وڻندو آهي، سو ٿي ٿيندو آهي. تون آهين ته ٻالڪ، پر ڳالهيون ٻڍن جهڙيون ٿو ڪرين!“

تڏهن کان سڀ ساڌ سنگت اُن ٻالڪ کي ٻابا ٻڍو ڪري ڪوٺڻ لڳي. اُن ٻالڪ جي عمر ڏاڍي وڏي ٿي ۽ هو گروجن جو مشهور شش ٿيو. هن پنجن گرن کي گر-گديءَ جو تلڪ ڏنو ۽ گرن ۾ ڏاڍو پريم ۽ صدق رکندو هو.

*—*—*—*

## ٥٦- پتا ماتا جو سرڳواس ۽ رامونءَ جو پرسنگ

نانڪ ديو جا ماتا پتا به تلونديءَ مان ڪرتارپور ۾ اچي رهيا هئا. هنن جي زندگيءَ جا آخرين ڏينهن ڏاڍي سک ۽ سنتوش ۾ گذريا. جنهن نڪتوءَ ۽ المست پٽ جي ڪَمن سدائين ڳڻتي رهندي هئي ۽ جنهنکي سڄو ڳوٺ نڪمو ۽ مستانو چئي ٺٺوليون ڪندو هو، تنهن اڳيان اڄ سڄي دنيا نمي رهي هئي. وڏا وڏا پير اولياءَ نواب سردار ساڌو سنت ۽ جوڳي سنياسي، ڏورانهن ديسن مان اچي سندن پٽ جي آسيس وٺڻ لاءِ در تي نيازمند

بيٺا هوندا هئا. اڄ هنن جي نڪتو پٽ جو مان ۽ عزت ڪنهن چڪرولي راڄا کان گهٽ نه هو.

سن ١٥٣٤ع ۾ نانڪ ديو جا پتا مهتا ڪالو راءِ ۽ ماتا ترپتا بيمار ٿي پيا ته صاحب پنهنجن سڳورن هٿن سان سندن سيوا ڪندا هئا. راتين جون راتيون اوجاڳا ڪري، سندن گند مٽ صاف ڪندا هئا ۽ ڪين ٻيو نام جي لولي ٻڌائي ننڊ ڪرائيندا هئا. ٿورو ڪجهه وقت ڪانپوءِ ٻنهي جو سرڳواس ٿيو ته نانڪ ديو ٻنهي جو ڪريا ڪرم ڪيو.

اُن ڏينهن ستسنگ ۾ صاحبن هي شبد اُچاريو:-

घर दर फिर थाकी बहुतेरे। जाति असंख अंत नही मेरे।
केते मात पिता सुत धीआ। केते गुर चेले फुनि हीआ।
काचे गुर ते मुकति न हूआ। (रामकली ओअंकार-२९)

گهڻني جنمن ۾، جدا جدا انيڪ گهرن، جاتين ۾، گهر گهر، در در، ڀٽڪي گهڻو ٿڪجي پيئي آهيان. گهڻيئي انيڪ پتا، ماتا، پٽ، ڌيئر، گرو، چيلا بڻيا آهن. ڪچي گروءَ ڪري مڪتي نه پاتي آهي.

जुड़ि जुड़ि बिछुड़े बिछुड़े जुड़े। जीवि जीवि मुए मुए जीवे।
केतिआ के बाप केतिआ के बेटे केते गुर चेले हूए।
आगै पाछै गणत न आवै किआ जाती किआ हुणि हूए ।।
सभु करणा किरतु करि लिखीए करि करि करता करे करे ।।
मनमुख मरीए गुरमुख तरीए नानक नदरी नदरि करे ।।
(बार सारंग सलोक-२)

ملي ملي وڇڙجن ٿا، وڇڙيا وري ملن ٿا. جنم وٺي مرن ٿا ۽ مري وري جنم وٺن ٿا. ڪيترن جا پيءُ، ڪيترن جا پٽ، ڪيترن جا گرو يا چيلا ٿين ٿا. اڳي ڇا ٿي چڪو آهي ۽ آئينده ڇا ٿيندو، ان جنمن ۽ جاتين جو شمار ۽ پتو پئجي نٿو سگهي.

جيڪي ڪرم ڪيا آهن يا ڪري رهيا آهيون سي ڀاڳ ۾ لکيل
آهن، ڪرتار اُن موجب هلائيندو. منمک مرن تا گرمک تون تا،
پوءِ پنهنجي نظر سان نهال ڪريندو.

گروجن پتا ماتا جي ديهانت کي سوتڪ نه مڃيو ۽ هميشه
واڱر پنهنجي ڪرت ڪار ڪندا رهيا. هو اهو ئي اُپديش ڪندا
هئا ۽ ان موجب پاڻ به هلندا هئا ته मन करतार महि अउर कर है
هٿ ڪرت ڪندا هلن پر من هجي ڪرتار ۾. किरत महि !

هڪ دفعي رامونءَ نالي هڪ واپاريءَ صاحبن وٽ اچي پيرا
رکي ۽ شردا سان اڳيان اچي ويٺو. هن گروجن کي پنهنجو حالو ۽
ڏنڌو ٻڌايو ته نانڪ ديو سري راڳ جو هي ۲۳ ۽ ۲۴ شبد ڳايو:-

वणजु करहु वणजारिहो वखरु लेहु समालि।
तैसी वसतु विसाहीऐ जैसी निबहै नालि।।
आगै साहु सुजाणु है लैसी वसतु समालि।। १।।
भाई रे रामु कहहु चितु लाइ।
हरि जसु वखरु लै चलहु सहु देखै पतीआइ।।

هي وڻجارا! تون ڀلي وڻج ڪر پر وکر سنڀالي وٺ. اهڙي
وٿو وٺ جا توسان توڙ تائين نڀي ساڻ هلي. شاهه مالڪ
ڏاڍو هوشيار آهي جو وٿو سنڀالي وٺندءِ! هي منهنجا ڀاءُ!
چت لائي رام نام چئه! هري گڻ جو وکر ڏسي شاهه توتي پت
رکندو- ويساهه ڪندو.

धनु जोबनु अरु फुलड़ा नाठीअड़े दिन चार।
पबणि केरे पत जिउ ढलि ढुलि जुमण हार।।
रंगु माणि लै पिआरिआ जा जोबन नउहुला।।
दिन थोड़ड़े थके भइआ पुराणा चोला।।

ڌن جوڀن ۽ گل، چئن ڏينهن جا مهمان آهن ۽ پبڻ جي
پڻن وانگر ڪومائجي ناس ٿي وڃن ٿا. جيستائين جوڀن اٿسي

ليستائين ٻيو نسام جا مزا ماڻي وٺ چو ته توڙن ڏينهن ۾ ٽڪجي پونديون جو چولو ٻراڻو ٿي ويندءِ.

شاهه همارا ٺاڪر ڀارا، هم تسڪي وڻجاري،
جيءُ پنڊ سڀ راس تسي ڪي، مار آپي جيوالي.
(راڳ گوڙي چيتي شبد-١٣)

اسانجو ٺاڪر وڏو سيٺ آهي ۽ اسين هنجا واپاري آهيون. سيٺڙي جيو يا جڙ پدارٿ، اُنجي ڏونجي آهن. ماري يا جيئاري، جيئن وڻيس تيئن ڪري.

اهو امرت اُپديش ٻڌي راموں صاحبن جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ ڪرتارپور ۾ رهي ساڌ سنگت جي سيوا ڪرڻ لڳو.

هڪ دفعي ڪرتارپور ۾ سخت طوفان لڳو ۽ برسات به اهڙي پيئي جو پيڙي ناهه. وڻ ٽڻ پاڙون پٽجي ڪري پيا ۽ ڪيترا ڪچا گهر ڍهي اچي پٽ پيا ۽ پيون جي حالت به اهڙي ٿي جو اجهو ٿيا ڪرن. تڏهن نانڪ ديو پاڻ وڃي هرهڪ گهر جي چڪاس ڪئي ۽ جنجو نقصان ٿيو هو تنکي آٿي ڏرمسال ۾ رهايو. پوءِ ڊنل ۽ جرکمي گهرن بدلي نوان پڪا گهر ٺهرايا ويا. ڪرتارپور هڪ صاف سٿرو سندر ڳوٺ بڻجي پيو.

*—*—*—*

## ٥٧- پاڻي لهڻو

ڪرتارپور کان ڪجهه ڪوهه پري کنڊور ڳوٺ ۾ هڪ ٻرڍوءَ جو پيارو پاڻي لهڻو رهندو هو. هن جو اصل ڳوٺ "متي-دي-سراءِ" هو، جتي هنجو پيءُ پاڻي ڦيرومل، چوڌري تخثمل جو منشي هو. اُني پاڻي لهڻي پنهنجو واپار اپڏو وڌايو جو وڏو دولتمند ۽ مالدار واپاري ٿي پيو. اُنهن ڏينهن ۾ لٽيرا يا خود حاڪم به شاهوڪارن کي لٽيندا ڦريندا رهندا هئا تنهن پاڻي لهڻو

۽ اُنهن کان ڀڄي نہ سگهيو. هڪ ڏينهن پٺاڻن جو ٽولو آيو ۽
هنجو سڀ ڪجهہ ڦري ويا ۽ هو پنهنجي جان بچائي سقيم
حالت ۾ پنهنجن ساٿين وٽ کنڊور ڳوٺ ۾ اچي رهيو.

کنڊور ڳوٺ وارا ديويءَ جا شردالو اُپاسڪ هئا ۽ ڀائي لهڻو
۽ اُنهن سان گڏجي هر سال جوالامکيءَ جي ياترا تي ويندو
هو ۽ پيرن ۾ گهنگهرو ٻڌي ڏاڍي پريم سان مندر ۾ نچندو هو.
هڪ دفعي جڏهن هو ياترا تي نڪتا تہ ڪن ساٿين چيو تہ
جتي ڪٿي ڪرتارپور جي سنت گرو نانڪ جي مهما ٿي رهي
آهي، هلو تہ وات تي اُن سادُ جو درشن بہ ڪندا هلون. پوءِ
سڀيئي اچي ڪرتارپور پهتا ۽ گروجن جو ستسنگ ۽ ڪيرتن
ٻڌائون.

صاحبن جي ستسنگ ۽ لونءَ لونءَ مان ڦٽندڙ پريم ۽ شانتيءَ
جو ڀائي لهڻي تي ڏاڍو پرڀاءُ پيو. هو هٿ جوڙي گروجن اڳيان
وڃي ويٺو تہ ڪانئس نالو پڇيائون. هن چيو،- "هن داس جو
نالو آهي 'لهڻو'". اهو ٻڌي نانڪ ديو چيس،- پيارا! آخر تون
پنهنجو لهڻو اُڳاڙڻ اسان وٽ اچي پهتين! اسانکي تنهنجو ئي
انتظار هو."

اهو ٻڌي ڀائي لهڻو وائڙو ٿي ويو. اُن وقت صاحبن جيڪو
شبد اُچاريو، سو گرنٿ صاحب جي سري راڳ جو ١٧ ۽ ١٨ شبد
هن ريت آهي-

सुणि मन मित्र पिआरिआ मिलु बेला है एह ।
जब लगु जोबनि सासु हैं तब लगु इहु तनु देह ।।
बिनु गुण कामि न आवई ढहि ढेरी तनु खेह ।।
मेरे मन लै लाहा घरि जाहि ।
गुरमुखि नाम सलाहीऐ हउमैं निबरी भाहि ।।

هي پيارا مترا! ٻڌ من! پرڀوءَ سان ملڻ جي هيءَ ئي ويل

آئي، جيستائين جواني ۽ ساهه آئي تيستائين هيءُ تن ڏيئي وٺ! (پاڻ سمرپڻ ڪر!) پوءِ گڻ (پدارٿ ۾ سگهه) ڪانسواءِ هـي سرير ڪڏهن ڪم نٿو اچي ۽ ڌڪي مٽيءَ جو ڍير ٿي پوي ٿو. هي من! لاڀ پائي گهر وڃ! گروءَ جي اُپديش سان نام جي سهاري - مهما سان اهنڪار جي اگني اورت (وسامي) ٿي.

मरणे की चिंता नहीं जीवण की नहीं आस।
तू सरब जीआ प्रतिपालही लेखै सास ग्रास॥
अंतरि गुरमुखि तू बसहि जिउ भावै तिउ निरजसि॥
जीअरे राम जपत मनु मानु।
अंतरि लागी जलि बुझी पाइआ गुरमुखि गिआनु।

مرڻ جي نه چنتا آهي ۽ نه جيئڻ جـي آس، ڇو ته هـي ڍريو پرت پال! تو ساس ۽ گراس (ساهه کڻڻ ۽ گراهي کائڻ) جـو ليکو لکي ڇڏيو آهي تـه پوءِ ڇاجي آس رکجي يا نراس ٿجي! پعدي السنا ڪجن! تـون گرمکن جي اندر ۾ اهـا جـاڻ لشيءِ ڪري وهارين ٿو نه توکي جيئن ڀاوندو سو ٿي ٿيندو. هي پيارا جيوَ! رام جپڻ سان من مڃيئو (وس ٿيئو) ۽ گروءَ جي گيان سان، اندر ۾ جيڪا ترشنا روپي اگني آهي سا اُجهامي وڃي ٿي."

صاحبن جي اُپديش جو پاڻي لهڻي تي اهڙو اثر ٿيو، جو هن پنهنجي ساٿين کـي چيو ته "مونکي پنهنجو سچو گرو ملي ويـو آهي ۽ هاڻي مونکي ٻين هنڌ ڀٽڪڻ جي ضرورت ناهي. پوڄا ڪجي ته اُن ست ڪلتار جي ڪجي، جنهن سڀني ديوي ديوتائن کي اُپايو آهي. توهانکي وڃڻو هجي ته ڀلي وڃو!"

جيئن جيئن گروجن جو اُپديش، پاڻي لهڻي جـي اندر گهر ڪندو ويـو، تيئن تيئن هنجي شردا ۽ پريم وڌندو ويو. هو چوندو هو ته صدقي سر ڪريان نه به صاحبن جـي هڪ ٿوري پڇي نه سگهندس، جـو هن مونکي آلر ڏن ڏيئي پلـي ڇڏيو

آهي. هو ڪرتارپور ۾ ساڌ سنگت جي لڳن سان سيوا ڪرڻ لڳو. ڪڏهن لنگر ۾ ڪم ڪندو هو، ڪڏهن ٻارڻ مليندو هو ۽ ڪڏهن ڪانيون ڪٽي ايندو هو ۽ سانده هريءَ جو نالو جپيندو رهندو هو.

ورلو ڪو آهي، سامي سک گروءَ جو،
ڏنو جنهن گر گيان سان، اوڏيا پٽ لاهي،
شيوا سنگت جي ڪري، ممتا مٽائي،
سهجي سلاهي، روم روم سان رام کي.

ڀائي لهڻي جي شرڌا ۽ ڀڳتي ڏسي، نانڪ ديو جو ارواح ٻـ مٿس وڌندو ويو ۽ طرحين طرحين جا گيان اُپديش ڏيئي هن کي پڪو ڪيائون.

هڪ ڏينهن ساڌ سنگت، صاحبن کان پڇيو- "اي ستگرو سوامي! جيڪو سڀني جڳت جو پتي پرميشور آهي، انهن سان ملڻ جي ڪا پڪي راهه ٻڌايو!

گروجن چيو:-

जाइ पुछहु सोहागणी तुसी राविआ किनी गुणी ।
सहजि संतोखि सीगारीआ मिठा बोलणी ।।
पिरु रीसालू ता मिलै जा गुर का सबद सुणी ।।
(सिरी राग १०)

وڃي انهن سهاڳڻين (سنتن) کان پڇو ته اوهان ڪهڙن گڻن ڪري (پرماتما) گهوٽ کي رجهائي ماڻيو آهي؟ ته جواب ملندو ته اسان سنتوش ۽ مٺن وچنن جو سينگار ڪري اُن کي وڻيونسين ۽ گروءَ جو اُپديش ٻڌاڻوسي ته اُهو سوپياوان (خاوند) اچي مليو.

جنهن من ڏنئي، ٻري رجهائو پانهنجو،
سا سهجي سهاڳڻ ٿي، پرين ڳل پيئي،
ٿاريائين پيئي، سامي ٻيڪا ساهوا،

جنهن ڀڳت پنهنجو من (واسنائون موه ممتا) پنهنجي پرينتم پريوءَ کي ارپڻ ڪري ڇڏيو آهي، سائي سچي سهاڳڻ پنهنجي پياري گهوٽ سان گلي ملندي ۽ پنهنجي پيڪن ۽ ساهرن (هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾) مان پائيندي. جيڪا پنهنجو تن من ڌن ڏئي، خاوند جي مرضيءَ ۾ صبر سنتوش ۽ پريم جي رنگ ۾ رتل رهندي، سا پرميشور جي ميلاپ - سهاڳ جو سک ماڻيندي.

سمرڻ ڪرڻ جـو اهنڪار به ڇا جو ڪجي! جڏهن سڀ ڪجهه آهي ئي اُنجو تـه اسان ڇا جو اُنکي ڏيوسي؟ **سڀني جيئڻ ڪا تون اِڪ داتا، سو مئن وسر نه جائي!** ڀل تـون تـه وسرين، تون تـه وسرين! **وارڻا نه جاوا اِڪ وار، جو تڌ ڀاوي سائي ڀلي ڪار.** هڪ دفعو نه پر لک دفعا تو تان قربان وڃان، جيڪي تو کي وڻيٿو، اهو ئي ڀلائي آهه. **جن سيويا تن پايا مان.** هي مالڪ! اهڙي سمت ڏي جو سڀني جي سيوا پرمارٿ ڪندو رهان! تون آهين بي انت، بي انت، بي انت!

انهن ڇنئي صاحبن کي سمادي چڙهي ويندي هئي. اهـو ڏسي پائي لهڻو به پريو پريم ۾ مگن ٿي ويندو هو.

جو سک ڪو چاهو سدا، شرڻ رام کي ليهه،
ڪهه نانڪ سن ري منا، درلڀ مانش ديهه.

سڀ سک داتا رام هئي، دوسر ناهن ڪوءِ،
ڪهه نانڪ سن ري منا، تهه سمرت گت هوءِ.

پراڻي رام نه چيتئي، مد مايا کي انڌ،
ڪهه نانڪ هري ڀجن بن، پرت تاهه جم ڦند.

سنگ سکا سڀ تج گئي، ڪوئو نه نبهيو سات،
ڪهه نانڪ اهه وپت ۾، ٽيڪ ايڪ رگهونات.

(محلا ۹ جا سلوڪ)

# ٥٨- انگد ديو کي گدي

سچو شش اهو آهي جنهن پنهنجو تن، من ۽ ڌن گروءَ تان قربان ڪيو آهي.

گور کي سيوا چاڪري، من نرمل سک هوءِ،
گور کا سبد من وسئا، هو مئه وچئه کوءِ،
نام پدارٿ پائيا، لاڀ سدا من هوءِ.
(سري راڳ، اشٽپدي - ١٢)

گروءَ جي سيوا چاڪري ڪرڻ سان من نرمل ٿي سک ملي ٿو. گروءَ جو اپديش من ۾ هنڊائڻ سان مان - مان جو اهنڪار گم ٿي ٿو. جن نام جو پدارٿ پاتو آهي، سي سدائين لاڀ ۾ آهن.

ڳڻا گهڻا پاڳ، سامي تنهن سيوڪ جا،
جنهن بدي ڏني پانهنجي، ستگر جي هٿ واڳ،
ڇڏي نانا راڳ، لڳو رهي الک ۾.

نانڪ ديو اهڙي لائق شش جي ڳولا ۾ هو جيڪو سنتوش ۽ شرڌا سان هنجو شروع ڪيل ڪم هلائي سگهي. ان لاءِ هن گهڻي ڪان پرکيائون ورتيون ۽ پائي لهڻو ئي اگهاميو. هو سچيءَ لگن سان گروجن ۽ ساڌ سنگت جي سيوا ۾ لڳو رهندو هو، ايتري قدر جو جهونا ٻاسڻ به ملينڊو هو ۽ من ۾ گرو شبدن کي سوگهو رکندو هو. ليلاهي اچڻ تي ڪڏهن ڪڏهن ڪنڊور ڳوٺ ۾ پنهنجي گهر به ويندو هو. هڪ ڏهاڙي گروجن، ڳائين لاءِ پٺيءَ مان ڪرهي سان ساوو گاهه ڪٽي ٿي پراڻن بڌيون ۽ پنهنجن ٻن

ٻڌڻ کي هڪ هڪ ڳلو ڪٽڻ لاءِ چيو. هنن گوتماڻي ڪري چيو
ته اهي گندا ۽ آلا ڳلا ڪٽڻ جو مزوورڪو ڪم اسانجي شان وٽان
ناهي. لکميچند چيو، ”جيڪڏهن اسان اهي گندا ڪم ڪنداسين
ته سنگت اسانجي عزت ڪيئن ڪندي! اسانکي نيٺ به توهانجي
گاديءَ لاءِ وهٽو آهي. اهڙا نفرڪا ڪنا ڪم ڪنداسين ته
اسانکي گروهه جي عزت ڪير ڏيندو؟ الائي توهانکي هن ٻڍاپي
۾ ڇا ٿي ويو آهي جو سيدي جي روبرو اسانکي خوار ڪرڻ
ٿا چاهيو!“

جڏهن مهاپرش اڳيان وڏا وڏا جوڳيشور، ٻيو ۽ امير سر
نوائين، لهنجي ٻڌڻ هجڻ جي ڪين مغروري هئي. گروجن ٻاڻ
هڏن جي ڪمالي ڪرڻ ۾ وڏائي سمجهندا هئا پر ورڏ اوستا
ڪري پاڻ اهي ڳلا مٿي تي کڻي نٿي سگهيا. انوقت پاڻي لهٽو
اچي اُلي پهتو. هو ساهري گهران ريشمي ڪپڙا پائي آيو هو
۽ اُسان لنگر لاءِ لوڻ مرچ مصالحا آڻيندا هئائين، سي لنگر ۾
پهچائي، خبر پوڻ تي سڌو صاحبن وٽ ٻنيءَ ۾ اچي پهتو.
هن گروجن جي چرڻن تي سر نوايو هو ته سداءِ پاڻ کي صاحبن
جي ٻانهن جو ٻانهون سمجهندو هو. هو يڪدم ٽيئي ڳلا مٿي
تي کڻي هليو. نانڪ ديو مشڪي چيو، ”ٻرابر تون تي سڄو
ٻار کڻندين!“

اهي آلا ۽ گپ ۾ پيل ڳلا کڻڻ ڪري پاڻي لهٽي جا ريشمي
ڪپڙا گندا ۽ خراب ٿي پيا. اهو ڏسي مائي سلڇڻي ڏاڍو ڪلپڻ
لڳي ۽ گروجن کي چيائين، ”توهان کي مرجادا جو ڪجهه
خيال ٿي ڪونهي جو هڙي ماڻواري مهمان کان اهڙو ڪنو ڪم
ڪرائڻ نه گهرجي.“

گروجن چيس، ”اي ڀاڳن ڀري! هنجي ڪپڙن تي اهي

گپ جا داغ لاهڻ لاءِ اها گرو پڌويءَ جي ڪمنڊل ۾ ڪڻڪو آهي-
سمع ڪلتار هنکي ساڌ سنگت جو ڳُرو بار کڻڻ لاءِ موڪليو آهي.“

اهي وچن ٻڌي ماتا سلکڻيءَ جي ننڊ ڦٽي پيئي. پر انکان اڳ ۾ نانڪ ديو پاڻي لهڻي کان گهڻيون پيون پرکيائون ٻـ ورتيون هيون. مثلن هڪ دفعي هڪ ٻلي ڪو ڪوئـو ڦـاسائي وات ۾ کـڻي اچـي پنڌاري مان لنگهي. ماڻهن جو ٻليءَ کـي هش هش ڪئي، سو پوءِ ۾ پنهنجو پوڄڻ ڪيرائي اُتي پڳي. تڏهن نانڪ ديو پنهنجن پٽن کي چيو ته اهو اڌ چباڙيل ڪوئـو کڻي ٻاهر ڦٽي ڪري اچو. ٻنهي چيو، ”هـي ڳـالهيون توهانجون زوراوريءَ جون آهن، جو اهڙو گندو ڪم چئي اسانجو اپمان ڪري رهيا آهيو.“ اهو ٻڌي ٻنهي شش ٻه هڪ ٻئي جو منهن تڪڻ لڳا. پر پاڻي لهڻو لتڪال هٿ جوڙي اُٿيو ۽ اهو رت سان پريل چڇڙيل ڪوئو کڻي ٻري اُڇلائي آيو ۽ اها جڳهه به پاڻيءَ سان اُگهي صـاف ڪري ڇڏيائين. تڏهن صاحب چيو تـه هنتاهين زمين تي پاڻي ڪڏهن تيندو آهي ۽ متاهين زمين تي جيتوڻيڪ ساگهو ئي پاڻي پوندو آهي پر اُتي ٽڪندو ناهي.

ٻئي دفعي هڪ گپ جـي کڏ ۾ هڪ ڪٽورو ڪري پيو ته آکيا ڪرڻ تي نه صاحبزادا ڪيئي نه آيا جو اُتي گهڻي گپ ۽ ڪڌو پاڻي پريل هـو. گروجن پاڻي لهڻي ڏانهن نهاريو ته هن هم نـه ڪئي لم، يڪدم ڪـڏ ۾ گهڙي پيو، جيتوڻيڪ اُنوقت هنکي قيمتي جامو پهريل هو. هو ڪٽورو ڪيئي ٻـاهـر نڪتو نه سچاڻڻ ۾ به نتي آيو. هو ڪٽورو ملي ڌوئـي صـاف ڪري آيو ته صاحب چيس تـه تون اوچو مرتبو پائيندين ۽ هـي شبد اُچاريائون جو ”واران تي وڏيڪ“ ۾ ڏنل آهي،-

जउ तउ प्रेम खेलण का चाउ, सिर धरि तली गली मेरे आउ।
इतु मारगि पैरु धरी जै, सिरु दीजै काणि न कीजै॥

پريم کيلڻ جو چاهه اٿيئي ته اُتيءَ لئي سر رکي منهنجي ڳليءَ-
گهٽيءَ ۾ اچ. هن مارڳ ۾ پير رکڻو اٿيئي ته سر ڏيڻ ۾ ڪاڻ نه ڪج!

جئن لغڙ ڏور جي وس ٿيندو آهي، تيئن سيئي جيو پرالبڌ جي وس آهن. جنهن مهاپرش جو اُپديش ٻڌي وڏا وڏا مهاتمائون ۽ مؤلوي، سنت ۽ سردار پاڻ کي ڌن ڀاڳ سمجهندا هئا، اُنهنجا پٽ سندس سکيا ۽ آگيا مڃڻ کان گوتائي ڪندا هئا. ننڍو پٽ لکمي‌چند دنيوي وهنوار ۾ قائل هو ۽ روحاني ڳالهين ۾ چاهه نه وٺندو هو. سندن وڏو پٽ سريچند يوگي ۽ اُداسي هو ۽ سنسار سان ڪو مطلب نه رکندو هو. هو ڪڏهن ڪڏهن ماتا پتا سان ملڻ ڪرتارپور ايندو هو. اُنهيءَ جي خلاف گروجن جو اصول هو ته گهر گرهست ۾ رهندي ماڻهو اُداسي ۽ اوليپ ٿي رهي.

اُهن ڏينهن ۾ نانڪ ديو جي مڃتا ڏاڍي وڌي ويئي هئي جو جدا جدا شهرن مان ساڌ سنگت جا ٽولا ايندا هئا ۽ پنهنجي ڪماليءَ جي ڏهين ڀتي آڻي گروجن اڳيان ڀيٽا رکندا هئا. ڪيترا امير ۽ سردار به نذرانا کڻي ايندا هئا. جيتوڻيڪ لنگر ۽ دوا درمل غريبن ۽ ساڌ سنگت جي سيوا جو خرچ سانده ٿي رهيو هو ته به ڀنڊاري جي امداد ۽ مال ملندو وڌي ويو هو. اِهو سڀ ڪنهن ڌاري جي هٿ چڙهي، سو مائي سلکڻيءَ کان ڪيئن سٺو ويندو؟ هڪ ڏينهن هوءَ پنهنجن ٻنهي پٽن کي وٺي صاحبن وٽ لوڪلاليءَ ۾ آئي ۽ چوڻ لڳي، ”سوامي! اوهان پنهنجي گاديءَ لئي هڪ اوپري ماڻهوءَ کي وهارڻ جو خيال ڪيو آ ته اسانجو ڇا ٿيندو؟ پٽ ڪٿي لاوا آهن يا ڪانڌا، پر ماءُ پيءُ لاءِ ته اَنڌا آخر اَنڌا آهن.“

گروجن چيو، ”جيڪي ڪلتار ڪـي وڻندو سو ٿيندو.

جيڪو جڳ کي پالي ٿو، تنهن به اُن ڀڳوان تي ڀروسو رکيو نه توهانکي کاڌي ۽ ڪپڙي جي ڪڏهن به کوٽ نه رهندي.

نانڪ جنتو اُپائڪي، سنڀالي سڀناهه،
جن ڪرتي ڪرتا ڪيتا، چنتا ڀي ڪرڻي تاهه.

جيڪو جيون کي اُپائي، سڀني جي سار سنڀال لهي ٿو، جنهن سرشٽي رچنا جو هي ڪرتب ڪيو آهي، چنتا به تنهنکي ڪرڻي آهي."

اهو ٻڌي ماتا سلکڻيءَ ڪري ماٿ ڪئي.
سامي سو شهوڪ، وهي گر گاديءَ تي،
جيڪو ٻئي ٻولم جي، ٻڌي ٿيو ٻراڪ،
رکي نه رليءَ جيترو، من ۾ سنسو شڪ،
پرميسر پالڪ، سته ڏسي سر تي.

ننڍڪاڻپوءِ گروجن، ستسنگ ۾ ڀائي لهڻي کي گڏ ويهاريندا هئا ته سنگت جاڻي ته گروجن جي گادي، ڀائي لهڻي کي ملندي.



ٿورن ڏينهن کانپوءِ نانڪ ديو هڪ وڏي سنگت ڪٺي ڪرائي ۽ پنهنجي گاديءَ تي ڀائي لهڻي کي ويهاريو ۽ سندس اڳيان ناريل، پنج پيسا، پنهنجي شبدن جي پوٿي ۽ پنهنجي

مالها ڪيس ڏيئي، ڪيس مٿو ٽيڪيو. اُن وقت گروجن سڄيءَ سنگت کي چيو، ”پاڻي لهڻو اسانجو انگ آهي، تنهنڪري آئينده ڪيس انگد ديو ڪري ڇڏيو ۽ سڄي سنگت سندس آڳيا ۾ رهي.“

سڄيءَ سنگت اُتي انگد ديو کي مٿو ٽيڪيو، فقط صاحبزادن مٿو نہ ٽيڪيو ۽ وڏي واڪ پتا کي چوڻ لڳا تہ، ”هي لهڻو اسانجي گهر جو داس آهي ۽ اسين توهانجا فرزند وڏي حق ۽ حد وارا آهيون. اسانکي ڇڏي توهان هنکي گاديءَ تي ويهاري وڏو انياءُ ڪريو ٿا. ڪڏهن ڪولہ ٻڌو تہ ڪنهن راجا، پٽن کي ڇڏي پنهنجي تخت تي ڪنهن نفر کي ويهاريو هجي!“ ائين چئي غصي ۾ هال ڇڏي ويا.

گروجن جي گاديءَ تي ويهڻ سان، انگد ديو ۾ هڪ ازغيبي روحاني جوت پرجهي وئي. جيتوڻيڪ هو اڳا بہ ستسنگ ۽ لنگر جو ڪم ڪندو رهيو پر تہ بہ انهيءَ پهر پرماتما ۾ سمايل رهندو هو.

ديپڪ مون ديپڪ، جاڳي ٿيو تنهن جهڙو،
لٿين ملي ساڌوءَ سان، ساڌو ٿيو سيوڪ،
رهيو نہ رليءَ جيترو، سامي ڪير فرق،
پاوين عين الحق، پاوين بولي رام رام.

*—*—*—*

## ۵۹- جوتي جوت ۾ سمائي

نانڪ ديو جي شخصيت اهڙي تہ موهيندڙ ۽ پرام پيدا ڪندڙ هئي جو جيڪي بہ سندورا هن جي سمپرڪ ۾ آيا تن جو هنن سان ليڻهن لڳي ويو. مثلن مڪي ۽ ملتان جي ياترا ۾ نانڪ ديو جو پير بهاوالدين سان وارتالاپ ٿيو هو. اُن پير پنهنجو آخرين وقت

ويجهو ڏسي پنهنجي هڪ مريد کي هڪ خط ۾ هڪ سٽ لکي صاحبن ڏي موڪليو ته "اسان جو لڏڻ لڏڻ، اسان ڏي به ڪر ڪا نظر." اهو نياپو به موڪليوءِ ته "اي منهنجا مرشد! مان ٻئي لوڪ ۾ وڃڻ جي تياري ڪئي آهي. هن لوڪ ۾ تو سدائين مونکي سچي راهه ڏيکاري ۽ سدائين توهانجو آسرو رهيو. هاڻي ٻئي لوڪ ۾ منهنجو ڪير سهارو ٿيندو! اها آرزو اٿم ته توهانجو ديدار ڪري وفات ڪريان ته بهشت ۾ داخل ٿيندس."

مريد والڙو تي ويو ۽ چيائين ته "ولي صاحب! توهان سڄي عمر الله جي عبادت ۾ گذاري آهي ۽ توهان لاءِ ته بهشت جا دروازا هميشه کليل آهن. وڏي ڳالهه ته بهشت ۾ مسلمانن کان سواءِ ڪو داخل ٿي نٿو سگهي، پوءِ توهان ڪهڙي اڪر هڪ هندوءَ لاءِ نڙقي ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهيو؟

پير چيو ته "اي پيارا! گرو نانڪ شاهه خدا جو نور ۽ پيارو ولي آهي جو خدا جو پيغام پهچائڻ لاءِ هن جهان ۾ آيو آهي. خدا سڀني دنيا جو خالق ۽ ساري مخلوقات سندس اولاد آهي. هن جو دروازو سڀني قومن جي نيڪ انسانن لاءِ کليل آهي. تنگدل ۽ تعصبي مولوين اهو خام خيال مسلمانن ۾ وڌايو آهي ته بهشت رڳو مسلمانن لاءِ آهي."

پنهنجي مرشد جون ڳالهيون ٻڌي اهو مريد حيران ٿي ويو پر ڪرتارپور ۾ اچي جڏهن نانڪ ديو جو ديدار ڪيائين ۽ پنهنجي اندر هڪ روحاني لرزش محسوس ڪيائين ته پنهنجا ڏن پاڻ سمجهڻ لڳو.

نانڪ ديو بهاوالدين جي خط ۽ پيغام جي جواب ۾ ڪيس هڪ خط لکي موڪليو جنهنجو تاپرج هو ته "جنهن انسان پنهنجي عمر عبادت ۽ پروپڪار ۾ گذاري آهي، تنهنجي آخرت سولي ٿيندي ۽ ڪيس پرلوڪ جو ڀو ٿيڻ جو ڪو سبب ڪونهي.

جيئن سهاڳڻ پنهنجي خاوند سان ميلاپ جو وقت ويجهو ڏسي
اندر ۾ پيئي ٽڙندي آهي تيئن صدق وارو ڀڳت به موت کي
ميلاپ جو ويلو سمجهندو آهي. اي پيارا! اسان به چاليهن ڏينهن
اندر پنهنجي خاوند سان اچي ملنداسين."

انکان ۳۵ ڏينهن پوءِ گروجن، انگد ديو کي پنهنجي گاديءَ
تي ويهاريو ۽ پوءِ کيس چيو،- "پيارا تون هاڻي کنڊور وڃي
رهه ۽ الکي نام جو پرچار ڪر. تون ئي منهنجو سچو پٽ ۽ وارث
آهين، پر هتي رهڻ سان منهنجا ديوي پٽ متان تنهنجو ترسڪار
ڪن، انڪري تون وڃي کنڊور هڪ نئون ڪرتارپور ٻڌاءِ!"

انگد ديو چيو،- "اي منهنجي پراڻن جا سوامي! توهانجي
درشن بنا منهنجو جيون وئرٿ ويندو. منهنجي ڪنن ۾ توهانجو
امرت نه پوندو ته مان ڪنهن ڪم جو نه رهندس." تڏهن گروجن
کيس سمجهائي ۽ آٿت ڏيئي کنڊور موڪليو.

ان کان پنج ڏينهن پوءِ ۱۰ اسوءَ تي سنبت ۱۵۹۵ برابر
۱۵۳۸ع تي گروجن پنهنجو انت سمو ويجهو ڏسي سڄيءَ سنگت
کي گهرايو. نانڪ پرڪاش ۾ لکيل آهي ته ان وقت صاحبن
پنهنجي پٽن کي سڏي اچڻ لاءِ ٻه دفعا ماڻهو موڪليا
پر هو وٽس نه آيا جو هنن جي پنهنجي ديوتا سروپ پتا ۾ شرڌا
ڪانه هئي. سندن ماتا سلکڻي، پٽيءَ وٽ آئي ۽ هن جي چوڻ
تي، پتا جو شراڌ ڪرڻ لاءِ نانڪ ديو پنهنجو ديهانت، ٽي
ڏينهن مهل ڪيو ۽ پتا جو شراڌ ڪيو. ڪن ڪتابن ۾ اها ڳالهه
پرماڻڪ نه ليکي آهي جو نانڪ ديو شراڌ ڪرڻ جي خلاف هئا.

انت ويلي ۾ نانڪ ديو هي گيت گوڙي راڳ ۾ ڳايو،-

संवति साहा लिखिआ मिलि करि पावहु तेलु।
देहु सजण आसीसड़ीआ जिउ होवै साहिब सिउ मेलु।।
घरि घरि एहो पाहुचा सदड़े नित पवनि।
सदणहारा सिमरीए नानक से दिह आवंनि।।

”گھوٽ سان ملڻ جو مھورت، سنبت ۾ شبُ ڏينھن اڳيرئي لکيل ھوندو آھي. اي سڄڻ! ھاڻي منھنجي مٿي ۾ ليل وجھو ۽ آسيس ڪريو تہ منھنجو صاحب پريتم سان ميلاپ ٿئي. (ڪنوار جي وارن ۾ ليل وجھڻ ۽ شاديءَ جا لانوا ڳائڻ جو رواج آھي.) ھر روز گھر ۾ اھي سڏڙا اچن ٿا (انلاءِ شوڪ نہ ڪريو پر) سڏڻ واري صاحب جو سمرڻ ڪريو تہ ملڻ جو سڀاڳو ڏينھن اچي.“

اھڙيءَ طرح نانڪ ديو، جوت ۾ جوت ملڻ وقت بہ شبد ڳائيندو رھيو ۽ ”ست ڪرتار، ست ڪرتار“ جو جپ ڪندي پنھنجي مٿان چادر وجھي سمھي پيو ۽ نرنڪار پرڀوءَ ۾ سمائجي ويو.

جدا جدا جنم ساکين ۽ پستڪن ۾ الڳ الڳ ڳالھيون لکيل آھن. ڪن ۾ لکيل آھي تہ گروجن چيو ھو تہ سندس موت کانپوءِ ڪي بہ ھندو سنسڪار (چانئو، سوٽڪ، پارجو، ڪرٽي وغيره) نہ ڪيا وڃن. اُن حڪم موجب اھي سنسڪار نہ ڪيا ويا. صاحبن جي ديھہ جو راوي نديءَ جي ڪناري چندن جي چتا ۾ اگني سنسڪار ڪيو ويو پر اُنمان ڪي ھاليون نہ نڪتيون. گھڻن پستڪن ۾ ائين لکيل آھي تہ گروجن چادر پائي سمھي پيا ۽ پنھنجا پراڻ دسوين دوار ۾ چاڙھي جوتيءَ ۾ جوت سمائجي ويا. پوءِ صاحبن جي ديھہ لئي ھندو مسلمانن جو پاڻ ۾ وڏڙو مٿو. مسلمانن چيو، ھُو اسانجو پير ھو ۽ اسان ھنجي مزار ٺاھينداسي ۽ ھندن چيو تہ ھو اسانجو گرو ھو ۽ اسان اگني سنسڪار ڪنداسين. پوءِ جڏھن چادر کڻي ڏٺائون تہ اُتي ديھہ جي بدلي گل پيا ھئا. اڌ چادر ۽ گل مسلمان کڻي ويا ۽ وڃي ھڪ مقبرو ٺاھيائون. ھندن بہ اڌ چادر ۽ گلن مٿان ھڪ سماڌي ٺاھي.

گروجن نه مقبرن ۽ سمادين ناهڻ ۽ پوڄا ڪرڻ جي خلاف هئا. پوءِ راوي نديءَ ۾ اهڙي ٻوڏ آئي جو گروجن جي مقبره ۽ سماڌيءَ کي ڊاهي وهائي وئي. پوءِ اُن جڳهه تي ديوان چندولعل هڪ عاليشان عمارت ٺهرائي ۽ مهاراجا رڻجيتسنگهه اُها سنگمرمر سان ٺهرائي ۽ اُتي چانديءَ جي نقاشيءَ جو ڪم ڪرايو ۽ هڪ شاندار گردوارو ٿي پيو. اهو استان گرو نانڪ جي اولاد ٻيدي گهراڻي جي هٿ ۾ آهي ۽ اُنهن کي راجا رڻجيتسنگهه ۽ انگريز سرڪار جاگيرون ڏنيون هيون. اُتي هر سال وساکيءَ تي وڏو ميلو لڳندو آهي ۽ ارداس به گهڻي چڙهندي آهي.

ڀائي مٽيسنگهه جي جنم ساکيءَ ۾ لکيل آهي ته گروجن جي ديهانت کان پوءِ ڏهن ڏينهن پوءِ ماتا سلکڻيءَ جو به چالاڻو ٿيو ۽ اُن جو به اگني سنسڪار ۽ ڪريا ڪرم ڪيو ويو. اِهو انومان ڪرڻو ته گروجن جو به اگني سنسڪار ڪيو ويو هوندو ۽ ٻيو ته صاحب سدائين ڪرامت ڪرڻ جي خلاف هوندا هئا. جيتوڻيڪ هو سرو سمرٿ هئا پر پراڻ هڻڻ ڏيهه گم ڪرڻ جي ڪرامت نه ڪئي هوندائون.

اوم شانتي! اوم شانتي! اوم شانتي!

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ چاهيون ٿا ته ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلههَ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽجاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوڙَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)